كتاب جو نالو : جڏهن ٽڙندا ڳاڙها گل

موضوع : ناول

ليکڪ : شگفته شاهه

ڇاپو : پهريون

سال : 2008

ٽائيٽل : اين ٽي ايف گرافڪس

ڇپائيندڙ : اين ٽي ايف گرافڪس

نسيم نگر فيز III، قاسم آباد 71100،

حيدرآباد، سنڌ، پاڪستان

**ملهه: 300 رپيا**

---

**Judduhin Tirruntha ggarrha g'lu**

(A novel in sindhi language)

by: SHAGUFTA SHAH

Printed & Published by: N.T.F Graphics. Nasim Nager PheseIII

Qasimabad, Hyderabad 71100. Sindhi, Pakistan

Year of publication:2008

Price per copy Rs: 300/=

# ارپنا

انهن پيار ڪرڻ وارن
جي نانءِ
جيڪي
عشق جي
روحاني تعلق ۾
ويساھ
رکن ٿا

شگفتہ شاھ

## پبلشر پاران

عام طور تي چيو ويندو آهي تہ ”سنڌ ۾ شاعرن جي تمام گهڻائي آهي پر انهن منجهہ معيار گهٽ، مقدار گهڻو آهي.“ ائين برابر آهي ڇاڪاڻ جو گهڻو تڻو سماج شارٽ ڪٽس ذريعي اڳتي وڌڻ جي جستجو ۾ جنبي ويو آهي پر سڄو سماج نہ! ان ڪري ڳچ شاعري معيار جي حوالي سان پنهنجي شاعرن جي تخليقي سگهہ آهر، پنهنجي حيثيت وقت بوقت مڃائيندي رهي آهي ۽ پلي گهڻو تڻو سماج شارٽ ڪٽس ذريعي اڳاهون ٿيڻ جي ڪوشش ۾ هجي پر ڪيئي ڪلاڪار اڄا بہ اهڙا آهن جيڪي شارٽ ڪٽس کان پرانهان ٿي پنهنجي فڪري سگهہ ڪي منظم صنفن ۾ اظهارڻ جي ڪوششن ۾ آهن.

ناول ان حوالي سان بہ ڏکي صنف ڇئي ويندي آهي جو ان لاءِ تمام گهڻو وقت درڪار هوندو آهي، جيڪو اڄ ڪلهہ اجهي، اتي ۽ لٽي جي پريشانين جي ور چڙهيل ماڻهن وٽ گهٽ ئي هجي تو پر ان جو بہ مطلب اهو هرگز نہ آهي تہ سنڌ ۾ ان صنف تي ڪم نہ ٿيو آهي. جيتوڻيڪ ورهاڱي کان پوءِ ناول تي سنڌ کان وڌيڪ هند ۾ تخليقي عمل جاري رهيو پر هتي بہ رڪيو هرگز نہ آهي. محمد عثمان ڏيپلائيءَ کان سراج تائين، مهتاب محبوب کان طارق عالم تائين ۽ طارق خشڪ کان شگفتہ شاهہ جي ناول ”جڏهن ٽڙندا ڳاڙها گل“ تائين، سنڌ جي ناول جو اهڙو سفر آهي جنهن کي پڪ سان اتساهہ جوڳو ڇئي سگهجي ٿو.

نيو ٿنڪرس فورم پاران طارق خشڪ جي ناول ”مون

ڪي هوائن ۾ ڳولجان“ ۽ ڪزبانوسنڌو جي ناول ”منهنجي چاهتن جي منزل“ کان پوءِ سنڌ جي ماناتي چترڪار ۽ قلمڪار شگفته شاهه جو ناول ”جڏهن ٽڙندا ڳاڙها گل“ پڌرو ڪرڻ اسان لاءِ فخر ۽ اعزاز جهڙي ڳالهه آهي.

شگفته شاهه خوبصورت چترڪار ۽ ڪومل قلمڪار آهي. هن جي شخصيت جا ڪٽي ڪيئي پهلو آهن پر هن جي نرالپ اها آهي ته هن کي هڪئي وقت سڀ ڪجهه ٿيڻ ۽ هجڻ جو جنون ناهي هوندو. هوءَ هڪ وقت ۾ رڳو هڪ ڪم ڪندي آهي ۽ پنهنجو سڄوڏيان ۽ گيان ان هڪ ئي ميڊيم تي محدود رکندي آهي. يعني جڏهن هوءَ استاد هوندي ته رڳو استاد هوندي آهي جڏهن چترڪار هوندي آهي تڏهن قلمڪار نه هوندي آهي ۽ جڏهن قلمڪار هوندي آهي ته رڳو قلمڪار هوندي آهي پوءِ هوءَ ريڊيولاءِ گيتن پريون ڪهاڻيون لکي يا رسالن لاءِ ڪهاڻيون، شاعري يا ڪٽي ناول. هوءَ جيون کي جنهن ترتيب سان گهاري ٿي، ان ئي ترتيب سان پنهنجي اندر جي ڪلاڪار کي به هڪ ردم ۾ رکي ٿي، جيڪو ڪلاڪارن ۾ گهٽ ئي ٿيندو آهي.

پنهنجي نانءَ جيان باجهاري ۽ شگفته ڪلاڪار جو هي ناول هن سماج جي هڪ ڪربناڪ صورتحال جو ڪچو چٺو آهي، جتي ”اجان به آهين ڪلجڳ ۾ ڪاپڙي“ سمان، جن هيروز جي سنڌ جي سوسائٽيءَ کي ضرورت آهي، ان کي به هوءَ تفصيل سان پڌرو ڪرڻ ۾ ڪامياب وئي آهي.

اسان جي دعا آهي ته شگفته جي برش ۽ قلم جا رنگ ۽ مس ڪڏهن به خشڪ نه ٿين. اسان جي اها به ڪوشش هوندي ته هن جو اهو سمورو فني پورهيو اسان اوهان تائين پهچائيندا رهون.

14-09-08/ **ظفر عباسي**

# مهاڳ

شگفته شاهه جي ذڪر سان، هڪ شخصيت جا مختلف روپ ذهن اڳيان رقص ڪندا نظر ايندا آهن ۽ هر روپ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي اڏول ۽ طاقتور... شگفته شاهه جيڪا مصور آهي ته شاعره به. شگفته شاهه جنهن جو قلم ريڊيو لاءِ گيتن پريون ڪهاڻيون به لکي ٿو ته آواز، بحيثيت ڪمپيئر، آواز جي دنيا ۾ هلچل مچائي ٿو. شگفته شاهه جيڪا هڪ طرف ته شاگردن ۾ علم جا ٻڪَ ورهائي ٿي ته ٻئي طرف پنهنجي علمي پياس اجهائڻ لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڊاڪٽوريٽ پروگرام ۾ داخلا وٺي تحقيق جي رستي تي گامزن ٿئي ٿي. ايترن شخصي روپن جو مشاهدو يقيناً ڪا گهڻ ڳالهه نه هوندي. علامه آءِ آءِ قاضي مرحوم جو چوڻ هو ته "جيڪڏهن هر ماڻهو پنهنجي آتم ڪٿا لکي ته اسان جو ادب مالامال ٿي پوي." ۽ آتم ڪٿا جي حوالي سان ذڪر ڇيڙبو ته محض سڌي سنئين صورت ۾ ئي ماڻهو زندگيءَ جو اپٽار نه ٿو ڪري پر ڪهاڻين، شاعري، ناول ۽ تحريرن ۾ به انسان پنهنجا تجربا، پراوا تجربا، حالات ۽ واقعات ۽ سماجي صورتحال بيان ڪري ٿو. خاص طرح، ناول جو ڪينواس نهايت وسيع ٿئي، جنهن ۾ نه فقط هڪ فرد پنهنجي، پر آس پاس ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگيءَ جي عڪس بندي به ڪري سگهي ٿو. نه رڳو خارجي حالتون پر باطني حالتون به چٽي سگهي ٿو.

"جڏهن ٽڙندا ڳاڙها گل" شگفته جي تحرير، جنهن ۾ زندگيءَ جي مختلف رخن جو پرپور انداز ۾ اپياس ڪيو ويو آهي. ڪهاڻيءَ جي هيروئن، هڪ آرٽسٽ آهي، جنهن جي زندگيءَ جا تجربا ۽ مشاهدا، هن ناول جي تحرير آهن. ڏک سک، خوشيون، تمنائون، خواب جن جو تذڪرو حقيقي انداز ۾ ڪيل آهي ۽ خاص طرح سان اهي خواتين، جن جوتعلق هڪ طرف ادب ۽ آرٽ سان هوندو آهي ۽ گهر جي ڏيڍيءَ کي ٽپي پار ڪري، ٻاهر جي دنيا ۾ نڪرنديون آهن. هڪ طرف گهر وارن جي عزت ۽ وقار ٻئي طرف دل جون خواهشون، ٽئين طرف شهرت ۽ عوامي سڃاڻپ، انهن سڀني کي منهن ڏيڻ ۾ جيڪا تڪليف، پيڙا، هو برداشت ڪن ٿيون، انهن سڀني جو بيان هن ناول ۾ موجود آهي. بظاهر هيءَ

تحرير ڪا عربي فارسيءَ جي منجهيل تحرير نہ آهي. سڌي سنئين ڳالهہ ٻولهہ، جيڪا روزمره جي صورت ۾ آهي ۽ ٽيليفون تي ٽيل آهي. اڄ جي دور جي پڙهيل لکيل عورت کي ٿوروگهڻو space محض ٽيليفونڪ ئي آهي، جتي هوءَ گهر ويٺي پنهنجي جذبن جو اظهار ڪري سگهي ٿي. خاص طرح هڪ محدود ۽ قدرن پرئي شهر ۾ جتي ماڻهن ۾ سماجي قدر موجود آهن. ٻاهر جي دنيا محض آفيسن تي مشتمل هوندي آهي، انهيءَ ئي سماجي ماحول ۾ رابيل ۽ فيضان ٻہ ساهہ ڪٽن ٿا. هڪ ٻئي جي ويجهو اچن ٿا. زندگيءَ جا ڏک سور، رابيل، فيضان اڳيان بيان ڪري ٿي. فيضان جيڪو هن لاءِ پرپور سهارو آهي. ساٿ آهي. هانوَ جو ڏڍ آهي ۽ هر عورت ان جي ڏڍ جي تمنائي هوندي آهي ۽ اهو ساٿ چاهيندي آهي، جنهن ۾ ڏيمي ڏيمي محبت، توجهہ ۽ ڌيان شامل هوندو آهي. روح جو رشتو هوندو آهي، جنهن جو تعلق محسوسات سان هوندو آهي.

*”فيضان موڪلائي فون بند ڪئي تہ رابيل رسيور رکندي سوچيو تہ ڪيڏو نہ عجيب شخص آهي!!؟ ساڻس ملاقات دوران رابيل هڪ نئين احساس کي محسوس ڪيو. سندس هر انداز هر ڳالهہ ۾ ڪا خاص ڳالهہ محسوس ڪندي رهي، پر هوءَ ان احساس کي ڪوبہ نالو نہ ڏئي سگهي هئي. هو سندس مرضيءَ ۽ موڊ جي برخلاف، جڏهن هجت سان پنهنجو حق سمجهي، ساڻس ڳالهائيندو هو تہ هوءَ چاهيندي بہ هن سان سخت رويو برقرار رکي نہ سگهندي هئي. شايد ان ڪري جو ساڻس ملڻ کان پوءِ هو ڪيس سنو تہ لڳو هو، جيتوڻيڪ هوءَ تمام گهٽ ماڻهن سان frank ٿي سگهندي هئي، پر هن جي رويي سندس reserve رهڻ واري طبيعت تي اثر ڪندي، هن کي ايڏو اعتماد ڏنو جو، پهرين ملاقات ۾ ئي رابيل کي محسوس ٿيو هو تہ جڻ هو تہ پاڻ ۾ گهٽو frank هجن ۽ عرصي کان هڪ ٻئي کي سڃاڻندا هجن. شايد ان جو سبب اهو هو تہ هن شخص کي پنهنجي ڳالهہ مڃائڻ جو tact هو، تڏهن ئي تہ نہ فقط هو هن سان ملاقات ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو، پر آهستي آهستي غير محسوس طريقي سان پنهنجي هر ڳالهہ مڃرائي رهيو هو.“*

شگفتہ شاهہ جي قلم جتي سڌن سنون جذبن جي سچائيءَ سان اپٽار ڪئي آهي، اتي هن سچائين ۽ حقيقتن جو مقابلو بہ ڪيو آهي. ڪي ”مفروضا“ هن ٽوڙيا آهن ۽ تحقيق لاءِ نوان در ۽ رستا کوليا آهن، ”عورت زندگيءَ ۾ فقط هڪ ڀيرو محبت ڪري ٿي“ اهو محض مفروضو آهي يا حقيقت؟ انهيءَ حوالي سان شگفتہ زندگيءَ جا حقيقي تجربا بيان ڪري ٿي. انسان/ عورت پنهنجي عمر ۽

عمري تقاضائن پٺاندڙ مختلف مرحلن مان گذرن ٿا/ گذري ٿي. نہ فقط هر عمري دور جي تقاضا مختلف ٿئي ٿي پر سماجي صورتحال پڻ بدلجي ٿي ۽ جنهن جي پڻ جدا جدا طلب ٿئي ٿي ۽ هر فرد جدا جدا عمري تقاضائن ۽ جداجدا سماجي صورتحالن بابت ڪيترا پيرا محبت ڪري ٿو ۽ اهو ساڳيو قانون عورت سان بہ لاڳو ٿئي ٿو. البتہ اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ عورت جي محبت مشروط ٿئي ٿي جنهن ۾ ڪانہ ڪا غرض سمايل هجي ٿي ۽ اهو شرط باغرض محض عورت جي جذبن سان لاڳاپيل نہ پر سماجي روين جي دين هوندو آهي. معاشرتي رويا ۽ قدر عورت کان ڪا تقاضا ڪندا آهن ۽ اها تقاضا، عورت ان مرد سان ڪندي آهي، جنهن سان هوءَ پيار ڪندي آهي ۽ پيار يا محبت جي حوالي سان اهو بہ هڪ سچ آهي تہ عورت انهيءَ جذبي کي ظاهري طور عوام اڳيان قبول ناهي ڪندي ۽ نہ تسليم ڪندي آهي تہ هوءَ ڪنهن سان پيارڪري ٿي. ها البتہ لفظن جي ريپر ۾ ويڙهي ايترو سو تسليم ڪندي آهي تہ فلاڻي ماڻهوءَ کان متاثر ٿي يا فلاڻي ماڻهوءَ کيس پسند ڪيو.

*"ڏهن رابيل سوچيو تہ ڪيس جنهن قسم جي ماڻهوءَ جي ڳولها هئي سو تہ ڪيس مليو ئي نہ. پوءِ هن پنهنجي آس پاس جي انهن ماڻهن بابت سوچيو جيڪي هن سان محبت جتائڻ ۽ ويجهو اچڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. هن سوچيو تہ سيني مان رياض بهتر شخص هو. جيڪو انجنيئر هئڻ سان گڏ سنو ڊرامہ نگار بہ هو ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪافي مشهور بہ هو. سندس خيالات تمام اعليٰ هوندا هئا. اڪثر هو ڪيس فون ڪندو هو. رابيل محسوس ڪيو تہ هو سندس ويجهو اچڻ چاهيندو هو ۽ هن جي ذات ۾ دلچسپي وٺندو هو پرَ رابيل جي رويي سبب ڪيس ڪلي ڳالهائڻ جو موقعو نہ مليو هو پر پوءِ بہ هن هر طرح اهو ظاهر ڪيو هو تہ هو رابيل کي پسند ڪندو هو. رابيل سوچيو تہ هوءَ ڪا عام ڇوڪري ناهي ۽ هو بہ اعلي تعليم يافتہ ڪليل ذهن وارو ۽ رائيٽر هو، ان ڪري هوءَ هن سان شاديءَ جي موضوع تي ڳالهائي سگهي ٿي. هن سوچيو:*

*"آئون خود رياض کي شاديءَ جو پروپوزل ڇو نہ ڏيان؟"*

*ائين هن اهو بولڊ قدم کنيو ۽ هڪ دفعي هن سان ملي ۽ هن کان پڇيائين: "رياض توهان جي رويي مان مون کي محسوس ٿيو آهي تہ توهان مون کي پسند ٿا ڪريو."*

*"بلڪل! اها حقيقت آهي. آئون توهان کي پسند ڪريان ٿو، بلڪہ مون کي توهان سان محبت آهي."*

*"تہ پوءِ توهان منهنجي رشتي جي گهر ڇو نہ ٿا ڪريو؟"*

*"اڙي نہ! توهان سان شادي ڪرڻ بابت تہ ڪڏهن سوچيو بہ نہ آهي."*

*”تہ پوءِ توهان منهنجي ذات ۾ ايڏي دلچسپي ڇو وٺندا آهيو؟ توهان مون مان ڇا ٿا چاهيو!“*
*”فقط دوستي.“*
*”پر جنهن سماج ۾ اسين رهون ٿا، اتي عورت ۽ مرد وچ ۾ دوستي ممڪن ئي ڪونهي، انهن وچ ۾ يا تہ romance هوندو آهي يا وري فلرٽ.“*
*”دوستيءَ ۾ romance بہ تہ شامل هوندو آهي.“*
*”تہ ڇا توهان ڪنهن سان بہ شادي نہ ڪندا؟“*
*”بلڪل ڪندس ڇو نہ ڪندس.“*
*”تہ پوءِ آخر مون سان ئي ڇو نہ؟ ۽ توهان ئي تہ چيو آهي تہ توهان کي مون سان محبت بہ آهي.“*
*”اهڙيون محبتون ۽ دوستيون تہ اسان جهڙا مرد ڪندا ئي رهندا آهن. باقي شادي مون کي ڪنهن سادي سودي ۽ گهريلو ڇوڪريءَ سان ڪرڻي آهي. ڪنهن اهڙي ڇوڪريءَ سان نہ، جنهن جو تعلق ميڊيا جي ڪنهن شعبي سان هجي، نہ ئي فن و ادب سان، ڇوتہ منهنجي زال کي فقط منهنجو هئڻ گهرجي. اها پبلڪ پراپرٽي نہ هجي.“*

فنون لطيف سان لاڳاپيل اڪثر ڇوڪرين جي باري ۾ مڙدن جي راءِ اها هوندي آهي. جنهن جوبيان اڳ ۾ ڪيو ويو. انهيءَ ميدان ۾ مشهور ڇوڪرين کان مڙد گهٽو ڪري احساس ڪمتري محسوس ڪندا آهن. اهي تجربا شگفتہ سان گڏ بين خواتين جا بہ رهيا آهن.

شگفتہ هڪ طرف تہ مڙدن جي نفسياتي روين جي نشاندهي ڪئي آهي، اتي عورتن جي نفسياتي روين جو بہ باريڪ بينيءَ سان جائزو ورتو آهي. رابيل، جا هڪ طرف فيضان سان محبت جي جار ۾ ڦاسجي رهي آهي. بئي طرف هوءَ هن کان دوري بہ چاهي ٿي. هوءَ فيضان جو اوسيئڙو بہ ڪري ٿي پر ڪيس فون ڪرڻ جي همت نہ ٿي ڪري. رابيل هڪ بہ واٽي تي بيٺل اها عورت آهي جا اندروني طور ڪشمڪش ۾ مبتلا، ايندڙ پيار جي خوشبو جي متلاشي ۽ بئي طرف اهو خوف تہ انجام الائي ڇا ٿيندو؟

*”ائين وري ڪجهہ مهينا گذري ويا هئا. فيضان ساڻس رابطو نہ ڪيو هو، پر سندس ذهن ۾ هر وقت سندس ڳالهيون ۽ ساڻس گڏ گذاريل مختصر وقت جا مختلف منظر ذهن جي اسڪرين تي جلوه گر ٿيندا هئا. ڪڏهن تہ ڪيس ايڏي بيچيني محسوس ٿيندي هئي جو هوءَ نماز پڙهي*

*گهوڙها ڳاڙي پنهنجي رب کان دعا گهرندي هئي.“*

شگفته شاهه جي هن ناول جي اهم ترين ڳالهه مون کي سندس هيروئن جي چونڊ لڳي. عام طور ناولن ۽ فلمن ۾ هيروئنون ڪم عمر، نازڪ، غير شادي شده هونديون آهن ۽ جيڪي هر وقت پهرين ۽ آخري پيار جي ڳالهه ڪنديون آهن پر شگفته جي هيروئن هڪ پڙهيل ڳڙهيل نينگري آهي، جنهن جي هڪ شادي ناڪام ثابت ٿي آهي جنهن جو هڪڙو پٽ به آهي پر پيار جو مرهم ۽ پيار جو علاج هن کي حوصلو بخشي ٿو. زندگي ڏني ٿو ۽ هوءَ ڏکن جا گهاوَ وساري ويهي ٿي. شگفته پيار جي تمنا جي ڳالهه ڪئي آهي ۽ معاشري جي انهيءَ موقف کي رد ڪيو آهي ته پيار فقط غير شادي شدائن سان ڪجي يا وري فقط ڪچڙين ڪنوارين کي ئي محبت ڪرڻ جو حق آهي. هن زندگيءَ جي هن روپ کي حقيقت جي نظر سان ڏٺو آهي.

شگفته شاهه جي هن ناول ۾ جتي محبت ۽ پيار جي مسئلن کي آڏو رکيو ويو آهي. شادين جي مونجهارن تي قلم کنيو ويو آهي. مردن جي نفسيات بابت تذڪرو ڪيو ويو آهي. اتي هن دور جديد جي مسئلن جي به نشاندهي ڪئي آهي.

اسان جي قوم جو مسئلو اهو آهي ته جڏهن ڪا نئين شيءِ ايجاد اسان وٽ پهچي ٿي ته سڀ ماڻهو ان ڏانهن متوجهه ٿي وڃن ٿا ۽ پراڻين شين ۽ ايجادن مان سندن دلچسپي ختم ٿي وڃي ٿي. اسان وٽ ڪنهن دور جي پرنٽ ميڊيا ادب ۽ ريڊيو جو عام ماڻهن سان وڏو اثر رهيو ۽ انهن ميڊيمس اسان کي وڏا اديب، ڊرامه نگار، شاعر ۽ فنڪار ڏنا پر ٽي ويءَ جي ايندي ئي ماڻهن جي هڪ وڏي تعداد ٽي ويءَ کي پليڪار ڪندي، ريڊيو کي بلڪل وساري ڇڏيو ۽ پوءِ ڪيبل جو دور آيو آهي ته ماڻهن پنهنجا قومي چينل ڇڏي پرڏيهي چينل ڏسڻ شروع ڪري ڇڏيا آهن ۽ حالت اها آهي ته هاءِ وي تي سفر دوران اوهان ڏسندا ته ننڍن ننڍن ڳوٺن جي جهوپڙا هوٽلن ۾ به کٽن تي ويهي پيالن ۾ چانهن پيئندي عام ڳوٺاڻن جا ميڙاڪا ڪيبل جا چئنل ڏسڻ ۾ مصروف نظر ايندا. ٻئي پاسي وري انٽرنيٽ پڙهيل لکيل طبقي کي اهڙيءَ ريت گرفت ۾ ورتو آهي جو اڄ شهرن جي هڪ هڪ گهٽيءَ ۾ ڪمپيوٽر ڪورسز جا سينٽر ۽ نيٽ ڪيفيز کلي ويا آهن ۽ نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون انٽرنيٽ جا شوقين آهن، جڏهن ته ترقي يافته ملڪن ۾ به صورتحال اها آهي پر اهي سپيئي شيون هئڻ جي باوجود به

پرنٽ ميڊيا ۽ ريڊيو جي اهميت گهٽ ناهي ٿي، جنهن جو ثبوت ريڊيو ماسڪو، بي بي سي، وائس آف آمريڪا جي مقبوليت مان ملي ٿو ۽ اڄ به انهن ملڪن ۾ بهترين ادب لکجي ۽ ڇپجي ٿو ۽ اڄ به اتي Best Seller ڪتابن جي ڪمي ڪانهي.

شگفته شاهه جتي دور جديد جي مسئلن کان واقف آهي اتي هن سنڌ سونهاريءَ کي به وساريو ناهي، سنڌ جي ڏکن سورن جي ڳالهه ڪندي، اتي انهن ڏکن سورن جي ايڪسپوير بابت به نوان رخ ڏسيا آهن ته ڪهڙيءَ طرح عوام کي انهن ڏکن کان آگاهه ڪجي.

*”هڪ بيحد اسمارٽ ڇوڪري، جنهن جو چهرو انتهائي پرڪشش هو ۽ کلهن تائين ڪٽيل خوبصورت وار هئا، ميرون رنگ جي ساڙهيءَ ۾ انتهائي نفاست سان اسٽيج تي پهتي ۽ پوءِ اسٽيج تي لڳل اسڪرين تي ڪمپيوٽر جي مدد سان انتهائي مهارت ۽ اعتماد سان ڪمپيوٽر آپريٽ ڪندي فورم جي مختلف پروجيڪٽس بابت ڄاڻ ڏيندي رهي. سماجي حوالي سان جڏهن سنڌ جي ڏورانهن علائقن ۽ ٿر بابت Documentary فلمون ڏيکاريون ويون ۽ ٻڌايو ويو ته ڪيئن نه اڄ جي ايڏي ترقي يافته دور ۾ جتي سڄي دنيا هڪ Global Village ۾ تبديل ٿي رهي آهي، سنڌ جي ماڻهن کي پيئڻ لاءِ پاڻي به ميسر نه هو! ڏڪار ۽ بک جا ماريل انسان، انسان نه پر جڻ فقط هڏن جا پڃرا هئا ته ٻئي پاسي علاج جون سهولتون نه هئڻ ڪري، ڪيئن نه ماڻهو بي وسيءَ جي موت مري رهيا آهن! زندگيءَ جا اهي روپ حقيقت ۾ ڏسي رابيل جا لڱ ڪاندارجي ويا، بيو به گهڻو ڪجهه هو، عورت سان ٿيندڙ وحشيانه سلوڪ. بي گناهه ڏوهي جن کي جيلن ۾ رهندي سال گذريا... ۽ گهڻو گهڻو ڪجهه. رابيل اهڙي نموني جو پروگرام پهريون ڀيرو attend ڪيو هو جنهن ۾ فقط تقريرون ۽ لفاظي نه هئي، بلڪ ڪمپيوٽر جي استعمال ۽ جديد techniques وسيلي نوس حقيقتون بيان ڪيون ويون هيون.“*

شگفته شاهه جي شخصيت جو هڪ روپ شاعره به آهي ۽ هن ناول ۾ اها شاعره به موجود آهي،اها شاعره جنهن جي هڪ طرف ته جذبن سان شناسائي آهي ٻئي طرف جذبن جي Communication لاءِ هوءَ نئين دنيا جا وسيلا ڪتب آڻي ٿي.

*” هوءَ ڏينهن رات فيضان جي لاءِ دعائون ڪندي هئي، ڪيس ياد ڪندي هئي، هو سندس اونداهيءَ زندگيءَ ۾ روشنيءَ جو واحد ذريعو هو.*

*هو ڳوٺان موٽي آيو، ڪيس فون ڪيائين ۽ وڏيڪ ٻئي پيري ڳالهائڻ جو چئي وري فون نه ڪيائين. تڏهن هڪ رات وري رابيل جون*

آگريون ڪمپيوٽر جي Key Board تي هلندي ڪجهه خيال لفظن جي صورت ۾ تخليق ڪري وينيون. هن لکيو:

منهنجا سائين!

تون چوين ٿو:

"آئون سچو سارو تنهنجو آهيان."

آئون ڪيئن مڃان؟

ڇو ته

تون

ديوار جي

هن پار

لڳل اهڙا وَلُ آهين

جنهن

پنهنجون شاخون

منهنجي اڱڻ ۾ به

پکيڙيون آهن

۽ ان ول جي سهڻن گلن

منهنجي جيون کي

پيار جي

خوشبوءِ سان

واسي ڇڏيو آهي

پر... پوءِ به

اها حقيقت آهي ته

اسان جي وچ ۾

هڪ اڻ ڏٺل ديوار موجود آهي

ان لاءِ

توتي منهنجو وس نه آهي

حق نه آهي

ڇو ته

ان ول جون پاڙون

منهنجي اڱڻ ۾ نه پر

ديوار جي هُن پار

زمين ۾ کُتل آهن

آئون ڪيئن اعتبار ڪريان

ته تون

سچو سارو منهنجو آهين؟!!!

چو... ته...
خبر اٿم ته
تون ديوار جي هن پار
لڳل
روشنيءَ جو
اهو محور آهين
جنهن هُن پار
سان گڏ
منهنجي اڱڻ تي پڻ
پيار جي
روشني
گهورَ ڪئي آهي
۽ منهنجو جيون
جرڪائي ڇڏيو آهي
پر
خبر اٿم
ته
ان روشنيءَ کي
آئون
هميشه لاءِ
حاصل نه تي ڪري سگهان.
آئون ڪيئن مڃان...!!؟؟
ته
تون سچو سارو منهنجو آهين؟
چو ته....
سمجهان ٿي ته
تون منهنجو پيار آهين
اعتبار آهين،
تون منهنجي سگهه آهين
سپنو آهين
تون
مون لاءِ
سيڪجهه آهين
پر تون منهنجو
نصيب نه آهين...!!

*لکڻ بعد هن سندس دل جو اهو پيغام اِي ميل ڪري فيضان ڪي موڪلي ڇڏيو. ڪيس سندس موٽ جو شدت سان انتظار رهيو پر ٻئي پاسان مستقل خاموشي هئي.*

شگفته شاهه جو هي ناول ٽيليفونڪ گفتگوءَ تي ٻڌل آهي جنهن ۾ narration (بيان) گهٽ ۽ Conversation (گفتگو) زياده آهي، جنهن لاءِ شگفته شاهه ٻڌائي ٿي ته بنيادي طرح هي ناول، ريڊيو لاءِ لکيل ڊرامو هو، جيڪو هن سينيئر پروڊيوسر محمد انور هڪڙي (مرحوم) جي لاءِ لکيو هو پر پوءِ هن ان کي ناول جي روپ ۾ قسط وار "سرتيون" ۾ ڇپرايو.

بهرحال مجموعي طرح هي سادو سولو ناول پڙهڻ سان هر عورت هن جي لفظن ۽ گفتگوءَ ۾ ڪٿي نه ڪٿي پنهنجو عڪس ڏسي ٿي ۽ پنهنجي جذبن جي جهلڪ ضرور محسوس ڪري ٿي، خاص طرح اها عورت جنهن جو تعلق فنونِ لطيف يا ادب سان آهي يا وري ورڪنگ وومين آهي، هن کي هن ناول ۾ پنهنجو عڪس سئو فيصد نظر اچي ٿو.

**تنوير جوڻيجو**

# نيري رنگ ۾ رگيل رچنائون

شگفته شاهه گهٽين ئي خوبين جي مالڪ آهي. هن عوامي حلقن ۾ 80ع واري ڏهاڪي ۾ چترڪاريءَ وسيلي پنهنجي صلاحيتن جو اظهار ڪري ڏنو هو. اڳتي هلي هن ادب جي مختلف صنفن ۾ طبع آزمائي ڪرڻ سان گڏ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان ڪمپيئرنگ پڻ ڪئي. سندس بنيادي فيلڊ چترڪاري آهي پر اڄڪلهه هوءَ جنهن تيزيءَ سان لکي رهي آهي، ان مان اندازو لڳائي سگهجي، توته اڄڪلهه هوءَ بنهي اظهار جي ذريعن سان برابريءَ جي بنياد تي انصاف ڪري رهي آهي.

شعبو چاهي ڪهڙو ئي ڇو نه هجي پر مان انسان جي اندر هن جي ذات جا سچا پچا رنگ (سندس اصلي وصف) ضرور ڳوليندي آهيان. شگفته بنيادي طور تي هڪ بهترين انسان آهي، جنهن جي ذات ۾ سچائي، سادگي، محنت ۽ مثبت سوچ جا اهڃاڻ واضح طور تي ملن ٿا. شگفته جو اسٽار ٽارس (Taurus) آهي، جنهن مطابق اهڙا ماڻهو منطق، وجهه ۽ ثبوت کي ترجيح ڏيندا آهن. هو پنهنجو ڪم انفرادي طور تي ۽ آزادي سان ڪندا آهن، جنهن ۾ ڪنهن جو رخنو پسند نه ڪندا آهن. ٽارس جي خاص ڳالهه مضبوط قوت ارادي ۽ مقصد حاصل ڪرڻ جي ڏن پڻ آهي. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته 24 اپريل تي پيدا ٿيندڙ (مان سن نه ٻڌائڻ چاهينديس) ٽارس جو رنگ ultra marine يعني ڪٽرندڙ نيرو/ بلو آهي. نيري رنگ کي Colour of communication يا اظهار جو رنگ) به چيو ويندو آهي. ان رنگ جي حوالي سان Michele Bern hardt پنهنجي ڪتاب

Color strology ۾ لکي ٿو ته 24 اپريل تي پيدا ٿيندڙ (ان رنگ جي زير اثر) ماڻهو تخليقي ذهن جا مالڪ ۽ اعليٰ صلاحيتن جا مالڪ هوندا آهن، جن جو تعلق گهڻي ڀاڱي فنون لطيف سان ٿئي ٿو. سندن آواز به خوبصورت هجن ٿا. اهي ماڻهو مثبت روين کي پسند ڪندا آهن ۽ پاڻ به مثبت رهڻ چاهيندا آهن. دوستيءَ ۾ مخلص ۽ توجهه ڏيندڙ ماڻهن کي پسند ڪندا آهن. بلو رنگ پائڻ سان سندن تخليقي سگهه آزادي حاصل ڪرڻ ۽ روحاني قوتن کي وڌائڻ جو سبب بڻجندي. شگفته شاهه جي هڪ آرٽسٽ جي روپ ۾ شاهه جي سُرن کي سمجهڻ ۽ انهن شعرن جي چترڪاريءَ وسيلي تشريح ڪرڻ سندس روحانيت ڏانهن لاڙي کي نمايان ڪري ٿو. هونئن به مون اها ڳالهه محسوس ڪئي آهي ته پنهنجي لوڪ ورثي ۽ ڏاهپ سان لاڳاپيل ماڻهو ئي اهڙن روين ۽ سهڻي سوچ جا حامل ٿين ٿا. شگفته جي اکين ۾ به صوفياڻي تاثر جو عڪس نمايان آهي.

هر تخليقڪار جي پنيان هڪ اونداهو خلا (Chaos) موجود رهي ٿو. شايد اهو سندس کوجنا، سوالن ۽ گهرائيءَ مان پاڻمرادو پيدا ٿي پوندو آهي. نفسيات جي ڪتاب Mind waves جو مصنف لکي ٿو ته: دماغي پيچيدگيون ذهن ۾ خلا پيدا ڪن ٿيون. دماغ جيڪو ڪنهن به ذهني انتشار ۾ مبتلا آهي، اهو نارمل ذهن کان گهٽ فعال هجي ٿو. ان ڪري هو هڪ نارمل ماڻهوءَ کان قدرتي طور تي پاڻ کي منظم ڪرڻ لاءِ ڪم ڪري ٿو. اهو ذهني انتشار (Mental chaos) ئي آهي جيڪو تخليقي صلاحيتن کي اُڀارڻ جو سبب بڻجي ٿو. شگفته جي ذات ۾ تعميري سوچ کان علاوه ذات جي تنهائي جو Dillema گومگو جي ڪيفيت موجود آهي (اها ڪيفيت هر حساس انسان وٽ هر وقت موجود رهي ٿي). اها ڪيفيت ڪجهه

عرصو سندس ذات تي طاري رهڻ ڪانپوءِ سج جي روشنيءَ ۾ بدلجي وڃي ٿي، جو ته گهري اونداهيءَ ڪانپوءِ سج جو پهريون ڪرڻو ڌرتيءَ جي وشال مک کي چمندو آهي.

شگفته جي ناول ۾ موجود ڪردار ۽ انهن ڪردارن جو الميو زندگيءَ جي حقيقتن جي ويجهو محسوس ٿئي ٿو، ڪيس سماجي سرشتي ۾ موجود اوڻاين کي غير محسوس انداز سان بيان ڪرڻ جو ڏانءُ آهي، سندس ڪردارن جي ٻولي زندگيءَ جي ويجهو ۽ انهن ڪردارن جي ذهني استطاعت مطابق آهي، اهي ڪردار زندگيءَ جي ورو ڪڙ رستن تي پنهنجي وجود جي ڳولا سان گڏ انساني حقن ماڻڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهن. ڪتاب جي ٽائيٽل جيان ڳاڙهن گلن جي پس منظر ۾ ڪيترا ڪندا پڻ لڪل آهن، جيڪي تمثيلي طور تي سندس ناول جي ڪردارن ۽ انهن جي زندگيءَ جي تضاد کي نمايان ڪن ٿا، جو ته زندگيءَ جو نظام هڪ واضع تضاد تي قائم تيل آهي.

**شبنم گل**

## پنهنجي پاران

مون لکڻ جي شروعات 79-1978ع ۾ ڪئي. منهنجون ٻاراڻيون ڪهاڻيون "عبرت" ۽ "هلالِ پاڪستان" اخبار جي ٻارن جي صفحن ۾ ڇپيون. اڳتي مون لکڻ جي سلسلي کي جاري نه رکيو. 1987ع کان جڏهن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان پروگرام ڪرڻ شروع ڪيم ته هڪ پيري پروڊيوسر الاهي بخش ٻانيڻ کي ٻڌايم ته مون ڪنهن وقت ٻارن لاءِ ڪهاڻيون لکيون هيون. ڪجهه ڏينهن بعد جڏهن هن پنهنجي پروگرام ۾ "گيتن پري ڪهاڻيءَ" جو سلسلو شروع ڪيو ته مون کي به ڪهاڻي لکڻ لاءِ چيائين. مون کي يقين نه هو ته آئون ڪا چڱي ڪهاڻي لکي سگهنديس ۽ اها ريڊيو تان نشر ٿي سگهندي. پوءِ ان مهل بي يقيني ۽ خوشيءَ جا مليل جليل احساس هئا، جڏهن منهنجي لکيل ڪهاڻي ريڊيو تان نشر ٿي. 1989ع ۾ ادا زيب سنڌي ريڊيو حيدرآباد تي پروڊيوسر ٿي آيو ته مون ڪيس پنهنجي لکيل هڪ ڪهاڻي ۽ ڪجهه آزاد نظم ڏيکاريا ته هن نه صرف منهنجي همت افزائي ڪئي پر منهنجي نئين دور جي پهرين ڪهاڻي، "پيڻ" سنڌس ئي معرفت هڪ رسالي ۾ ڇپي ۽ پوءِ هن به مون کان ڪجهه گيتن پريون ڪهاڻيون لکرايون. ائين پوءِ هڪ سلسلو شروع ٿي ويو. گل حسن قريشي، نصير مرزا ۽ ٻين جي همٿ افزائيءَ تي ريڊيو لاءِ گيتن پرين ڪهاڻين کانسواءِ فيچر ۽ ڊرامه به لکندي رهيس. آئون خوشنصيب هئس جو منهنجيون لکڻيون ريڊيو تان اڳ نشر ٿيون ۽ ڇپيون بعد ۾. سچ پچ ته جيڪڏهن مون کي اهي ماڻهو نه ملن ها، جن نه فقط مون جهڙي ڏُکئي مزاج واري ماڻهوءَ کان گهڻو ڪجهه لکرايو پر انهن جو رويو مون سان ايڏو ته شفيق رهيو جو سڄا سارا ٽي سال ريڊيو تان باقاعده ڪمپيئرنگ به ڪندي رهيس ۽ گڏوگڏ لکڻ جو سلسلو

بہ جاري رکيو. مون کي ريڊيو تي ٻيا جيڪي مهربان پروڊيوسر ۽ ساٿي ڪمپيئر مليا، جن مون کي بي حد عزت ۽ احترام ڏنو، انهن ۾ علي نواز خاصخيلي، انور هڪڙو، محمود مغل، مختيار انڙ، رميش ڪمار ۽ آپا تنوير جوڻيجو شامل آهن. ريڊيو کان علاوه آرٽ ۽ ادب جي سفر ۾ مون کي جيڪڏهن عبدالغني درس (مرحوم) غفور ڪريمي، شبنم گل، گل بدن جاويد، طارق عالم، منصور عالم ابڙو (مرحوم)، لطف علي انصاري، عبدالحفيظ ابڙو ۽ ظفر عباسيءَ جهڙا مهربان ساٿي نہ ملن ها، جن مون سان سفر ۾ ڀرپور سهڪار ڪيو، تہ شايد آئون اڄ هن مقام تي نہ هجان ها. گهر وارن پڻ مون کي هر قدم تي ڀرپور support ڏني ۽ ڪڏهن بہ منهنجي صلاحيتن کي نہ دٻايو.

وقت گذرڻ سان نوڪريءَ سان گڏوگڏ B.E.d ۽ M.E.d ڪرڻ سبب مصروفيت ايڏي وڌي جو ريڊيو چڏڻو پيو پر گل بدن جي هجت ۽ "سرتيون" جو پليٽ فارم مون کان لکرائيندو رهيو. ٻين هنڌن بہ منهنجيون لکڻيون ڇپجنديون رهيون.

ڪجهہ سال اڳ هڪ پروگرام ۾ انٽرويو ڏيڻ لاءِ ريڊيو تي ويس تہ (مرحوم) انور هڪڙي سان ملاقات ٿي، جنهن ريڊيو کي وسارڻ جو ڏوراپو ڏنو ۽ پوءِ نہ فقط مون کان سندس پروگرام ۾ ڪمپيئرنگ ڪرڻ جو واعدو ورتائين پر هڪ ڊرامو لکڻ لاءِ پڻ چيائين. اها سندس ئي صلاح هئي تہ مون کي "آرٽ" جي موضوع تي ڊرامو لکڻ گهرجي، تڏهن مون کيس ٻڌايو هو تہ گل حسن قريشي منهنجو لکيل ڊرامو "اڌوري تصوير"، جنهن جو مک ڪردار هڪ آرٽسٽ هو، ٻن حصن ۾ پروڊيوس ڪري نشر ڪري چڪو هو، تڏهن هن چيو تہ پوءِ هاڻي مون کي مک ڪردار طور هڪ عورت آرٽسٽ کي کڻڻ گهرجي. مون واعدو ڪيو ۽ پوءِ جڏهن لکڻ ويٺيس تہ خبر پئي تہ ڪهاڻي گهربل صفحن ۾ نہ پئي سمائجي سگهي، تڏهن مون کيس فون ڪري اها ڳالهہ ٻڌائي تہ هن چيو تہ پلي ڪهاڻي ڊگهي ٿئي، هو ان کي ٻن حصن ۾ پيش

ڪندو. نيٺ جڏهن ڊرامو لکي پورو ڪيم تہ اندازو ٿيو تہ گهڻ
۾ گهڻ ٽن قسطن ۾ ڊرامو پورو ٿيندو. تڏهن وري انور هڪڙي
کي اها ڳالهہ ٻڌايم تہ هن مايوس ٿي معذرت ڪندي چيو تہ ٽن
حصن جيترو (يا هڪ مِني سيريل) جيتري بجٽ ئي ڪونهي. اها بہ
خبر پئي تہ جنهن پروگرام لاءِ هن مون کي ڪمپيئر طور ڪڻڻ
پئي چاهيو، اهو پڻ ڪنهن ٻئي کي ڏنو ويو هو. ائين ڪمپيئرنگ
بہ اتي رهي ۽ ڊرامي جو اسڪرپٽ بہ. ان ڳالهہ کي سال کن ٿي
ويو. جڏهن گرمين جون ٻن مهينن جون موڪلون مليون تہ
سوچيم تہ ڇو نہ ڊرامي کي re-write ڪري ناول جي شڪل ڏيان.
ادب ۾ ناول ۽ آتم ڪهاڻيون منهنجو پسنديده موضوع آهن، ان
لاءِ ئي پنهنجي P.h.D ٿيسز لاءِ آتم ڪهاڻين جو موضوع ڪنيو اٿم.
مون کي هميشہ کان خواهش رهي تہ ناول بہ لکان، سو ڊرامي ۾
ڪجهہ تبديليون ۽ واڌارا ڪري ان کي ناول جو روپ ڏنو اٿم.
پهرين ڪوشش آهي، ان ڪري يقيناً ڪميون بيشيون هونديون.
هن ناول جي ڪهاڻي فرضي آهي پر ڪهاڻيءَ کي support ڪندڙ
ڪجهہ واقعا، ڪردار ۽ situations بلڪل حقيقي آهن. منهنجي
سيني تحريرن ۾ گهڻو ڪري اهو ئي ڪجهہ هوندو آهي، جيڪو
يا تہ مون خود ڏٺو آهي يا ڪنهن کان ٻڌو آهي. سو اميد آهي تہ
منهنجي تحرير جون اوڻايون نظرانداز ڪري فقط اهو ڏسندا تہ
هن ۾ اسان جي سماج جون ڪجهہ حقيقتون موجود آهن.

مون پنهنجي ناول جي ڪهاڻيءَ لاءِ عام روايتي، نوجوان ۽
حسين هيروئن جوانتخاب ڪرڻ بجاءِ neglect ٿيل طبقي جي
عورت جي ڏکن سکن، جذبن ۽ protection جي خواهش کي
موضوع بڻايو آهي. عورت باصلاحيت آهي مگر سماج هن کي ان
ڪري نظر انداز ڪري ٿو جو يا تہ بيواهہ/ طلاق يافتہ يا وري عمر
۾ ميچوئر ٿي وڃي ٿي. ڇا مرد کي هر عمر ۾، زندگيءَ جي هر
دور ۾ پيار ۽ توجهہ جي گهرج نہ هوندي آهي؟ جڏهن سندس اهو
حق تسليم ڪيو ٿو وڃي ۽ ڪنهن بہ عمر ۾ هو شادي ڪري ٿو

سگهي ۽ ٻه ٻه، ٽي ٽي دفعا شادي ڪري ٿو سگهي ته ڇا عورت انسان ناهي؟ پوءِ هن کي بيواهه ۽ طلاق يافته هئڻ جي صورت ۾ تنها ڇو ٿوڪيو وڃي؟ نفسياتي مريضه ڇو ٿو بنايو وڃي؟

اسان جي سماج ۾ مذهبي حوالي سان ٻن قسمن جا طبقا آهن. هڪ طبقو مذهب جي تمام ويجهو آهي. پوءِ به ان طبقي سان لاڳاپيل مذهبي لاڙو رکندڙ ۽ مذهبي اڳواڻ عورت جي ان حق لاءِ آواز نه اٿاريندا آهن، جيڪي اسلام کيس ڏنا آهن. عورت کي جيتري protection مذهب اسلام ڏني آهي، اوتري ڪنهن به هيومن رائيٽس جي چارٽر ناهي ڏني. (يا اسلام اچڻ کان تمام پوءِ ڏني) قرآن پاڪ ۾ بيواهن سان شادي ڪرڻ، انهن جي جلد شادي ڪرڻ جي تلقين ڪيل آهي پر هندن سان صديون گڏ رهڻ سبب اسان وٽ به نندڙي وهيءَ ۾ بيواهه ٿيندڙ ڇوڪريءَ جي سڄي حياتي بي رنگ گذرندي آهي، ڄڻ هوءَ انسان نه هجي. عورت کي هر برائيءَ جي جڙ سمجهندڙ ۽ اسان جا مذهبي اڳواڻ ان مهل هڪ مذمتي بيان به نه ڏيندا آهن، جڏهن نه ته عورتن کي مذهبي حوالي سان ميراث مان حق ڏنو ويندو آهي، نه ان وقت جڏهن کين ڪاري ڪري ماريو ويندو آهي. (جڏهن ته قرآن پاڪ ۾ ان بابت واضع احڪام موجود آهن) ايستائين جو ان وقت به مذمت نٿا ڪن جڏهن کين قبيلي جي روايتن جي آڙ ۾ زنده دفن ڪيو ٿو وڃي. ڇا اهي قبيلا ۽ سندن روايتون اسلامي ڇئبا؟

ٻيو طبقو مذهب کان گهڻو پري آهي ۽ ڪي ته مذهب جي مذاق بنائيندا آهن. پوءِ به انهن مغرب زده ذهنن يا لامذهب خيال رکندڙن کي اهو نظر نٿو اچي ته يورپ ۽ آمريڪا ۾ عورت/ مرد جي 30 ۽ 40 واري عمر کي وڏو نٿو سمجهيو وڃي. ان عمر ۾ ته ڇا پر هو ته 50 ۽ 60 ۾ به شاديون ڪن ٿا، پوءِ اسان وٽ عورت 30 ۾ اچي ٿي ته اهو ڇو ٿو سمجهيو وڃي ته هاڻي هوءَ شادي نه ڪندي. يورپ ۽ آمريڪا ته ڇا اسلامي ملڪن سعودي عرب، ترڪي ۽ ايران وغيره ۾ به عورتون هڪ شاديءَ جي ناڪاميءَ کان

پوءِ يا بيواهه ٿيڻ بعد يڪدم ٻي شادي ڪري ٿي، پوءِ اسان وٽ ان کي عيب ڇو ٿو سمجهيو وڃي؟ منهنجو موضوع شادي ناهي پر ان عورت جا جذبا، احساس، خوف ۽ انديشا آهن، جنهن کي سماج وساري ٿو ڇڏي. منهنجي ناول جو هيرو ۽ هيروئن روايتي ناهن بلڪ اهي روايت کي ٽوڙي نيون راهون تلاش ڪرڻ چاهين ٿا، مثبت راهون ۽ محبت جي ان روحاني واٽ تي هلن ٿا جيڪا شاهه لطيف جي/ سنڌ جي صوفين/ بزرگن جي ڏسيل آهي... نفساني خواهشن کان آجي عشق جي واٽ. نوجوان ۽ روايتي هيروئن جو عشقيه داستان لکڻ ته تمام سولي ڳالهه آهي* پر مون انهن ڪردارن ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ چاهيو آهي، جيڪي پنهنجي صلاحيت سميت فقط ان ڪري مايوسيءَ جو شڪار ٿي وڃن ٿا ڇوته سندن نفسياتي، جذباتي ۽ سماجي مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ ڪير سندن مدد نه ڪندو آهي. مون ڪجهه سوال ڇڏيا آهن، انهن جا جواب هن سماج کي ئي ڳولهڻا آهن.

**شگفته شاهه**
**10 سيپٽمبر 2008ع**
**حيدرآباد (سنڌ)**

(*اڪثر ماڻهو پنهنجي نفساني خواهشن کي عشق/ محبت جو نالو ڏيندا آهن.)



**شام** آسمان تي گلابي ۽ سُرمائي رنگ هارڻ لڳي. هيءَ اونهاري جي هڪ خوشگوار شام هئي. ٿڌڙي هوا وڻن جي پتن ۽ ٻوٽن ۽ گلن سان ڇڙ راند ڪري رهي هئي. پَريان ڪوئل جي اينڊڙ ڪُو ڪو جو آلاپ ۽ جهرڪين جي چُون چُون هر انسان کي فطرت جي انهن خوبصورت رنگن ڏانهن متوجهه ڪري رهيون هيون، ڪنهن دور جي فطرت جي شيدائي ۽ فطرتي نظارن تي خوبصورت Paintings ٺاهيندڙ، هن ڌرتيءَ جي مشهور ۽ مقبول آرٽسٽ رابيل پنهنجي ڪمري جي دريءَ وٽ بيٺل هئي. ڏهه سال اڳ جي امنگن، جذبن ۽ زندگيءَ سان ڀرپور ڇوڪري رابيل هاڻي جوان عورت بڻجي چڪي هئي. ڪيس پاتل پيلي رنگ جي وڳي ۽ چهري تي وکريل اداسي ۽ اکين ۾ سمايل ويرانيءَ ۾ اڳوڻي رابيل جو ذرو به عڪس نظر نٿي آيو. دريءَ کان ٻاهر لان ۾ فطرت جي سهڻن رنگن به ڪيس متوجهه نه ڪيو هو. ايسٽائين جو هوءَ ته سندس ڪمري ۾ آهستي آهستي پکڙجڻ واري اونداهيءَ کان به بي پرواهه ٿي لڳي. اوچتو سندس ڪمري ۾ رکيل فون جي گهنٽيءَ تي هوءَ پنهنجن خيالن مان نڪري آئي. هوءَ بي جان قدمن سان هلندي فون جي ڀرسان آئي ۽ بي دليءَ سان ”هيلو“ چيائين.

”هيلو! مون کي محترمه رابيل صاحبه سان ڳالهائڻو آهي.“ ٻئي پاسي کان هڪ مرداڻو آواز ٻڌي رابيل حيران ٿي وئي، ڇو ته اهو آواز هن لاءِ اجنبي هو. هن جواب ڏنو:

”جي...! آئون رابيل پئي ڳالهايان. توهين... ڪير... ٿا ڳالهايو؟“

"السلام عليڪم! منهنجو نالو فيضان احمد آهي. مون هڪ ادبي، ثقافتي ۽ سوشل ورڪ لاءِ فورم ناهيو آهي. منهنجي هن فورم جو مقصد هڪ تہ معياري ادبي ماهوار رسالو ڪڍڻ آهي. ان سان گڏوگڏ وقت بہ وقت ادبي، ثقافتي ۽ سوشل ورڪ متعلق پروگرام ڪرائڻ بہ آهي، تہ جيئن اسين پنهنجي نئين نسل کي هڪ پاسي پنهنجي زبان، ادب، ڪلچر ۽ سماجي مسئلن جي حل لاءِ جاکوڙڻ جو شوق پيدا ڪريون. ان سلسلي ۾ مون ڪافي علمي، ادبي، ثقافتي ۽ بين شعبن جي اهم ماڻهن سان رابطو ڪيو آهي. مون کي توهان جي تعاون جي بہ ضرورت آهي."

"پر... آئون نہ تہ ليکڪ آهيان ۽ نہ ئي سوشل ورڪر. آئون توهان جي ڪهڙي مدد ڪري ٿي سگهان؟" رابيل چيو.

"جي، مون عرض ڪيو نہ تہ هيءَ فقط ادبي ۽ سوشل ورڪ جي تنظيم ناهي، پر ثقافتي تنظيم بہ آهي ۽ جيئن تہ توهان يونيورسٽيءَ جي فائن آرٽس جي شعبي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر بہ آهيو ۽ توهين هن ڌرتيءَ جون هڪ سٺيون آرٽسٽ بہ آهيو. ان لاءِ منهنجي ذهن ۾ اهو Idea هو تہ آئون جيڪو (علمي ۽ ادبي) رسالو پيو ڪڍان، ان ۾ علميَ ۽ ادبي مواد سان گڏوگڏ سنڌ جي آرٽ جي حوالي سان بہ مواد رکڻ چاهيان ٿو. هي واحد سنڌي رسالو هوندو، جنهن ۾ آرٽ جي موضوع تي مضمون، مقالا ۽ آرٽسٽن جي ناهيل تصويرن بابت مضمونن کان علاوه سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٿيل تصويرن ۽ هُنري نمائشن ۽ فنڪارن جي سرگرمين جي رپورٽن کان علاوه فنڪارن جا انٽرويو پڻ شامل هوندا."

اهو ٻڌي ٿوري دير لاءِ رابيل جي اندر جڻ زندگيءَ جي لهر لُڇي وئي.

"آئيڊيا تہ تمام بهترين آهي، پر توهان کيَ ان جو خيال ڪيئن آيو؟

"رابيل صاحبہ! توهان شايد ادب جي حوالي سان منهنجو

ناليِ ٻڌو هجي. آئون هڪ ڪهاڻيڪار آهيان، پر مون ڪافي سفرناما بہ لکيا آهن. ڇو تہ مون زندگيءَ ۾ ڪافي سير ۽ سفر ڪيا آهن. هينئر بہ آئون سنجن ڇهن سالن کان پوءِ آمريڪا مان واپس وطن آيو آهيان. ٻاهر ترقي يافتہ ملڪن ۾ آرٽ کي بيحد اهميت ڏني ويندي آهي، پر بدنصيبيءَ سان اسان وٽ فن ۽ فنڪارن جو قدر ڪونهي، سو بس ائين خيال آيم تہ هڪ اهڙو فورم ناهجي، جيڪو پنهنجي ادبي، سماجي ۽ ثقافتي سرگرمين سان عام ماڻهن ۾، خاص طور تي نئين نسل ۾ ادب، پنهنجي ٻوليءَ ۽ فن سان چاهہ پيدا ڪري ۽ ائين اها روايت بہ پوي تہ هو پنهنجن مهان اديبن، شاعرن، مفڪرن ۽ فنڪارن کي بہ سڃاڻي سگهن، ڇو تہ هي دور ٽيڪنالاجي ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جو دور آهي ۽ انٽرنيٽ ۽ ڪيبل وسيلي هڪ پاسي تہ اسان جا نوجوان يڪدم دنيا جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ ٿيل واقعي کان تہ باخبر ٿي ٿا وڃن ۽ دنيا جي مختلف قومن جي اهم شخصيتن کي سڃاڻن ٿا، پر بدنصيبيءَ سان پنهنجي زبان ۽ ڌرتيءَ جي عظيم ماڻهن بابت ڪين ڪابہ ڄاڻ ڪانهي... سوري توهان بور تہ نہ پيون ٿيو...؟ آئون شايد گهڻو ڳالهائي ويس!"

رابيل جي اندر ۾ پيدا ٿيل زندگيءَ جي لهر ڄڻ ڪن پل ۾ ختم ٿي وئي ۽ وري ياسيت پسند رابيل جاڳي پئي. هن بيزاريءَ مان چيو:

"پر... آئون توهان لاءِ ڇا ٿي ڪري سگهان؟"

"دراصل يونيورسٽيءَ جي فائن آرٽس جي شعبي ۾ هونئن تہ ڪيترائي استاد آهن پر آرٽ جي ميدان ۾ انهن جو ڪو گهڻو Contribution ڪونهي، جڏهن تہ توهان ان سلسلي ۾ ڪافي ڪم ڪيو آهي ۽ توهان جي تصويرن جون نمائشون ڪافي تعداد ۾ ٿيل آهن. ان کان علاوه آرٽ جي حوالي سان توهان جي هڪ منفرد سڃاڻپ رهي آهي ۽ الاءِ ڇو مون کي يقين آهي تہ آرٽ جي حوالي

سان مون کي جهڙي نموني جو ماڻهو گهرجي ٿو، ان جون سڀ خوبيون توهان ۾ موجود آهن ۽ توهان جي ساٿ سهڪار سان منهنجو ڪم الاهي آسان ٿي ويندو. ڇا توهان پنهنجي قيمتي وقت مان ڪجهه وقت ڪڍي سڀاڻي منهنجي آفيس اچي سگهنديون؟"

رابيل جي دل چيو ته يڪدم صاف لفظن ۾ کيس "نه" چوي، پر الاءِ ڇو هوءَ کيس سختيءَ سان جواب نه ڏئي سگهي. هن نرم لهجي ۾ چيو:

"ڏسو فيضان صاحب! اول ته مون کي الاهي سال ٿيا آهن ته آئون سوشل نه رهي آهيان. منهنجي تصويرن جي آخري نمائش کي به ڏهه سال ٿيا هوندا ۽ ان سڄي عرصي ۾ مون ڪابه نئين Panting ناهي ٺاهي، نه ئي مون کي اهڙا خبر آهي ته اڄڪلهه ڪهڙا آرٽسٽ ڪم پيا ڪن. مون پاڻ کي فقط آرٽ جي استاد جي حوالي سان محدود ڪري ڇڏيو آهي. منهنجي زندگيءَ جي رواني فقط گهر کان يونيورسٽي ۽ يونيورسٽيءَ کان گهر تائين آهي. مون سماجي حلقن ۾ اٿڻ ويهڻ عرصي کان ڇڏي ڏنو آهي... آئون.... شايد توهان..."

فيضان سندس ڳالهه اڌ مان ڪٽيندي چيو: "پليز...! رابيل صاحبه! آئون توهان جو فقط ٿورو وقت وٺندس. سڀاڻي فقط ڪجهه دير لاءِ اچي وڃجو."

رابيل پريشان ٿي سوچيو، هي ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي، هن تي منهنجي بي رخيءَ جو ڪو اثر ئي نٿو ٿئي، نيٺ هن فقط جند ڇڏائڻ لاءِ چيو:

"ڏسو فيضان صاحب! آئون ڪوبه واعدو نٿي ڪريان. البت اچڻ جي ڪوشش ڪنديس."

"ٿئنڪ يو. منهنجي لاءِ ايترو ئي ڪافي آهي." فيضان کيس سندس آفيس جي ايڊريس سمجهائي ۽ پوءِ فون بند ڪري ڇڏيو.

"عجيب شخص آهي...!" رابيل فون رکندي سوچيو.



ٻئي سڄي ڏينهن يونيورسٽيءَ ۾ ۽ گهر اچڻ کان پوءِ به رابيل جي ذهن تي فيضان سان ڪيل واعدي بابت بوجهه هو. اهو ته طئه هو ته ڪيس فيضان سان ملڻو ئي نه هو، ان ڪري هوءَ پريشان هئي ۽ پوءِ حسبِ روايت سڪون جي ٽيبليٽ کائڻ کان پوءِ هوءَ سُتي ته ساڍي ڇهين وڳي گلان جي سندس رائٽنگ ٽيبل تي چانهه جي مگ جي رکڻ جي کڙڪي تي اک کلي. فريش تي هٿ منهن ڌوئي چانهه جو مگ هٿ ۾ کڻي، هوءَ ڊريءَ پرسان پيل ڪرسيءَ تي ويهي چانهه پيئڻ سان گڏوگڏ خالي خالي نظرن سان ٻاهر لان ۾ به ڏسندي رهي. اوچتو ٽيليفون جي گهنٽيءَ خاموشيءَ جي حصار کي ٽوڙي ڇڏيو.

”هيلو!“ رابيل فون جو رسيور کڻي چيو.

”رابيل صاحبه! فيضان پيو ڳالهايان. مون اڄ سڄو ڏينهن توهان جو انتظار ڪيو، پر توهان آيون ئي ڪونه.“

رابيل ڪنفيوز ٿي وئي. ڪيس ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو ته ڇا بهانو ڪري. هن چيو:

”ها!... هُو... دراصل ڪجهه مصروفيت هئي... ان ڪري.“

”آئون ساڍي ستين تائين آفيس ۾ ويهندو آهيان. هينئر به اچي سگهو ته مهرباني ٿيندي.“

”جي...! ڏسان... ڪوشش ڪريان ٿي.“ رابيل اهو چوندي فون رکي ڇڏيو ۽ ڪيس پنهنجو پاڻ تي ڪاوڙ آئي ته آخر هوءَ صاف انڪار ڇو نٿي ڪري. الائي ڇو، هي شخص جيڪو سندس لاءِ بنهه اجنبي هو، سندس زندگيءَ سان ڀرپور ۽ خوبصورت آواز ۾

ايڏي تہ پنهنجائپ هئي جو هوءَ چاهڻ جي باوجود ساڻس رکي نموني پيش نہ اچي سگهي. هن جي جاءِ تي جيڪڏهن ڪو ٻيو هجي ها تہ هوءَ ڪيس سختيءَ سان جواب ڏئي ڇڏي ها شايد.

پنهنجي ڌيان کي ٻئي پاسي ڪرڻ لاءِ هوءَ ڪمري مان نڪري ورانڊي ۾ آئي. سندس ماسي گلان، ڪي رات جي مانيءَ لاءِ سمجهائي رهي هئي. گلان بابا پيروءَ جي ٻيوه ڌيءَ هئي، جيڪا هاڻي پنهنجي ٻارهن سالن جي پٽ سميت بابا پيروءَ سان گڏ رابيل جي گهر ۾ رهندي هئي. بابا پيرو ۽ سندس ڏهٽو شفيع عرف "شفن" باغ کي سنڀالڻ، گهر جو ننڍو وڏو ۽ ٻاهر جو ڪم ڪندا هئا. گلان گهر جو ڪم ۽ رڌي پڪي ڪندي هئي. رابيل جي ماسي رابيل جي پرسان پيل ڪرسيءَ تي ويهي عادت موجب اوڙي پاڙي ۽ جڳ جهان جون ڳالهيون ڪرڻ لڳي ۽ هوءَ بہ عادت مطابق بي ڌيانيءَ سان سندس ڳالهيون ٻڌندي فقط "هون... ها" ڪندي رهي. مغرب جي بانگ اچڻ کان پوءِ سندس ماسي نماز پڙهڻ جي تيارين ۾ لڳي وئي. گلان ۽ شفن ڪچن ۾ رات جي مانيءَ جي تيارين ۾ مصروف ٿيا ۽ رابيل اتي ئي ورانڊي ۾ ويٺي رهي. سندس سوچون وري الائي ڪيڏانهن ڪيڏانهن ڀٽڪڻ لڳيون. ڪيس وقت جو اندازو ئي نہ ٿيو تہ ڪيئن گذري ويو جو اوچتو سندس ڪمري مان اينڊڙ فون جي گهنٽيءَ ڪيس متوجهہ ڪيو. هن ڪمري ۾ اچي فون جو رسيور کڻي "هيلو." چيو.

"رابيل صاحبہ! توهين ڇو نہ آيون؟ مون ڏاڍو انتظار ڪيو."

"اوهہ!... فيضان صاحب، ڇا توهين اڃا تائين آفيس ۾ ويٺا آهيو؟!"

فيضان انتهائي ڏک مان چيو: "رابيل صاحبہ! توهان شايد مون کي انهن مردن مان سمجهيو آهي، جيڪي اهڙي نموني عورتن سان فري ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. شايد ان لاءِ ئي توهان مون کي Ignore پيون ڪيو. مون توهان جي سخت رويي ۽ Reserve رهڻ واري عادت لاءِ اڳ ۾ ئي گهڻو ڪجهہ ٻڌو آهي، پر يقين ڪريو، مون کي سچ پچ توهان جي لاءِ بيحد عزت آهي، منهنجي دل ۾، ۽ آئون

جيڪو ڪم ڪرڻ گهران ٿو، اُهو توهان جي ساٿ ۽ سهڪار کان سواءِ شايد ئي ٿي سگهي!"

رابيل کي هي شخص الائي ڇو ٻين کان مختلف لڳو. ڪيس پنهنجي ورتاءَ تي ڪجهه شرمندگي به ٿي ته هو سندس انتظار ڪندو رهيو ۽ هن رڳو ڪيس Sorry به نه چيو.

"فيضان صاحب! سچ پچ به مون توهان جي ڳالهين کي سنجيدگيءَ سان نه ورتو هو، پر هاڻي لڳي ٿو ته ٽائيم ڪڍڻو ئي پوندو. سڀاڻي آئون ضرور اينديس. اهو منهنجو واعدو آهي."

"ٿئنڪس! آئون توهان جو بيحد ٿورائتو رهندس ۽ توهان جو انتظار ڪندس."

رابيل فون رکي گهرين سوچن ۾ ٻڏي وئي.



ٻئي ڏينهن تي رابيل کي يونيورسٽيءَ مان جلدي واندڪائي ملي تہ يارهين وڳي هوءَ فيضان جي آفيس ڏانهن رواني ٿي. سڄي رستي تي هوءَ سندس شخصيت بابت خاڪا ناهيندي رهي. ڇا هو واقعي پنهنجي لهجي ۽ آواز جيان پاڻ بہ سنو هوندو يا هڪ عام سنڌي ليڪڪ وانگر سادو سودو ۽ "سنڌي اسٽائيل بندو"! ۽ جنهن وقت هوءَ فيضان جي آفيس ۾ داخل ٿي تہ ٽيبل جي ٻئي پاسي هڪ پينٽ شرٽ پاتل ۽ سني شخصيت وارو بندو ڪيس ڏسي ڪرسيءَ تان اٿي بيٺو. رابيل ٿورو ڪنفيوز ٿي چيو:

"آئون... رابيل... آهيان."

"السلام عليڪم...! آئون فيضان احمد آهيان. Have a seat Please!"

هو ڏسڻ ۾ چوٽيهن پنجٽيهن سالن جو ٿي لڳو. رابيل ويهي رهي تہ پوءِ هو بہ ويٺو. رابيل کي سندس شخصيت سني لڳي. ان ڪري نہ تہ هو ڪو هينڊسم هو، پر مجموعي طور تي سندس شخصيت پرڪشش هئي. نہ رڳو ڪيس ڪپڙي پائڻ جو ڍنگ هو، پر ڪيس سنو ڳالهائڻ بہ ايندو هو. ٿوري دير ۾ هو رابيل کي رليڪس ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ ڪيس پنهنجي تنظيم بابت ڪافي ڄاڻ ڏنائين، جڏهن ڪيس پنهنجي فورم جي ميمبرن جي لسٽ ڏيکاريائين تہ رابيل اهو ڏسي حيران ٿي وئي تہ انهن ۾ نہ فقط اديب، شاعر، دانشور ۽ آرٽسٽ هئا، پر ڪيترائي پرجوش نوجوان ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا بہ هئا، جن جو تعلق ميڊيڪل، انجنيئرنگ ۽ I.T جي شعبي سان پڻ هو. خود فيضان آمريڪي

لهجي واري سنڌيءَ ۾ انگريزي ڳالهائي رهيو هو. پوءِ جڏهن اڄ کان ڏهه ٻارنهن سال اڳ واري رابيل به جاڳي پئي ۽ ڪيس پنهنجي ڪم کان علاوه آرٽ ۽ ڪيترن آرٽسٽن بابت ڄاڻ ڏيندي رهي. جڏهن هوءَ ڳالهائي رهي هئي ته فيضان هن کي انتهائي ڌيان سان ڏسي ۽ ٻڌي رهيو هو. ائين ڪولڊ ڊرنڪس پيئندي ۽ Discussion ڪندي به ٽي ڪلاڪ الائي ڪيئن گذري ويا! رابيل کي ڪا خبر ئي نه پئي.

”رابيل صاحبه! آئون سچ پچ ته توهان جو ٿورائتو آهيان، جو توهان پنهنجي قيمتي وقت مان ڪجهه وقت ڪڍي هتي آيا ۽ مون سان بيحد ڪارائتي Discussion ڪئي. مون کي ته اڳ ۾ ئي يقين هو ته اوهان منهنجي لاءِ بيحد مددگار ثابت ٿي سگهو ٿيون.“

”فيضان صاحب!توهان ته شرمندو ٿا ڪريو. آئون هونئن ئي شرمساري محسوس پئي ڪريان ته مون شروع ۾ اوهان کي سٺو ريسپانس نه ڏنو. دراصل مون کي خود آرٽ جي سرڪل کان الڳ ٿئي، ڪئين سال گذري ويا آهن ۽ نه ئي آئون هاڻي سوشل رهي آهيان. آئون جڏهن سيني کان الڳ ٿي وئي آهيان، ان ڪري ئي مون ٽنايو پئي ۽ سچ پچ ته هاڻي مون کي ڪنهن به ڳالهه سان دلچسپي ناهي. مون کي Paintings ناهيندي به سال ٿي ويا آهن!“

”ان جو سبب؟“

فيضان جي سوال تي رابيل جي چهري تي هڪ اداس رنگ چڙهي لهي ويو. سندس وڏين گهرين ڪارين اکين ۾ ڇانيل ويراني ۽ چهري جي اداسي وڌيڪ گهري ٿي وئي. ماحول جي ڳنڀيرتا کي محسوس ڪندي، فيضان کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو ته هو شايد ڪو ڏکيو سوال ڪري وينو هو. هن ماحول کي تبديل ڪرڻ لاءِ تڏي ٽانهري لهجي ۾ چيو:

”Any Way... مون جڏهن توهان جي باري ۾ ٻڌو هو ته منهنجي ذهن ۾ اهو تصور هو ته توهان جي عمر گهٽ ۾ گهٽ به چاليهه سال هوندي، جو ته توهان يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر به

آهيو، پر توهين تہ ڪافي Young آهيو."

رابيل جي چهري تي مُرڪ اچي ويئي. اُداس مرڪ.

"ڪڏهن ڪڏهن نظرون بہ دوکو کائي ويندیون آهن. بي ڳالهہ تہ مون ماسٽرس ننڍي عمر ۾ ئي ڪري ورتي هئي ۽ خوشقسمتيءَ سان ساڳئي سال مون کي يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر شپ ملي وئي. رهي ڳالهہ اسسٽنٽ پروفيسر هجڻ جي تہ فقط ڪجهہ مهينا اڳ ئي آئون ترقي ڪري اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تي پهتي آهيان. خير...! مون کي اهو پڇڻو هو تہ توهان جيڪو فورم ٺاهيو پيا، جنهن تحت توهين جيڪو جديد ۽ advanced نموني جو سنڌي رسالو ڪيڻ چاهيو پيا... توهان جو ڇا خيال آهي؟ ڇا عام ماڻهن پاران توهان کي ان جي سٺي موٽ ملندي؟"

"ها بالڪل!" فيضان پوري ويساهہ سان چيو. "جذبو سچو هجي ۽ ڪم سان پڻ سچائي هجي تہ پوءِ ڪوبہ سبب ناهي تہ ناڪامي ٿئي."

"مون کي توهان جي جذبي تي شڪ ڪونهي، پر منهنجي چوڻ جو مقصد اهو هو تہ هي دور اليڪٽرانڪ ميڊيا جو آهي، جنهن اسان وٽ پرنٽ ميڊيا کي وڏو ڌڪ هنيو آهي." رابيل ٿڌي ساهہ پرڻ لاءِ ترسي. "هڪ پاسي اڳي جيان ادبي ۽ ثقافتي محفلون ۽ سوشل Set up نہ رهيو آهي تہ ٻئي پاسي ادب پڙهندڙن جو تعداد پڻ ڏينهون ڏينهن گهٽجندو پيو وڃي. توهان واقعي صحيح چيو هو تہ اسان جو نئون نسل ٻين قومن ۽ ملڪن جي مشهور سنگرز، اداڪارن، Players ۽ سياسي ليڊرن ڪان تہ واقف آهي، پر پنهنجي ئي ٻوليءَ ۽ ڌرتيءَ جي عظيم شاعرن، دانشورن، اديبن ۽ فنڪارن جا نالا بہ شايد ئي سنڌس ٻڌل هجن! انٽرنيٽ جي دنيا جي انهن رهواسين کي ٻيهر ڪتابن ڏانهن ڪيئن راغب ڪندا؟"

"توهين بلڪل ٺيڪ ٿيون چئو." فيضان هن سان متفق ٿيندي چيو. "اسان جي قوم جومسئلو اهو آهي تہ جڏهن بہ ڪا نئين شيءِ يا ايجاد اسان وٽ پهچي ٿي تہ سڀ ماڻهو ان ڏانهن متوجهہ ٿي

وجن تا ۽ پراڻين شين ۽ ايجادن مان سندن دلچسپي ختم ٿيو وڃي.
اسان وٽ ڪنهن دور ۾ پرنٽ ميڊيا، ادب ۽ ريڊيو جو عام ماڻهن
تي وڏو اثر رهيو ۽ انهن Mediums اسان کي وڏا اديب، ڊراما نگار،
شاعر، دانشور ۽ فنڪار ڏنا. پر ٽي-ويءَ جي اينڊي ئي عوام جي
هڪ وڏي تعداد ٽي ويءَ کي پليڪار چوندي، ريڊيو کي بالڪل
وساري ڇڏيو ۽ پوءِ ڪيبل جو دور آيو آهي ته ماڻهن پنهنجا قومي
چينل ڇڏي، پرڏيهي چينل ڏسڻ شروع ڪري ڇڏيا آهن." هن جي
لهجي ۾ تلخي هئي، "حالت اها آهي ته هاءِ وي تي سفر دوران
توهين ڏسندا ته رستي ۾ ايندڙ ننڍن ننڍن ڳوٺن جي 'جهوپڙا
هوٽلن' ۾ به ڪٿن تي ويهي پيالي ۾ چانهه پيئندي عام ڳوٺاڻن جا
ميڙاڪا ڪيبل جا چينل ڏسڻ ۾ مصروف نظر ايندا. ٻئي پاسي
وري انٽرنيٽ پڙهيل لکيل طبقي کي اهڙي ته گرفت ۾ ورتو آهي،
جو اڄ شهرن جي هڪ هڪ گهٽيءَ ۾ ڪمپيوٽر ڪورسز جا سينٽر
۽ نيٽ ڪيفيز کلي ويا آهن ۽ نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون
انٽرنيٽ جا شوقين آهن. جڏهن ته ترقي يافته ملڪن ۾ صورتحال
اها آهي ته اهي سيئي شيون هئڻ جي باوجود به پرنٽ ميڊيا ۽ ريڊيو
جي اهميت گهٽ ناهي ٿي، جنهن جو ثبوت ريڊيو ماسڪو، بي. بي.
سي ۽ وائيس آف آمريڪا جي مقبوليت مان ملي ٿو ۽ اڄ به انهن
ملڪن ۾ بهترين ادب لکجي ۽ ڇپجي ٿو ۽ اُتي اڄ به Best Seller
ڪتابن جي ڪوٽ ڪانهي. اوهه...! معاف ڪجو... شايد آئون توهان
کي بور پيو ڪريان...!"

"نه! اهڙي ڳالهه ڪانهي. دراصل مون کي پاڻ به پنهنجي
زبان جي ادب ۽ اديبن بابت ڪا گهڻي ڄاڻ ڪانهي. اهو ئي سبب
آهي جو توهان جي ادب ۾ هڪ اهم حيثيت هئڻ جي باوجود به
ڪجهه ڏينهن اڳ تائين نه ته آئون توهان جي نالي ڪان واقف
هئس ۽ نه ئي صورت کان. آئون ته جڻ توهان سان اڄ ئي واقف
ٿي آهيان. باقي رهي توهان جي فورم (Forum) جي ڳالهه ته الائي
ڇو آئون پاڻ اسان جي فنڪارن، اديبن ۽ انٽليڪچوئل طبقي

ڪان گهٽي پر اُميد ڪانہ آهيان. انهن وٽ فقط لفاظيءَ تي زور هوندو آهي ۽ سندن قول ۽ فعل ۾ تضاد هوندو آهي. توهان جڏهن عملي طور تي ڪجهہ ڪري ڏيکاريندا، تڏهن ئي مون کي يقين ايندو. پر... الائي چو مون کي...“

فيضان سندس ڳالهہ ڪٽيندي چيو. ”منهنجي قول ۽ فعل ۾ توهان تضاد نہ ڏسنديون، جيڪو ڪم آئون ڪري نہ سگهندو آهيان، اهو هٿ ۾ ڪٽندو ئي ناهيان ۽ جيڪو ڪم آئون هٿ ۾ کڻي ويندو آهيان، اهو ڪري ڏيکاريندو آهيان. آئون توهان کي ڪجهہ عرصي ۾ اها خبر ٻڌائيندس تہ مون جيڪو خواب ڏٺو آهي، ان کي عملي شڪل ڏئي ڇڏي آهي.“

”آئون توهان جي ڪاميابيءَ لاءِ دعاگو آهيان. Wish you best of luck!“

رابيل اٿي بيٺي تہ فيضان بہ اٿي بيٺو ۽ پوءِ کيس وڏي عزت ۽ احترام سان گيٽ تائين سندس ڪار وٽ ڇڏڻ آيو. ڊرائيور اڳ ۾ ئي رابيل کي ڏسي ڪار جو دروازو کولي ڇڏيو هو. سڄي رستي تي هوءَ فيضان بابت سوچيندي رهي. هن کي ڪپڙي لٽي جو ڍنگ هو، ڳالهہ ٻولهہ ۾ محتاط. سياءَ ۾ نفاست هيس.

ايندڙ ڪجهہ ڏينهن ۾ هوءَ هر وقت فيضان ۽ سندس ڪيل ڳالهين ۽ ان ملاقات بابت ئي سوچيندي رهي. هوءَ خود پنهنجي ان تبديليءَ تي حيران هئي. سندس زندگي تہ بيٺل پاڻي هو، جيڪو سينورجي چڪو هو. اها ملاقات ڄڻ ان پاڻيءَ ۾ پٿر جو ڪرڻ هو، جنهن ان بيٺل پاڻيءَ ۾ هلچل مچائي ڇڏي هئي... ۽ اُن جا دائرا پري پري تائين پکڙجندا ٿي ويا. هن اهو سوچي پاڻ کي مطمئن ڪيو تہ فقط روٽين ڪان هٽي سالن بعد ڪنهن اجنبيءَ سان اهڙي ريت ملاقات ڪرڻ سبب ئي کيس تبديليءَ جو احساس ٿيو هو ۽ ٻي ڪا خاص ڳالهہ نہ هئي.



اونهارو ويو سيارو اچي ويو. فقط موسم جي تبديلي تي. ڇهہ ست مهينا گذري ويا. باقي سڀ ڪجهہ ساڳيو هو. اها ئي رابيل جي Routine life هئي. ان وچ ۾ رمضان بہ آيو ۽ جڏهن عيد جو ڏينهن ٿيو تہ پيرو بابا جنهن ڪيس ننڍپڻ کان نپايو هو، جيڪو سندن گهر جو ڄڻ هڪ فرد هو، اکين جا لڙڪ لڪائي نماز پڙهي اچڻ بعد سندس مٿي تي هٿ رکي ڪيس پنجاهہ جو نوٽ هميشہ جيان عيد جي خرچيءَ طور ڏئي ويو تہ سندس دل چاهيو تہ هوءَ ريهون ڪري روئي. ڪيس ياد آيو تہ هن ئي گهر ۾ ڪڏهن خوشيون هونديون هيون. هُل هنگاما هوندا هئا. رمضان ايندي ئي ننڍپڻ ۾ سڀ پائر ۽ ڀينرون خوش ٿيندا هئا. پيرو بابا کي سڀ اسر مهل اٿارڻ جي پارت ڪندا هئا ۽ پيرو بابا جڏهن گرما گرم ڪاڏا ۽ طعام ٽيبل تي رکي ڪين اٿاريندو هو تہ انهن ڏينهن جا مزا ئي ٻيا هوندا هئا. امي افطاريءَ لاءِ مزي مزي جون ڊشون ٺاهيندي هئي ۽ هو ڀينرون وري شربت، فروٽ چاٽ ۽ سلاد ٺاهينديون هيون ۽عيد جي رات وري آئوٽنگ، شاپنگ ۽ عيد جي تياري. عيد جي ڏينهن جڏهن بابا ۽ پائر نماز پڙهي ايندا هئا تہ جتي ڪٿي گهر ۾ ”عيد مبارڪ“ جا آواز گونجندا هئا. عيد جي ڏينهن جون رونقون، لذيذ ڊشون، مزا، گوڙ شور... هن گهر جي رونق ئي ٻي هوندي هئي! هاڻي تہ نہ بابا هن دنيا ۾ هو ۽ نہ امي. هڪ ڀاءُ پنهنجي فيمليءَ سميت لنڊن هليو ويو ۽ هڪ نوڪريءَ جي ڪري هاڻي اسلام آباد جو رهواسي هو. هوءَ پائرن کان پوءِ ٽئين نمبر تي هئي. ننڍيون ٻئي ڀينرون بہ شاديءَ بعد پنهنجي

دنيا ۾ مگن هيون. سندس سڳي ماسي جيڪا بيوهه ۽ بي اولاد هئي، گهڻي وقت کان ئي هنن جي گهر ۾ رهندي هئي ۽ سيني ٻارن کي پنهنجو اولاد سمجهي پاليو هئائين، تنهن ماءُ کان پوءِ رابيل کي ماءُ جهڙو ئي پيار ڏنو، پر ماءُ جي جاءِ دنيا جو ڪوبه رشتو والاري نه ٿو سگهي! هن وقت رابيل وٽ جنهن جي هٿ ۾ ڪنهن زماني ۾ سَو سَو جا نوٽ هوندا هئا، بابا پيروءَ جا ڏنل پنجاهه روپيا هئا. رابيل جي اکين مان ٻه لڙڪ لڙي پنجاهه روپين تي ڪريا. پري کان ماسيءَ جو آواز ٻڌي هن جلدي جلدي ڳوڙها اگهيا ۽ عيد جا ڪپڙا ڪڍي باٿ روم ڏانهن هلي ويئي. هميشه جيان عيد جو ڏينهن اداس ۽ خاموش هو. رابيل لاءِ عيد جو ڏينهن ايڏو نه تڪائيندڙ ۽ ڏکو ٿي پوندو هو جو گذرندو ئي نه هو! جيئن جيئن شام ٿيندي وئي سندس من ۾ مونجهه وڌندي وئي. هن سوچيو عيدن جي خوشي ته گهر وارن سان هوندي آهي، پر هوءَ ڪيڏي نه بدنصيب آهي، جو سندس ماءُ، پيءُ هن دنيا ۾ ناهن ۽ ڀائر ۽ ڀينرون ڪانئس پري هئا... نه فقط اهو پر هوءَ ته خود به ماءُ هوندي به ڄڻ بي اولاد هئي! عرصو ٿيو سندس پٽ کي هن کان پري ڪيو ويو هو. سندس دل درد مان پرجي آئي ۽ اکين مان چلڪڻ لڳي، لڙڪن جي صورت ۾.... اي منهنجا رب...! آخر منهنجو ڏوهه ڇا آهي؟ مون سان اهو سڀ ڪجهه ڇو ٿيو...؟ هاڻي منهنجي زندگيءَ ۾ آهي ئي ڇا...؟ آئون ڇو پئي جيان! ڪير آهي هاڻي جيڪو منهنجو تنهائين جو ساٿي ٿيندو... منهنجا لڙڪ اگهندو...؟ ڪاش اڄ منهنجو پُٽ... منهنجو شان مون وٽ هجي ها ته آئون پاڻ کي ايڏو وياڪل ۽ اڪيلو نه پائنيان ها! ۽ پوءِ گهڻو روڪڻ جي باوجود به هوءَ روئي پئي. ايستائين گلان جيڪا سندس لاءِ شام جي چانهه کڻي اچي رهي هئي، ڪيس روئندو ڏسي مگ ٽيبل تي رکي وري ڊوڙ پائي ڪمري کان نڪري وئي ۽ سندس ماسيءَ کي

ونئي آئي، جنهن ڪيس ياڪر ۾ پريندي چيو.

"امان...! او... امان...! نہ روءُ. سڳوري ڏينهن ڪو روئبو آهي ڇا...!"

رابيل روئيندي چيو: "ماسي، اهو منهنجي وس ۾ تہ ڪونهي. منهنجو نصيب ئي ڦٽل آهي. روئڻ ئي منهنجي قسمت ۾ لکيل آهي."

"صبر ڪر ڌيءَ!" ماسيءَ هن کي آٿت ڏيندي چيو. "الله ڪا بهتر واٽ ڪڍندو. هڪ تہ تون بہ ڪنهن جي ڳالهہ نٿي ٻڌين. شاديءَ لاءِ راضي نٿي ٿين. امان، تون جوان آهين... هيءَ سڄي حياتي اڪيلي سر ڪيئن گذاريندينءَ...؟"

"ماسي! ڪيترا ڀيرا چيو اٿم تہ مون سان شاديءَ جو ذڪر نہ ڪندا ڪريو." رابيل لمحي لاءِ ترسي، "هڪڙو ئي تلخ تجربو ڪافي آهي... بس...! اڄ جيڪر مون وٽ منهنجو پٽ هجي ها تہ آئون پاڻ کي ايڏو اڪيلو نہ ڀانئيان ها... رڳو ان لاءِ تہ آخر آئون ماءُ آهيان... ڪيئن جيئري ئي اولاد جي جدائي برداشت ڪريان... هاڻي تہ هو بہ وڏو ٿي ويو هوندو. الائي سندس پيءُ مون بابت ڪيس ڇا ٻڌايو هوندو؟ الائي هو وري ڪڏهن مون سان اچي ملندو بہ الائي نہ...؟"

"صبر ڪر امان...! صبر ڪر ڌيءَ... الله خير ڪندو." ماسي ڪيتري ئي دير ڪيس سمجهائيندي رهي هئي. سندس لڙڪن اُگهڻ لاءِ ڳالهين جا ٽشو پيپر ڏيندي رهي هئي.



عيد جي ٻئي ڏينهن تي رابيل جون پينرون ٻارن ۽ گهر وارن سميت هنن جي گهر آيون ته ڏاڍي رونق ٿي پئي هئي، پر پوءِ رات جي نائين وڳي سڀ هليا ويا ته وري گهر ۾ اداس خاموشي پکڙجي وئي. دل وندرائڻ خاطر رابيل ٽي-وي لائونج ۾ اچي ويٺي، جتي عيد جي هلندڙ خصوصي ڊرامي جي منظرن تي ڊائلاگن تي شفن ۽ گلان دل کولي کلي رهيا هئا. رابيل ڏاڍي ڪوشش ڪئي ته ڪنهن ريت سندس ڌيان ٻه اُداس سوچن کان هٽي، پر ڪوشش جي باوجود ٻه ڪيس ڊرامي ۾ دلچسپي محسوس نه ٿي. ائين هوءَ ساڍي ڏهين تائين ويٺي رهي ته اوچتو سندس ڪمري مان ايندڙ فون جي رنگ ڪيس متوجهه ڪيو ۽ هوءَ شال سنياليندي پنهنجي ڪمري ۾ آئي ۽ فون جو رسيور ڪڻي "هيلو" چيائين.

"رابيل صاحبه....! فيضان احمد پيو ڳالهايان."

الائي ڇو فيضان جو آواز ٻڌي سندس دل هڪ ڀيرو زور سان ڌڙڪي هئي "الائي توهان کي ياد آهي يا نه. اڄ کان ڇهه ست مهينا اڳ پنهنجي ملاقات ٿي هئي."

"جي." رابيل مختصر جواب ڏنو.

"پهرين ته عيد جي مبارڪباد قبول ڪريو. جيتوڻيڪ اڄ عيد جو ٻيو ڏينهن ٻه تقريباً گذري چڪو آهي."

رابيل ڪي هن وقت فيضان جو فون ڪرڻ سٺو لڳو. هن خود چاهيو پئي ته سندس اداس موڊ ٿورو تبديل ٿئي. ان ڪري هن ٻه مرڪندڙ لهجي ۾ چيو:

"ڪا ڳالهه ڪانهي، آئون پوءِ ٻه مبارڪباد قبول ٿي ڪريان."

”اڄ مون ان لاءِ فون ڪئي آهي ته، توهان کي مون چيو هو ته آئون توهان کي جلد اها خبر ٻڌائيندس ته آئون پنهنجو ڪم باقاعدي شروع ڪري رهيو آهيان. هڪ پاسي ته ادبي پرچو تيار ٿي چڪو آهي، جنهن ۾ ادب کان علاوه سنڌ ۾ مختلف ادارن ۾ تيل آرٽ جي ڪم بابت فيچر هئڻ سان گڏ سنڌ جي تقريباً سيني آرٽسٽن جو مختصر تعارف پڻ شامل آهي. هفتي ڏهن ڏينهن ۾ جڏهن رسالو ڇپجي تيار ٿيندو ته سوچيان پيو ته هڪ پاسي پنهنجي فورم ۾ پرچي جي Launching Ceremony ڪجي ۽ ان پروگرام ۾ تصويرن جي نماءُ جو پڻ اهتمام ڪجي. پر ان نماءَ ڪرائڻ ۾ مون کي هڪ ڀيرو وري توهان جي تعاون جي ضرورت پوندي. ڇا توهان ٿورو ٽائيم ڪڍي منهنجي آفيس اچي سگهنديون؟“

رابيل اهو ٻڌي وري بور ٿي وئي. هن کي اهڙي Activites مان دلچسپي ڪيئي سال اڳ ختم ٿي چڪي هئي. هن جو وس پڄي ها ته هوءَ گهر کان هڪ قدم به ٻاهر نه ڪڍي ها. ان ڪري هن ڪجهه بيزاريءَ مان چيو:

”ڏسو فيضان صاحب! آئون ان بابت ڪجهه چئي نٿي سگهان.“

”پليز!“

”آئون سوچينديس.“

”پليز هڪ ٻن ڏينهن ۾ مون سان رابطو ڪجو“ ۽ پوءِ موڪلائڻ بعد رابيل فون رکي ڇڏي.



ڪجھ ڏينھن گذريا تہ ھڪ شام وري فيضان جي فون آئي. ھن چيو” توھان چو نہ آيا؟ مون توھان جو ڏاڍو انتظار ڪيو.“

رابيل جي نرڙ تي گھنج گھرا ٿيڻ لڳا: ”فيضان صاحب! ڇا توھين واقعي سچ ٻڌڻ چاھيو ٿا؟“

فيضان زنده دليءَ سان چيو: ”جي... بلڪل... فرمايو.“

”تہ پوءِ ٻڌو“ ھن جي لھجي ۾ تلخي اچي وئي، ”سچ تہ اھو آھي تہ آئون توھان وٽ اچڻ ئي نٿي چاھيان. توھان وٽ تہ ڇا منھنجي ڪيڏانھن بہ وڃڻ تي دل نہ چوندي آھي. جيڪڏھن منھنجي مجبوري نہ ھجي ھا تہ شايد آئون جاب بہ نہ ڪريان ھا.“

”ان جو سبب؟“ فيضان اچرج مان چيو.

”مون کي خبر ناھي!“

”جيڪڏھن مائينڊ نہ ڪريو تہ ھڪ ذاتي سوال پڇان؟“

”پڇو؟“

“Are You married?”

“Iwas married.”

”مطلب؟“

”شاديءَ جي ٻن سالن بعد ئي مون کي طلاق ملي وئي.“

”Oh! I am Sorry“ پر ساڳئي لمحي سوال ڪيائين: ”توھان کي ٻار آھن؟“

”ھڪ پُٽ آھي، جنھن کي پيءُ پاڻ سان گڏ آمريڪا وٺي ويو ھو... اڃا بہ ڪجھ پڇڻو آھي؟“

”پليز! توھان مون کي غلط نہ سمجھجو. دراصل آئون پنجن ڇھن سالن بعد وطن وريو آھيان، سو ھڪ تہ ان وچ واري عرصي جي ھتي جي ماڻھن بابت ايڏي ڄاڻ نہ اٿم ۽

آرٽ جي فيلڊ جي ماڻهن بابت پڻ مون کي ڪا گهڻي ڄاڻ نہ آهي. محض اتفاق سان توهان جو فون نمبر ڪنهن دوست کان مليو ۽ سچ پڇو تہ هتي جي آرٽسٽن بابت معلومات بہ مون کي توهان کان ئي ملي. خود توهان بابت مون کي ايتري ڄاڻ نہ هئي، نہ ئي ڪنهن ٻئي کان توهان بابت معلومات وٺڻ مناسب لڳو. ان ڪري ئي... اڄ توهان کان پڇيم."

"هاڻي آئون بہ توهان بابت ڪجهہ ڄاڻڻ چاهيندس."

"ها ها بلڪل!"

"ڇا توهان شادي شده آهيو؟"

"نہ."

"سبب؟"

"آئون آهيان سيلاني ٽائيپ ماڻهو." فيضان ٻڌائڻ لڳو، پنهنجي باري ۾، "سير سفر ڪرڻ منهنجي هابي آهي. اڄ هتي تہ سڀاڻي هُتي. ڪيتريون ئي نوڪريون ڪيم ۽ ڇڏيم... پوءِ اهڙي ماڻهوءَ سان ڪهڙي ڇوڪري شادي ڪندي...؟ خير پر توهان کي مون وٽ اچڻو هو ۽ توهين ڇو نہ آيون؟"

"ان سوال جو جواب شايد ڏئي چڪي آهيان."

"نيڪ آهي. آئون سمجهان ٿو تہ توهان سان جيڪا ٽريجڊي ٿي آهي، ان سبب توهين دنيا کان ئي ناراض آهيو... پر..."

رابيل هڪدم ڪاوڙ ۾ اچي هن جي ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي چيو: "پر... ڇا...؟ آخر توهان کي صرف آئون ئي ڇو ٿي نظر اچان؟ ٻيا بہ تہ ڪيترائي آرٽسٽ آهن هتي. آخر توهان جو ڪهڙو ڪم آهي مون سان؟ ڇو ٿا چاهيو تہ آئون توهان وٽ اچان؟"

"مان ان ڪري ٿو چاهيان." فيضان رابيل جي ڪاوڙ کي لنوائيندي چيو، "جيئن تہ مون توهان کي ٻڌايو تہ ڪتاب جي مهورت سان گڏ ٿيندڙ تصويرن جي نماءَ ۾ جيڪي بہ آرٽسٽ حصو وٺي رهيا آهن، انهن سڀني سان ملي آئون انهن جو تعارف لکي چڪو آهيان. باقي توهان جو تعارف رهي ٿو. ان لاءِ مون چاهيو پئي تہ توهين اچو... اهڙيءَ طرح نماءَ جي تيارين بابت پڻ

ڪجهه طئي ڪري ونجي ها." رابيل چپ ٿي رهي ته فيضان پڇيو: "پوءِ- توهين اچو ٿيون نه؟"

"نه..." رابيل لنوائڻ لڳي "هن وقت ڊرائيور موجود ڪونهي."

"ته پوءِ آئون اچي توهان کي Pick ڪري وڃان؟"

"نه..." رابيل ٺپ جواب ڏنو، "ان جي ضرورت ناهي."

"پوءِ پلا آئون ئي توهان وٽ گهر اچان؟"

"نه نه!" رابيل رڪائيءَ مان وراڻيو. "آئون ڪنهن سان به گهر ۾ نه ملندي آهيان."

فيضان گهرو ساهه کڻندي چيو: "نه توهين پاڻ ٿيون اچو، نه ئي وري مون کي ٿيون اچڻ ڏيو... پوءِ آخر ڪم ڪيئن ٿيندو؟"

"توهان فڪر نه ڪريو." رابيل پاڻ ئي مسئلي جو حل ٻڌايو، "آئون پنهنجو تعارف پاڻ لکي توهان کي موڪلي ڏينديس."

"هلو... ائين ئي سهي."

فيضان موڪلائي فون بند ڪئي ته رابيل رسيور رکندي سوچيو ته ڪيڏو نه عجيب شخص آهي!!؟ ساڻس ملاقات دوران رابيل هڪ نئين احساس کي محسوس ڪيو. سندس هر انداز هر ڳالهه ۾ ڪا خاص ڳالهه محسوس ڪندي رهي، پر هوءَ ان احساس کي ڪوبه نالو نه ڏئي سگهي هئي. هو سندس مرضيءَ ۽ موڊ جي برخلاف، جڏهن هجت سان پنهنجو حق سمجهي، ساڻس ڳالهائيندو هو ته هوءَ چاهيندي به هن سان سخت رويو برقرار رکي نه سگهندي هئي. شايد ان ڪري جو ساڻس ملڻ کان پوءِ هو ڪيس سنو ته لڳو هو، جيتوڻيڪ هوءَ تمام گهٽ ماڻهن سان frank ٿي سگهندي هئي، پر هن جي رويي سندس reserve رهڻ واري طبيعت تي اثر ڪندي، هن کي ايڏو اعتماد ڏنو جو، پهرين ملاقات ۾ ئي رابيل کي محسوس ٿيو هو ته جڻ هو ته پاڻ ۾ گهڻو frank هجن ۽ عرصي کان هڪ ٻئي کي سڃاڻندا هجن. شايد ان جو سبب اهو هو ته هن شخص کي پنهنجي ڳالهه مڃائڻ جو tact هو، تڏهن ئي ته نه فقط هو هن سان ملاقات ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو، پر آهستي آهستي غير محسوس طريقي سان پنهنجي هر ڳالهه مڃرائي رهيو هو.



ٻئي ڏينهن واعدي موجب رابيل ڊرائيور هٿان پنهنجو تعارف فيضان کي موڪلي ڏنو هو ۽ ان شام ئي وري فيضان فون ڪئي هئي. رابيل ڪيس چيو:

”ها فيضان صاحب! اُميد تہ منهنجو تعارف توهان کي ملي ويندو هوندو...“

”ها، تعارف تہ ملي ويو، ان لاءِ مهرباني، پر“ پل اَپل جي وٿيءَ کان پوءِ چيائين، ”پر ان ۾ توهان جيڪا ڄم جي تاريخ لکي آهي، ان ۾ ڪا غلطي ٿي وئي آهي شايد!“

”آئون تہ سمجهان ٿي تہ تعارف ۾ ڪابہ غلطي ڪانهي.“ رابيل ورائيو، ”ڇو تہ لکڻ بعد وري بہ مون ان کي چڱيءَ طرح پڙهيو هو.“

”يقين نٿو اچي.“

”ڇا مطلب آهي توهان جو؟“ رابيل جي لهجي ۾ ڪوڙاڻ اچي وئي، ”توهان جي خيال ۾ مون پنهنجي عمر لڪائي آهي؟“

”نہ نہ، هرگز نہ.“ فيضان پريشان ٿي ويو. ”بلڪ آئون تہ سمجهان ٿو تہ لکڻ ۾ ڪا غلطي ٿي آهي. توهان جي تاريخ پيدائش جي حساب سان توهان جي عمر 35 سال ٿي ٿئي.“

”بالڪل“ رابيل اعتماد سان چيو، ”منهنجي عمر تقريباً 35 سال ئي آهي.“

”ڪمال آهي! عورتون تہ پنهنجي عمر لڪائينديون آهن ۽ گهٽ عمر ٻڌائينديون آهن ۽ توهان تہ 35 سالن جون لڳو بہ نہ ٿيون، پوءِ بہ...“ فيضان پاڻ ئي ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي ڏني.

”انهن Comments لاءِ مهرباني.“ رابيل جي لهجي ۾ اڃا بہ

ڪوڙاڻ هئي. ”باءِ دي وي... مرد ته عمر ڪونه لڪائيندا آهن نه؟ ته پوءِ توهان ڪان توهان جي عمر پڇان؟“

”جي بلڪل- منهنجي عمر 38 سال آهي.“

”واقعي...؟“ رابيل اچرج مان چيو، ”توهان ته وڌ ۾ وڌ به 33-34 سالن جا تا لڳو.“

”ته پوءِ حساب برابر.“ فيضان ٿهڪ ڏيندي چيو.

”باءِ دي وي“ رابيل معنيٰ خيز انداز ۾ پڇيو، ”ڇا صرف عمر پڇڻ لاءِ توهان فون ڪئي آهي؟“

”اوهه نه...! اصل ڳالهه ته وسري وئي. تعارف سان گڏ توهان جي تصوير به گهرجي، ڇو ته باقي سيني آرٽسٽن جي تعارف سان گڏ فوٽو به آهن.“

”پر آئون ضروري نٿي سمجهان.“

”اهو بلڪل ضروري آهي.“

”فيضان صاحب! مون ڪي سال ٿيا آهن مون رسالن ۽ اخبارن وغيره ۾ انٽرويو ڏيڻ ڇڏي ڏنا آهن. ايترو به مون ڪي توهان مجبور ڪيو آهي نه ته هاڻي نه مون ڪي آرٽ ۽ نه آرٽسٽن جي سرڪل سان ڪا دلچسپي آهي، نه تصويرن جي نماءَ سان ۽ نه ئي اهڙي بين activities سان.“

”ڇو آخر ڇو؟“ فيضان ڪي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي. ”پيو ته توهان جي ڇهري تي ايڏا ته سنجيده ۽ رنجيده تاثر هوندا آهن جو مون کي توهان سان پهرين ملاقات دوران ائين لڳو ته آئون ڪنهن ليڊي سقراط بقراط سان ڳالهائي رهيو آهيان. ڇا توهين سدائين ائين سنجيده ۽ اداس رهنديون آهيو؟“

”الائي... مون ڪڏهن غور ناهي ڪيو.“

”ته پوءِ ڪير غور ڪندو؟“

”آخر مطلب ڇا آهي توهان جو؟“

”مطلب اهو آهي ته ڪڏهن کلندا ۽ مُرڪندا به ڪريو.“

”مشوري لاءِ مهرباني!“

"You are welcome! پوءِ پلا فوٽو...؟"
"فيضان صاحب! توهان سان لفظن ۾ ته آئون پڄي نٿي سگهان."
"پڄندا به ڪيئن؟ اسين اديب لفظن جا ئي ته ڪيڏاري هوندا آهيون. فوٽو ڪڏهن ملندو؟"
"چڱو بابا! سياڻي ملي ويندو."
"Thank You!"
فيضان ٿورو ترسي چيو: "رابيل صاحبه!"
"جي."
"پنهنجو خيال رکجو."
"مهرباني."
رابيل موڪلائي فون رکي وري سوچن ۾ گم ٿي وئي. هن سوچيو ته سندس rude ۽ سنجيده رويي ڪري اڪثر ماڻهو هن کان پري ڀڄندا هئا ۽ ڪين هن سان فري ٿيڻ جي همت ئي نه ٿيندي هئي ۽ هڪ هي شخص آهي! هن تي سندس رويي جو اثر ئي ڪونهي، بلڪ ديده دليريءَ سان پنهنجو ازلي حق سمجهي هن جي زندگيءَ ۾ داخل ٿي رهيو هو. بهرحال ڪيس سندس اها صاف گوئي ۽ بي ڊپائي سني لڳي هئي. هو انهن منافقن کان بهتر هو، جيڪي بظاهر مٿان اخلاق جو ڪوپو چاڙهي گهمندا آهن، پر اندران بگهڙ هوندا آهن. ڪجهه ته هوندو هو هن جي لهجي ۾. محبت، پيار، پنهنجائپ، هجت... رابيل جي ڪن ۾ سندس چيل هي جملو بار بار گونجڻ لڳو.
"پنهنجو خيال رکجو."
"پنهنجو خيال رکجو."
"پنهنجو خيال رکجو."
... ۽ پوءِ، رابيل سالن کان پوءِ مُرڪي هئي... دل سان... پر هيءَ مرڪ به عجيب هئي، چپن تي مُرڪ هئي ۽ اکين ۾ پاڻي.



اهڙيءَ طرح هفتو کن گذري ويو، ان بعد هڪ ڏينهن وري فيضان جي فون آئي ته سندس آواز ٻڌي رابيل هڪ گهرو ساهه کنيو ۽ چيو:

”ها فيضان صاحبَ! ڪهڙا حال آهن؟ ڪافي ڏينهن کان پوءِ فون ڪئي اٿوَ!“

”جي ها. ڪتاب جي ڇپائي ۽ پروگرام جي تيارين جي سلسلي ۾ ڪافي مصروف هئس. توهان لاءِ هڪ سٺي خبر آهي. ڪتاب ۽ فورم جي مهورت ۽ تصويرن جي نماءُ جو سمورو انتظام مڪمل ٿي چڪو آهي. سڀني آرٽسٽن جون تصويرون مون تائين پهچي ويون آهن، باقي توهان جون تصويرون رهيل آهن.“

”ٺيڪ آهي، آئون سڀاڻي موڪلي ڏيندس.“

”موڪلي ڏيڻ بدران جيڪڏهن پاڻ اچو ته بهتر ٿيندو. نماءُ هال ۾ تصويرن جي arrangement بابت صلاح مشورو ڪري وٺنداسين. ڏسو، پليز انڪار نه ڪجو!“

”فيضان صاحب! آئون ته توهان کي اڳ ۾ ئي ٻڌائي چڪي آهيان ته مون کي اهڙين سرگرمين کي ڇڏيندي سال ٿيا آهن.“ رابيل ساڳي ڪٿا شروع ڪئي، ”هاڻي مون کي پنهنجي تصويرن جي نماءُ وغيره سان ڪابه دلچسپي ڪانهي، نه ئي مون نيون تصويرون ناهيون آهن. ڪجهه اڳي جون ٺهيل تصويرون به صرف آئون توهان جي اصرار تي موڪلي رهي آهيان نه ته ذاتي طور تي مون کي هاڻي نه شهرت سان دلچسپي آهي ۽ نه ئي وري active ٿيڻ جو شوق اٿم.“

”آخر ڇو؟“ فيضان کان رهيو نہ ٿيو، ”اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي جو توهين هاڪاريت بدران ناڪاريت جي گهيري ۾ اچي ويون آهيو! آرٽسٽ ۽ خاص ڪري توهان جهڙا آرٽسٽ تہ انهن گهيرن کي ٽوڙيندا آهن- ۽ توهين؟“

رابيل جي لهجي ۾ ڪاوڙ اوتجي آئي، ”اهو منهنجو ذاتي معاملو آهي.“

”ڇا توهان جو پاڻ ۾ اعتماد نہ رهيو آهي.“

”نہ! مون کي ڪنهن تي بہ اعتبار نہ رهيو آهي. پاڻ تي بہ نہ!“

”رابيل صاحبہ! سڀ ماڻهو هڪجهڙا نہ هوندا آهن.“ فيضان ٿڌو ساهہ پريو. ”۽ منهنجي هڪ ڳالهہ ياد رکجو. زندگيءَ ۾ جيڪڏهن ڪو سنو ماڻهو مليوَ تہ ان تي اعتماد ڪجو. ان جي حوصلہ شڪني نہ ڪجو.“

رابيل جي لهجي ۾ تلخي هئي. ”مشوري لاءِ مهرباني. تصويرون توهان کي سياڻي ملي وينديون.“

”نيڪ آهي.“ هڪ ٻن ڏينهن ۾ Launching Ceremony ۽ تصويرن جي نمائش جا ڪارڊ بہ ڇپجي اچي ويندا تہ توهان سان رابطو ڪندس.“

اهو چئي هن فون بند ڪري ڇڏي. رابيل مستقل اهو سوچيندي رهي تہ انهن ڏينهن ۾ هو تقريباً روز فون ڪندو هو ۽ بظاهر ڪم سان، پر ڇا ڪم جو محض بهانو ڪري هو ساڻس ڳالهائڻ چاهيندو هو؟ ڪيڏي مهل هو ڪيس انتهائي سچو ۽ کرو انسان لڳندو هو، تہ ڪڏهن بيحد چالاڪ. هوءَ ڪوبہ فيصلو نہ ڪري سگهندي هئي تہ هن ، ان وڏيڪ ڳالهہ ٻولهہ ڪجي يا نہ. ائين هڪ بہ ڏينهن گذري ويا. هن فون نہ ڪئي، پر اهڙن ڏينهن ۾ بہ غير ارادي طور رابيل جا ڪن فون جي گهنٽي ٻڌڻ جا منتظر رهندا هئا ۽ پوءِ نيٺ هن وري فون ڪئي هئي ۽ چيو:

”رابيل صاحبہ! هڪ ڀيرو وري زحمت ڏئي رهيو آهيان.

دراصل پروگرام جا ڪارڊ ڇپجي چڪا آهن. مون توهان لاءِ پنج ڇهه رکيا آهن ته جيئن توهان پنهنجي پارن ڪنهن کي ڏيڻ چاهيو ته ڏئي سگهو.“

”نه مون کي فقط هڪ ٻه موڪلي ڏيو. مون کي وڌيڪ ماڻهن کي انوائيٽ ڪرڻو ئي ناهي. آئون ڊرائيور کي موڪليان پئي، توهان هن کي ڪارڊ ڏئي ڇڏجو.“

”مون کي خوشي ٿئي ها جيڪڏهن توهان پاڻ اچو. گهٽ ۾ گهٽ نمائش جو انتظام ته اچي ڏسو. هونئن آئون آفيس ۾ وڏ ڪان وڏ ساڍي ستين تائين ويهندو آهيان، پر توهان جو آئون انين وڳي تائين انتظار ڪندس.

هن اهو چئي فون بند ڪري ڇڏي ۽ رابيل جڻ ګم سم ٿي وئي. ڇا هو سندس لهجي ۾...!

پيار

التجا

انتظار

آس...

.... ۽ گهڻو ڪجهه.

هوءَ پريشان ٿي وئي. عادت مطابق هن وڃڻ نه پئي چاهيو، پر ڪيس اهو سوچي ڏک ٻه ٿيڻ لڳو ته هوءَ نه وينديٍ ته شايد فيضان hurt ٻه ٿئي... پر هوءَ فيضان جي والهانه گفتگوءَ ڪان ئي ته خوفزده هئي. هن سوچيو: نه... نه... هاڻي آئون ڪنهن کي ٻه پنهنجي زندگيءَ ۾ اچڻ نه ڏينديس. هاڻي ته مون ۾ برداشت ٻه نه رهي آهي. مون ۾ وڌيڪ hurt ٿيڻ ۽ وڃائڻ جي همت ڪانهي. هي شخص ڇو وري منهنجي زندگيءَ کي disturb ڪرڻ ٿو چاهي. هوءَ پلنگ تي ويهي رهي. ڪمري ۾ بي پناهه خاموشي هئي. فقط گهڙيءَ جي ”ٽڪ- ٽڪ“ خاموشيءَ ۾ هلڪو ارتعاش پيدا ڪري رهي هئي. ڪيس محسوس ٿيو ته هن وقت فيضان ٻه تمام بيچين هوندو. آس ۽ نراس جي ٻه-

واٺي تي بيٺل، هوءَ بي اختيار اٿي آئيني جي سامهون اچي بيٺي ۽ پنهنجي چهري، وارن ۽ شخصيت جو جائزو وٺڻ لڳي ته ڪيس ڏهه سال اڳ واري اسٽائلش هيئر ڪٽ ۽ ڊريس واري نوجوان ڇوڪريءَ جو پرتوُ به نظر نه آيو هو. سندس چهري تي وقت ۽ گذريل تجربن اداسي ۽ ميچورٽيءَ جا نقش چٽي ڏنا هئا. هوءَ وري پنهنجي وارڊ روب ڏانهن وئي ۽ هلڪو گلابي وڳو ڪڍي پلنگ تي رکي ان جو جائزو وٺڻ لڳي ۽ پوءِ وري هڪ اڇو پرنٽيڊ وڳو ڪڍيائين... ۽ وري هلڪو سائو... ڪهڙو سوٽ پائي وڃان؟ هي... نه هي...! پر اوچتو ئي سندس نظر وري آئيني تي پئي. سندس بي ترتيبيءَ سان وکريل وارن جون ڪجهه لٽون چهري تي پکڙيل هيون ۽ چهري تي عجيب وحشت ڇانيل هئي. اهو ڏسي سندس جوش ختم ٿي ويو. هن سوچيو هي هن عمر ۾ مون ڪي وري ڇا ٿي ويو آهي! ڇا خوبصورت لباس منهنجي چهري تي ڇانيل ڏک ۽ تلخ تجربن جي رنگ کي مٽائي سگهندو... نه... نه... مون کي ناهي وڃڻو.

ڇو وڃان...؟

ڪير آهي آخر هو منهنجو...؟!

ڇو پرواهه ڪريان هن جي...؟

هوءَ ڪپڙا واپس وارڊ روب ۾ رکي ٻئي هٿ مٿي تي رکي ڪرسيءَ تي ويهي رهي... ڪجهه دير ائين ويٺي رهي ۽ پوءِ ڪو فيصلو ڪري اٿي بيٺي ۽ پوءِ پيرو بابا کي ڊرائيور موڪلي فيضان صاحب کان وڃي ڪارڊ وٺي اچڻ جي هدايت ڏيڻ لڳي.

ائين تقريباً اڌ ڪلاڪ بعد فون جي گهنٽي وڳي ته هن جي دل زور سان ڌڙڪي هئي. هن ڌڪندڙ هٿن سان رسيور کنيو ۽ ڏاڍي مشڪل سان "هيلو" چيو. ٻئي پاسي فيضان جو مايوس ۽ ٿڪل آواز ٻڌائين ته بي اختيار چيائين:

"فيضان صاحب! مون ڊرائيور کي موڪليو آهي. اڃا تائين نه پهتو آهي ڇا؟"

فيضان جي آواز ۾ ڏک هو، ”ها! هو تہ مون وٽان هاڻي ئي
ڪارڊ ڪٽي ويو آهي. رابيل صاحبہ! آئون هينئر سادي انين تائين
محض ان آس تي وينل هئس تہ شايد توهين پاڻ ايندئون... پر ڇا
ڪجي...؟ توهان تي ڪنهن ڳالهہ جو اثر ئي نٿو ٿئي. توهان کي
وڏيڪ ڪجهہ چوڻ ئي فضول آهي. آئون هاڻي گهر پيو وڃان. بس
هڪ مهرباني ڪجو تہ منهنجي پروگرام ۾ ضرور اچجو. ائين نہ
ٿئي تہ ان ۾ بہ نہ اچو!“

”نہ نہ!“ رابيل هبڪي، ”ان پروگرام ۾ تہ ضرور ايندس.“

فيضان موڪلائي فون بند ڪري ڇڏي؛ هن وقت، فيضان
کي ڏکوئي هوءَ پاڻ بہ اداس ٿي وئي هئي. هن سوچيو تہ آئون
هن کي ڪيئن سمجهايان تہ جيترو وقت هن انتظار جي اذيت
۾ گذاريو هو، هوءَ پاڻ بہ پنهنجي اندر اهو ڏک ۽ اذيت هر
لمحي محسوس ڪري رهي هئي. پر... ڇا ڪريان...؟ منهنجا تہ
سڀ جذبا ئي سرد ٿي ويا آهن... سڀ خواب وکري ويا آهن...
آئون ڪنهن کي ڇا ٿي ڏئي سگهان...؟ ڪيئن ٻڌايان ڪيس...
ڪيئن سمجهايان ڪيس...؟!!



جنوريءَ جي اها خوبصورت ۽ ٿڌي شام رابيل لاءِ جڻ زندگيءَ ۾ هڪ نئين تبديلي کڻي آئي هئي. اڄ الاهي عرصي کان پوءِ هن هلڪو ميڪ اپ ڪري، پنهنجو پسنديده نيوي بلو سوٽ پاتو هو ۽ فيضان جو پروگرام اٽينڊ ڪرڻ لاءِ جيئن ئي گيٽ جي اندر داخل ٿي تہ پريان فيضان، جيڪو ڪن مهمانن سان گفتگو ۾ مصروف هو، رابيل کي ڏسي والهانہ انداز ۾ هن ڏانهن وڌيو هو. هن کي فل سوٽ پاتل هو. جنهن ۾ هو تمام هئنڊسم لڳي رهيو هو. هُو رابيل کي وٺي پروگرام هال ڏانهن سونهون ٿيو. نهايت عزت ۽ احترام سان سندس سيٽ ڏانهن وٺي آيو. رابيل جي ويهڻ بعد هو وري هال کان ٻاهر نڪري ويو. رابيل ڪافي عرصي کان پوءِ ڪنهن اهڙي ميڙ (Gathering) ۾ آئي هئي. هن هال ۾ موجود مهمانن جو جائزو ورتو، سندس نظرون بار بار انهن نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ڏانهن کڄي ٿي ويون، جن کي porum جي مختلف عهدن جا بيج لڳل هئا ۽ اهي اسٽيج جي سيٽنگ ۽ ٻين انتظامن ۾ مصروف هئا. سندن چهرا خوبصورت، روشن ۽ پرجوش هئا ۽ پوءِ جڏهن سڀ مهمان اچي ويا تہ فيضان ڊائيس تي اچي سيني کي پليڪار چئي ۽ مختصر طور پنهنجي فورم جي غرض ۽ مقصدن aims and objects تي روشني وڌي. رابيل ڪيس ڏسندي ئي رهجي وئي. اسٽيج جي مختلف شيڊن جا عڪس سندس شخصيت کي اڃا بہ گهڻي خوبصورتي بخشي رهيا هئا. سندس آواز، سندس گفتگو ۽ شخصيت، رابيل سميت تقريباً سيني مهمانن کي محسور ڪري ڇڏيو هو. سڄو هال خاموش هو ۽ رنگن ۽ روشنين درميان بيٺل هڪ پيارو شخص ئي نمايان هو. ان کان پوءِ جڏهن ٻين مهمانن

اچي سندس فن، شخصيت ۽ سماجي ڪمن تي روشني وڌي، تڏهن رابيل کي پهريون ڀيرو احساس ٿيو ته هو ڪو عام شخص نه هو...! ڪيس الائي ڇو هن تي وڏو فخر محسوس ٿيو ۽ پوءِ خاص مهمانن ڪان رسالي جي ۽ فورم جي مهورت ڪرائڻ ڪان پوءِ نوجوان ڪمپيئر ”نِيشا“ نالي ڇوڪريءَ جو نالو ڪال ڪري ڪيس اسٽيج تي اچي فورم جي ڪارڪردگيءَ بابت ڄاڻ ڏيڻ لاءِ سڏيو ويو ته هڪ بيحد اسمارٽ ڇوڪري، جنهن جو چهرو انتهائي پرڪشش هو ۽ ڪلهن تائين ڪٽيل خوبصورت وار هئا، ميرون رنگ جي ساڙهيءَ ۾ انتهائي نفاست سان اسٽيج تي پهتي ۽ پوءِ اسٽيج تي لڳل اسڪرين تي ڪمپيوٽر جي مدد سان انتهائي مهارت ۽ اعتماد سان ڪمپيوٽر آپريٽ ڪندي فورم جي مختلف پروجيڪٽس بابت ڄاڻ ڏيندي رهي. سماجي حوالي سان جڏهن سنڌ جي ڏورانهن علائقن ۽ ٿر بابت Documentary فلمون ڏيکاريون ويون ۽ ٻڌايو ويو ته ڪيئن نه اڄ جي ايڏي ترقي يافته دور ۾ جتي سڄي دنيا هڪ Global Village ۾ تبديل ٿي رهي آهي، سنڌ جي ماڻهن کي پيئڻ لاءِ پاڻي به ميسر نه هو! ڏڪار ۽ بک جا ماريل انسان، انسان نه پر ڄڻ فقط هڏن جا پڃرا هئا ته ٻئي پاسي علاج جون سهولتون نه هئڻ ڪري، ڪيئن نه ماڻهو بي وسيءَ جي موت مري رهيا آهن! زندگيءَ جا اهي روپ حقيقت ۾ ڏسي رابيل جا لڱ ڪانڊارجي ويا، ٻيو ته گهڻو ڪجهه هو، عورت سان ٿيندڙ وحشيانه سلوڪ. بي گناهه ڏوهي جن کي جيلن ۾ رهندي سال گذريا... ۽ گهڻو گهڻو ڪجهه. رابيل اهڙي نموني جو پروگرام پهريون ڀيرو attend ڪيو هو جنهن ۾ فقط تقريرون ۽ لفاظي نه هئي، بلڪ ڪمپيوٽر جي استعمال ۽ جديد techniques وسيلي ٺوس حقيقتون بيان ڪيون ويون هيون. ان بعد سنڌي زبان ۾ فورم پاران رليز ڪيل ڪجهه جديد سازن جي خوبصورت سنگم سان نوجوان فنڪارن جي band پاران شاهه لطيف، شيخ اياز ۽ فيض احمد فيض جي شاعريءَ کي معياري موسيقيءَ جي آنڌل Cds مان

ڪجهه selected وڊيو گيت ڏيکاريا ويا ته هال ۾ موجود شاگرد طبقي مان ڪيترائي چوڪرا پرجوش ٿي تاڙيون وڄائڻ لڳا ۽ رابيل کي ته ائين محسوس ٿيو، ڄڻ هوءَ ڪنهن اونهي ۽ اونداهي کوهه مان نڪري هڪدم روشنيءَ ۾ اچي وئي هئي يا ڪنهن ٽائيم مشين ذريعي ڪنهن نئين دنيا ۾ اچي وئي هئي! ڇا واقعي هوءَ هن گُهٽ ۽ ٻُوسٽ ۾ ورتل سماج ۾ هئي؟ يا زمانو بدلجي چڪو آهي! نه... نه... هن سوچيو. هي نوجوان ته هڪ نئين منزل جا راهي ضرور آهن، پر محض ڪجهه ذهن روشن ٿيڻ سان صدين جي هن گهُٽ ۽ ٻُوسٽ واري سماج ۾ تبديلي اچڻ ممڪن آهي ڇا؟'

۽ پوءِ آخر ۾ "هو جمالو" تي فورم جا نوجوان ميمبر چوڪرا ۽ چوڪريون اسٽيج تي چڙهي آيا ۽ چوڪريون اسٽيج جي پوئين پاسي قطار ۾ بيهي تاڙيون وڄائي رهيون هيون ۽ چوڪرا فل سوٽن تي ڳچيءَ ۾ اجرڪ پائي ڪجهه انگلش اسٽائيل ۽ ڪجهه سنڌي اسٽائيل ۾ دائري ۾ نچڻ لڳا ته پورو هال به تاڙين سان ٻري ويو ۽ رابيل کي به سچ پچ ڏاڍو مزو آيو ۽ هن سوچيو: هي نوجوان چوڪرا ۽ چوڪريون، جن مان ڪي ڊاڪٽر آهن، ڪي انجنيئر، ڪي ڪمپيوٽر جي شعبي سان واسطو رکندڙ، ته وري M.B.As.... جيستائين اسان جي قوم ۾ اهڙا پرجوش، اعليٰ تعليم يافته ۽ پنهنجي زبان، ڪلچر ۽ ڌرتيءَ سان محبت رکڻ وارا نوجوان پيدا ٿيندا رهندا، تيستائين نه ته اسان جي ٻولي ختم ٿيندي، نه ڪلچر بلڪ هي ته انهن کي جديد ميڊيا وسيلي، زنده رکندا. انٽرنيٽ وسيلي سموري دنيا جي سنڌين کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻيندا. رابيل جوش ۾ تاڙيون وڄايون ته سندس نظر اسٽيج جي پرسان هيٺ بينل فيضان تي پئي، جيڪو ڪيس ئي ڏسي مُرڪي رهيو هو ته رابيل به بي اختيار ڪيس مُرڪي ڏنو ته فيضان جي چهري تي هڪ عجيب خوشيءَ سان ڀرپور احساس ظاهر ٿيو ۽ سندس مُرڪ وڌيڪ ڇٽي ٿي وئي. ان بعد تصويرن جي نماءُ جو افتتاح ٿيو ته سڄو نمائش هال ماڻهن سان ڀرجي ويو.

سيني آرٽسٽن جي فن کي ساراهيو پئي ويو پر رابيل جي منفرد اسٽائيل کي سيني کان گهڻو پسند ڪيو پئي ويو. نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هن کان آٽو گراف وٺڻ لڳا ۽ پوءِ پريس فوٽو گرافرن ۽ رپورٽرن ايڏن سالن بعد رابيل کي ڏسي ڪيس گهيري ورتو ۽ ڪئميرا جي چمڪاٽن ۽ رپورٽرن جي سوالن رابيل کي پريشان ڪري ڇڏيو. ڪيس گهبراهٽ ٿيڻ لڳي. ان ڪري موقعو ملندي ئي هوءَ خاموشيءَ سان هال مان نڪري آئي. ايسٽائين ڪيس پري کان فيضان ايندو نظر آيو. هن ڪيس چيو:

”رابيل صاحبه! توهان هن پاسي هلو، هاڻي referefshment شروع ٿيڻ واري آهي.“

رابيل سندس رهنمائيءَ ۾ رفريشمينٽ هال ۾ آئي ۽ پوءِ عادت مطابق ڪيس ڪجھ کائڻ نه وڻيو ۽ چانهه پي هن سوچيو ته فيضان کان موڪلائي هوءَ گهر وڃي. پر هو الاهي مهمانن جي وچ ۾ بيٺل هو ۽ انهن سان ڳالهائڻ ۾ مگن هو. هن خاموشيءَ سان هليو وڃڻ مناسب سمجهيو ۽ جڏهن هوءَ گهر پهتي ته ڇڻ سڪ جو ساهه ڪنيائين. ڪيس هاڻي ماڻهن جي ميڙاڪن ۽ تقريبن ۾ وڃڻ کان وحشت ٿيندي هئي. هوءَ ته آدم بيزار بنجي چڪي هئي. چينج ڪرڻ بعد هوءَ ڪمري ۾ آئي مَس ته فون جي گهنٽي وڳي.

”هيلو!“ هن فون جو رسيور کڻندي چيو. ٻئي پاسان فيضان ڳالهائي رهيو هو.

”رابيل صاحبه! هي ڇا؟ توهان ته رفريشمنٽ به نه ڪئي ۽ بنان ٻڌائڻ جي هليون به ويون!“

”فيضان صاحب! پليز مائينڊ نه ڪجو. دراصل مون کي اهڙو ڪو پروگرام اٽينڊ ڪندي عرصو ٿيو... ان ڪري ايڏي ميڙ ۾ گهبراهٽ ٿيڻ لڳي. ان سبب آئون هلي آيس.“

”توهين به ڪمال ٿيون ڪريو!“ فيضان الائي ڪهڙي جذبي وچان چيو. ”توهان ايڏي عرصي بعد ڪنهن نماءُ ۾ حصو ورتو آهي. ڪيترائي ماڻهو توهان سان ملڻ چاهين ٿا ۽ ميڊيا

جا نمائندا توهان جو انٽرويو وٺڻ چاهين پيا."

"مون چيو نه فيضان صاحب! مون کي گهبراهٽ ٿي ٿئي. آئون فوڪس ۾ اچڻ نٿي چاهيان... آئون هن وقت شايد انهن جي سوالن جا جواب پڻ صحيح نموني ڏئي نه سگهنديس. آئون ته ان نماءُ ۾ رڳو توهان جي دل رکڻ لاءِ شريڪ ٿيس نه ته مون کي هاڻي اهڙين سرگرمين ۾ حصو وٺڻ ۽ شهرت سان ڪا جيتري به دلچسپي ڪانهي."

"هيءُ نماءُ ته ڪجهه ڏينهن جاري رهندو، پوءِ جا توهان ٿورو ٽائيم ڪڍي اچي نه سگهنديون، ته جيئن جيڪي ماڻهو توهان سان ملڻ چاهين ٿا اهي ملي سگهن!"

"نه...! مون کي افسوس آهي، پر اها منهنجي مجبوري سمجهو!"

"ٺيڪ آهي!" فيضان ٿڌو ساهه ڀريو، "چڱو ڀلا اهو ٻڌايو ته پروگرام ڪيئن لڳو؟"

"او... ها! توهان کي ايڏي سٺي پروگرام ارينج ڪرڻ تي مبارڪباد ڏيان ٿي." رابيل هن کي ساراهيو. "واقعي مون کي اهو ڏاڍو مختلف ۽ سٺو لڳو... ۽ اڄ سچ پچ ته مون کي ته توهان جو قدر پيو ته توهان ڇا آهيو؟ اسان جي نوجوان طبقي ۾ توهان جهڙا ماڻهو گهٽ ئي هوندا آهن."

"Thank you! منهنجي لاءِ توهان جا Comments بيحد اهم آهن." ترسي چيائين "رابيل صاحبه! توهان کي هڪ ڳالهه چوان. مائينڊ ته نه ڪنديون؟"

"جي. چئو!"

"ڇا آئون توهان سان فون تي رابطو رکي سگهان ٿو؟"

"پر... آخر ڇو؟"

"منهنجي صاف گوئيءَ تان ناراض نه ٿيو ته پوءِ...؟"

"نه ٿينديس. توهان چئو."

"توهان مون کي سٺيون ٿيون لڳو. آئون توهان سان رابطو رکڻ چاهيان ٿو."

رابيل ڪِلندي چيو: ”سنا ته توهان به مون کي لڳندا آهيو، جو ته توهان ۾ اهي خوبيون آهن جيڪي اسان وٽ گهٽ ماڻهن ۾ هونديون آهن. توهان پراعتماد آهيو، اعليٰ تعليم يافته آهيو ۽ توهان کي ڳالهائڻ جو ڏانءُ پڻ آهي. توهان talented آهيو ۽ وڏي ڳالهه ته پنهنجي تعليم ۽ ذهانت کي positive ڳالهين ۽ activities ۾ استعمال ڪرڻ چاهيو ٿا، منفي سوچن ۽ ڪارروائين ۾ نه.“

”thanks again. پوءِ فون ڪرڻ جي اجازت آهي؟“

”ٺيڪ آهي پر روز نه، ڪڏهن ڪڏهن!“

فيضان: ”O.K- پنهنجو خيال رکجو!“

”توهان به...“ رابيل جي زبان مان بي اختيار نڪتو ۽ فون رکڻ بعد سندس چپن تي بي اختيار مُرڪ ٽڙي پئي. رابيل کي عرصي کان پوءِ اڄ پنهنجي اندر ڪا خوشگوار تبديلي محسوس ٿي. اڄ هن سيني سان ڳالهايو، پيرو بابا سان، گلان ۽ شفن جو احوال پڇيو ۽ ڪِچن ۾ هنن سان گڏ رات جي مانيءَ جي تياري ڪندي رهي ۽ پوءِ رات جي ماني کائي ماسيءَ جي ڪمري ۾ سوڙ جي اندر ويهي هُن ماسيءَ سان الاهي ساريون ڳالهيون ڪيون... ۽ پوءِ رات جو وراندي ۾ ويهي سوئٽر ۽ شال ۾ ملبوس اها رات دير تائين چانهه پيئندي انجواءِ ڪندي رهي، جو ته ٻئي ڏينهن موڪل هئي. هن سوچيو ته ’اڄ هوءَ دير سان سمهندي ۽ صبح جو دير سان اٿندي.‘ هوءَ مستقل اهو سوچي پنهنجي منهن مُرڪندي رهي ته ’فيضان جي ايڏي وڏي پروگرام ۾، جنهن ۾ شهر کان ٻاهران به ڪيترين ئي اهم شخصيتون آيون هيون... انهن سان مصروف هجڻ جي باوجود هن نوٽ ڪري ورتو هو ته هوءَ refreshment ڪرڻ بنا ئي گهر هلي آئي هئي... جيتوڻيڪ بظاهر ائين پئي محسوس ٿيو ته هن جو ڌيان مون ڏانهن هو ئي ڪونه! ڪيڏو نه مختلف شخص آهي...؟ ڪيڏو نه پيارو ماڻهو آهي.‘



ڪجهه ڏينهن گذري ويا. رابيل جو موڊ ڪافي بهتر رهڻ لڳو. ڪيس يونيورسٽيءَ ۾ به مزو اچڻ لڳو ۽ گهر ۾ به هوءَ سڀني سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ لڳي. سڀئي گهر وارا سندس ان تبديليءَ تي خوش هئا. تڏهن هڪ شام وري فيضان جي فون آئي هئي ته هوءَ ڏاڍي خوش ٿي هئي. هن ڪيس چيو:

”فيضان صاحب! نماءَ جي خبر چار ڏيو. ماڻهن جو ريسپانس ڪيئن آهي؟“

”نهايت شاندار- سڄو سڄو ڏينهن ماڻهو اچن پيا ۽ آرٽسٽن جي ڪم کي ساراهين پيا.“

”اڇا!“

”ڪڏهن ته توهين به فون ڪنديون ڪريو. ڪڏهن پنهنجي آگرين کي ٿوري تڪليف ڏئي منهنجو نمبر به ڊائل ڪري ڇڏينديون ڪريو... ڏسو نه... هيءَ وَن وي ٽريفڪ سٺي ته ڪانه ٿي لڳي نه!“

”فيضان صاحب! مون توهان سان اهڙو ڪوبه واعدو نه ڪيو هو. توهان کي پڻ مون فون ڪرڻ جي اجازت ان لاءِ ڏني ته اها توهان جي خواهش هئي، منهنجي نه.“

”پر... توهان ته چيو هو ته آئون به توهان کي سٺو ٿو لڳان!“

رابيل: ”جي... آئون پنهنجن لفظن کان ڦران نٿي پر ائين ته اسان کي ڪئي ماڻهو سٺا لڳندا آهن. ڪلاس فيلو، ڪليگس، ليڪڪ، فنڪار وغيره... پوءِ ان جو اهو مطلب ته ڪونهي ته اسين روز ويهي انهن سان فون تي ڳالهايون!“

”نہ...! منهنجو مطلب آهي تہ... جيڪڏهن اسان پاڻ ۾ ڪو تعلق طئہ ڪري ونون...“

”نيٺ آهيو نہ مرد!“ رابيل ڳالهہ ڪٽيندي ڪاوڙ مان چيو. ”اڇي ويا نہ اصل ڳالهہ تي. اسان جهڙن عورتن جي اها ئي تہ وڏي ٽرئجڊي آهي تہ اجا هڪ قدم اڳتي مس وڌايون ٿيون تہ مرد ڳجهن جيان لامارا ڏيڻ لاءِ اڳ ئي تيار ويٺا هوندا آهن. هر ڪوئي دوستيءَ ۽ محبت جا ڪوڙڪا هٽيو بيٺو هوندو آهي. باقي عزت ڏيڻ لاءِ ڪو بہ تيار نہ هوندو آهي.“

”رابيل صاحبہ! آئون اهڙن مردن مان ناهيان. توهان منهنجي ڳالهہ جو غلط مطلب ورتو آهي. آخر ايڏيون شڪي ۽ بدگمان ڇو ٿي ويون آهيو، جو توهان مان چڱي ۽ بري انسان جي شناس ئي نڪري وئي آهي. مون توهان کي هڪ ڀيرو اڳ بہ چيو هو تہ زندگيءَ ۾ ڪو سنو ماڻهو ملي تہ ان جي محبت کي نہ ٺڪرائجو... مون کي افسوس آهي تہ مون توهان جو ايڏو قيمتي وقت برباد ڪيو. بهرحال وري بہ چوندس، پنهنجو خيال رکجو.“

هن فون بند ڪري ڇڏي ۽ رابيل پريشان ٿي سوچيو: ’هي مون ڇا چيو؟ هن مون سان ڪهڙي برائي ڪئي هئي؟ نماءَ جي سلسلي ۾ مون ڪيس ڪيڏو نہ تنگ ڪيو هو ۽ بلڪل بہ تعاون نہ ڪيو هو، پر هن منهنجي هر ڳالهہ صبر ۽ بردباريءَ سان برداشت ڪئي هئي ۽ ڪڏهن بہ ڪا شڪايت نہ ڪيائين... پر اڄ... مون وري ڪيس hurt ڪيو آهي. آخر ائين ڇو ٿي وئي آهيان؟ سيني کي منهنجي رويي مان شڪايت آهي ۽ ان ڪري ئي سڀ ماڻهو ڏينهون ڏينهن وجن پيا مون کان پري ٿيندا ۽ آئون جيئن پوءِ تيئن وجان پئي پنهنجي ذات ۾ اڪيلي ٿيندي!‘

هوءَ وري اڳي جيان اداس رهڻ لڳي، تڏهن هڪ ڏينهن وري فيضان جي فون آئي هئي، پر هينئر سندس آواز ۾ اڳوڻي زنده دلي نہ هئي، بلڪ ٿڪاوٽ ۽ اداسي هئي. هن چيو:

”مون اڄ ان لاءِ فون ڪئي آهي ته اڄ نماءُ جو آخري ڏينهن آهي. ان ڪري اڄ رات جو نماءُ جو ٽائيم ختم ٿيڻ کان پوءِ هال مان سڀ تصويرون لاهي ڇڏڻيون آهن. توهان اڄ رات جو پنهنجون تصويرون گهرائي وٺجو، ڇو ته مون کي خبر آهي ته توهان پاڻ ته اينديون ئي ڪونه...!“

”مهرباني فيضان صاحب! سچ پچ ته مون توهان سان بلڪل به تعاون نه ڪيو، پر تنهن هوندي به توهان قدم قدم تي منهنجو گهڻو خيال رکيو آهي ۽ ڪا به شڪايت ناهي ڪئي.“

”مون کي خوشي ٿيندي جيڪڏهن توهان مون سان لنچ يا ڊنر ڪريو. توهان مون کي ڏينهن ۽ ٽائيم ٻڌايو، آئون خود اچي توهان کي گهران پِڪ ڪري ويندس.“

”توهان جو ڏوهه ڪونهي. توهان پنجن ڇهن سالن کانپوءِ يورپ ۽ آمريڪا ۾ رهڻ کان پوءِ وطن وريا آهيو، سو اتي جي ايڊوانس ۽ آزاد ماحول کي ڏسڻ کان پوءِ توهان جي سوچ ۾ ته شايد تبديلي آئي هجي، پر هيءَ اسان جي ڌرتي آهي ۽ هن شهر جو ماحول اڃا ايڏو ايڊوانس ۽ آزاد ڪونهي. ٻي ڳالهه ته آئون هڪ طلاق يافته عورت آهيان ۽ مون کي هن سوسائٽيءَ ۾ هڪ هڪ قدم ڪيڏو سوچي سمجهي ته کڻڻو پوي، اها مون کي ئي خبر آهي. ائين ڪٿي سمجهو ته هن سماج جي گپ ۾ هلندي سڄي عمر بس پنهنجو دامن ان جي غليظ ڇنڊن کان بچائيندي ئي گذري آهي، ڪو به اسڪينڊل منهنجي پوري زندگي تباهه ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. جو ته اڪيلي عورت کي system سان اڪيلي سر وڙهي نٿي سگهي... سو توهان جي خيال ۾ ان سوسائٽيءَ ۾ آئون توهان سان هوٽلن ۾ وڃي لنچ ۽ ڊنر ڪري سگهان ٿي، جتي مون کي آزاديءَ سان ساهه کڻڻ جي به اجازت ناهي.“

I am sorry! - مون وري شايد ڪا غلط ڳالهه ڇيڙي ڇڏي. بهرحال توهان پنهنجون تصويرون گهرائي وٺجو!“

"نيڪ آهي. مهرباني." رابيل فون رکي ڇڏي.
هوءَ مستقل سوچيندي رهي ۽ مُنجهندي رهي. ڪيس محسوس ٿيو ته سندس رويي فيضان کي شديد ڏک پهچايو هو ۽ پوءِ جڏهن رات جا اٺ ٿيا ته هن ڪو فيصلو ڪيو ۽ پوءِ پاڻ نمائش هال ڏانهن رواني ٿي ۽ پوءِ جڏهن هن هال ۾ قدم رکيو ته ڏٺائين ته سڀ آرٽسٽ پنهنجون تصويرون سنڀالي ڪٺي وڃي رهيا هئا. جڏهن هوءَ ان پاسي آئي، جتي سندس تصويرون هيون ته هن ڏٺو ته فيضان خود پنهنجن هٿن سان هڪ هڪ فريم احتياط سان لاهي هيٺ رکي رهيو هو. سندس پٺ رابيل ڏانهن هئي ۽ ڪيس خبر ئي نه پئي ته هوءَ ڪيتري دير کان ڪيس محويت سان ڪم ڪندي ڏسي رهي هئي. پوءِ هن ڪيس متوجهه ڪرڻ لاءِ هلڪي کنگهار ڪئي ته هو ڇرڪي هن ڏانهن مڙيو هو ۽ پوءِ سندس اکين ۾ رابيل کي ڏسي جيڪا خوشي ۽ چمڪ لهي آئي ۽ چهري تي جيڪي تاثر هئا، انهن کي هوءَ ڪوبه نالو نه ڏيئي سگهي هئي. بس هڪ بيخودي، هڪ سرشاري هئي، بيچيني، خوشي ۽ الائي ڇا ڇا!
"رابيل! توهين؟"
ها!"
هو ٻئي خاموش هئا، آمهون سامهون هئا. هنن ڪجهه به نه پئي ڳالهايو پر لمحن ۽ خاموشيءَ ڪا ڪهاڻي پئي ٻڌائي. نيٺ رابيل چيو:
"مون کي تمام خوشي ٿيندي جيڪڏهن توهين پنهنجي پسند تي هڪ تصوير کڻو. اها منهنجي پاران توهان لاءِ گفٽ آهي."
"آئون هڪ شرط تي اهو تحفو قبول ڪندس."
"ها- ڇئو؟"
"سياڻي آئون توهان کي ڪو گفٽ ڏيان ته پوءِ وٺڻ کان انڪار ته نه ڪنديون؟"
"نيڪ آهي، آئون انڪار نه ڪنديس."
"نيڪ آهي ته پوءِ هيءَ هڪ تصوير رکان ٿو." فيضان هڪ تصوير ڏانهن اشارو ڪندي چيو. "توهان جي تقريباً سيني

تصويرن ۾ اداسيءَ ۽ تنهائيءَ جا تاثر آهن، جڏهن ته توهان جهڙن تخليقي ذهن رکندڙ ماڻهن کي ته مايوسي پکيڙڻ بجاءِ ماڻهن کي هڪ نئين اُميد ۽ آس ڏيڻ گهرجي.“

”اسين آرٽسٽ ماڻهو بيحد حساس هوندا آهيون. هر ڳالهه کي انتهائي گهرائيءَ سان محسوس ڪندا آهيون ۽ هيءَ سوسائٽي جيڪي feelings اسان کي ڏيندي آهي، اسين ڪئنوس تي وري ڪيس اهو ئي ڪجهه موٽائي ڏيندا آهيون، سو جيڪي feelings هن سماج مون کي ڏنيون آهن، انهن جو ئي عڪس منهنجي تصويرن ۾ آهي.“

۽ پوءِ رابيل تصويرون ڪٽائي گهر آئي هئي. اُن راتَ دير تائين ڪيس ننڊ نه آئي. سندس تصور ۾ اهو ئي منظر گهمي رهيو هو ته ڪيئن نه فيضان سندس تصويرون حفاظت سان لاهي رکي رهيو هو. هوءَ سوچڻ لڳي ته آخر سندس زندگيءَ ۾، اها نئين تبديلي ڇو آئي هئي؟ جڏهن کان فيضان سان رابطو ٿيو هو، تڏهن کان هو جڻ سندس ذهن تي حاوي ٿي ويو هو. نه چاهيندي به ذهن هر وقت هن بابت ئي سوچيندو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته ڪيس ائين لڳندو هو ته هو ڪيس فقط هڪ عورت سمجهي هر مرد جيان هن کي لفظن جي سحر ۾ جڪڙڻ ٿو چاهي ۽ ٻئي پاسي دل اها ڳالهه مڃڻ لاءِ تيار نه هئي، ڇو ته هو هڪ سچو ۽ کرو انسان لڳندو هو. ان ڪري هو هن سان دوکو نٿو ڪري سگهي. اڄ جڏهن هن ڪيس سندس تصويرون احتياط ۽ پيار سان لاهيندي ڏٺو ته ڪيس لڳو ته هو سندس تصويرن جي نه، پر سندس نازڪ جذبن جي حفاظت ڪري رهيو هجي! سندس ذهن وري ماضيءَ جي ياد ڏانهن وک وڌائي رهيو هو. شاديءَ کان اڳ سندس اها خواهش هئي ته ڪيس اهڙو جيون ساٿي ملي جيڪو قدم قدم تي ڪيس تحفظ ڏئي ۽ سندس ساٿ ڏئي ته جيئن هن جي ڏنل محبت ۽ اعتماد جي ڇانوَ ۾ هلندي فن جي دنيا ۾ اڳتي وڌندي رهي... جيڪو سندس شاهڪارن جي

نماڻ ۾ ساڻس گڏ گڏ رهي. سندس ڪاميابين تي خوش ٿئي. سندس فن ۽ شخصيت تي فخر ڪري... پر... آصف ته ان جي بلڪل ابتڙ نڪتو هو... ۽ سندس شادي شده زندگيءَ جي تلخ دور ڪان پوءِ هن مايوس ٿي سڀ ڪجهه ڇڏي ڏنو هو. گمناميءَ جي اونهائين ۾ پاڻ کي لڪائڻ چاهيائين... ۽ ڪنهن حد تائين هوءَ ڪامياب به ٿي وئي هئي پر... هي وري ڪهڙو شخص سندس زندگيءَ ۾ داخل ٿيو هو، جنهن کيس گمناميءَ جي اونهائين مان ڇڪي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو آهي. آخر اهو سڀ ڪجهه هُو ڇو پيو ڪري...؟ جڏهن کيس گهڻي بيچيني محسوس ٿي ته هن نيٺ اٿي هڪ ننڊ جي گوري کاڌي ۽ ٿوري دير بعد خاموش لڙڪ لاڙيندي سمهي پئي.



وري ڪجھ مهينا گذري ويا هئا. فيضان سائنس رابطو نہ ڪيو هو، پر سندس ذهن ۾ هر وقت سندس ڳالهيون ۽ سائنس گڏ گذاريل مختصر وقت جا مختلف منظر ذهن جي اسڪرين تي جلوه گر ٿيندا هئا. ڪڏهن تہ ڪيس ايڏي بيچيني محسوس ٿيندي هئي جو هوءَ نماز پڙهي ڳوڙها ڳاڙي پنهنجي رب کان دعا گهرندي هئي:

”پروردگار! هن شخص کي ڪنهن بہ نموني مون کان پري ڪري ڇڏ. آئون پنهنجي سخت رويي سان ڪيس ڏک ڏيڻ نٿي چاهيان. ڪو اهڙو رستو پيدا ڪر جو اسان جي وچ ۾ دوري ٿي وڃي، جو نہ تہ هاڻي منهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهن جي اچڻ جي گنجائش آهي ۽ نہ ئي تمنا. آئون اڳ ۾ ئي الاهي ڏکويل آهيان. ٽُٽي پئي آهيان، وري ڪو نئون حادثو، ڏک يا ڪرب ڪٿي مون کي بلڪل پور پور نہ ڪري ڇڏي، جو آئون وري پاڻ کي سهيڙي نہ سگهان. آئون هاڻي ٿڪجي پئي آهيان...“

... پر چوندا آهن تہ بندي جي من ۾ هڪ تہ مالڪ جي من ۾ ٻي هوندي آهي. سو قربانيءَ واري عيد جي ٻئي ڏينهن شام جو فيضان جي فون آئي تہ خوشيءَ مان ڪيس سڀ ڪجھ وسري ويو. فيضان چيو:

”سوچيم تہ توهان کي عيد جي مارڪباد ڏيان. توهان مان تہ ايتري اميد بہ ڪانهي تہ فون ڪري، عيد جي مبارڪ ئي ڏيو. ڪڏهن تہ توهان بہ پنهنجي آگرين کي ٿوري تڪليف ڏيندا ڪريو، گهٽ ۾ گهٽ مون جهڙي تنها شخص کي ڪجھ لمحن جي خوشي ئي ملي پوندي... ۽ ٻيا ڪهڙا حال آهن توهان جا؟ ايڏا ڏينهن ٿي ويا آهن توهان وري ڪو حال احوال

ئي نہ ڏنو پنهنجو!"

"توهان بہ تہ وري فون ڪانہ ڪئي، آخري ڀيري جڏهن اسان ڳالهايو تہ آئون شديد ڊپريشن ۾ هئس ۽ توهان سان صحيح نموني ڳالهائي بہ نہ سگهيس."

"توهان جو ڏک سمجهان ٿو. پر اجازت هجي تہ هڪ مختصر نظم پيش آهي.

رات ڪيڏي بہ ڏکي ڇو نہ
ڏينهن هر حال ۾ ٽيٽو آهي
ٽيسٽائين تہ ڪڙو ۽ قاتل
رات جو زهر بہ پيئڻو آهي
توکي هر حال ۾ جيئڻو آهي
مون کي هر حال ۾ جيئڻو آهي!

"واهہ ڪيڏو نہ خوبصورت نظم آهي! ڪنهن جو آهي؟"

"الائي" فيضان چيو."مون هڪ قاتل پنو لتو هو، جنهن تان شاعر جو نالو ڦاٽل هو. مون کي پاڻ شاعر جي نالي جي ڳولا آهي."

"مون کي مهرباني ڪري اهو نظم لکايو."

"ها ها، ڇو نہ!" پوءِ فيضان هن کي نظم لکائڻ لڳو ۽ پوءِ چيائين تہ "مون ان وچ ۾ هڪ بہ دفعو فون ڪئي هئي پر لائين Dis-Connect هئي."

"ها، ڊاڪٽر جي هدايت موجب شديد ڊپريشن ۾ سڪون جون دوائون کائيندي آهيان تہ پوءِ ننڊ گهٽي ايندي آهي ۽ گهر وارا مون کي نہ اٿاريندا آهن، ڇو تہ کين خبر آهي تہ دوائون کائڻ بعد ائين اوچتو اٿارڻ سان منهنجي طبيعت وري خراب ٿي پوندي آهي، ان ڪري آئون فون بہ dis-connect ڪري ڇڏيندي آهيان. چڱو ڀلا. آئون فون رکان ٿي."

فيضان اداسيءَ ۾ چيو: "توهان جي مرضي. هن وقت منهنجا دوست ويٺا آهن. sitting room ۾، آئون انهن جي وچڻ ڪانپوءِ وري توهان سان ڳالهايان؟!"

”چو....؟! ڇا ڪا خاص ڳالهه آهي؟“

”نہ ڪا خاص ڳالهہ تہ ڪانهي.“

”پوءِ ڇا ٿا ڳالهائڻ چاهيو؟“

”سچ پڇو تہ اها خبر مون کي بہ ڪانهي تہ آئون توهان سان ڇا ٿو ڳالهائڻ چاهيان!“

رابيل کي هن جي سادگي ۽ سچائيءَ تي ڏاڍو پيار آيو. هن بہ پيار ڀريئي لهجي ۾ چيو:

”تہ پوءِ پهرين ڪجهہ ڏينهن ان تي سوچ ويچار ڪريو تہ ڇا ڳالهائڻو آهي. پوءِ فون ڪجو... Take care.“

رابيل فون رکي تہ سندس چهري تي بي اختيار هڪ خوبصورت مُرڪ اچي وئي هئي.



وقت وري ڦيرو ڪاڏو. رمضان جو مهينو موٽي آيو. هڪ شام رابيل ۾ گلان افطاريءَ جي تياريءَ ۾ مصروف هيون ته فون جي رنگ ٻڌي رابيل. پنهنجي ڪمري ۾ اچي فون جو رسيور کنيو. فيضان جي فون هئي، هن چيو:

”ڪافي ڏينهن ٿي ويا آهن، توهان سان ڳالهه ٻولهه نه ٿي سگهي، هاڻي طبيعت ڪيئن آهي؟“

”الله جو شڪر آهي، هاڻي ڪافي بهتر آهي. توهان ٻڌايو ڇا پيا ڪريو.“

”بس اها ئي روٽين لائيف.“ ان بعد فيضان ٿوري دير خاموش ٿي ويو ۽ پوءِ چيائين:

”رابيل! هڪ ڀيرو توهان مون کي هڪ ڳالهه چئي هئي جيڪا اڄ ڏينهن تائين جڻ منهنجي ذهن ۾ اٽڪي پئي آهي.“

رابيل حيران ٿيندي پڇيو ”ڪهڙي ڳالهه؟“

”هڪ ڀيرو توهان مون کي چيو هو ته توهان مون بابت متضاد ڳالهيون ٻڌيون آهن ۽ پوءِ توهان صفيه ناز جو به ذڪر ڪيو هو پر پوءِ ڳالهه اڌ ۾ ئي ڇڏي ڏني هئي.“

”ڇڏيو فيضان صاحب، مون ته ائين ئي ڪٿي ڳالهه ڪئي هئي.“

”توهان اڌوري ڳالهه ڇو ڪئي هئي؟ پوري ڳالهه ٻڌڻ ٿو چاهيان.“

”ٺيڪ آهي ته پوءِ ٻڌو، مون کي ڪنهن ٻڌايو ته توهان بابت اسٽوڊنٽ لائيف ۾ ان ڪان پوءِ جو اهو تاثر آهي ته توهان بگڙيل رئيس زاده رهيا آهيو ۾ ڪجهه ڇوڪرين سان به وقت به وقت توهان جو نالو منسوب رهيو آهي، جن ۾ هاڻي صفيه ناز به شامل ٿي چڪي آهي.“

فيضان ڪاوڙ ۾ چيو "اهو ڪوڙ آهي، فضول ماڻهن جو ته ڪم ئي اهڙيون ڳالهيون ناهڻ آهي، منهنجي توهان سان فقط هڪ request آهي ته توهان وٽ پنهنجون اکيون آهن ۽ پنهنجو ذهن آهي ان ڪري مون کي اهڙن ماڻهن جي نظرن ۽ ذهن سان نه پرکجو پر پنهنجون اکيون کولي مون کي ڏسجو ۽ پنهنجي عقل سان سوچي سمجهي مون بابت ڪا راءِ قائم ڪجو."

رابيل پريشان ٿي وئي، پوءِ هن چيو: "چڱو فيضان صاحب وري پوءِ آرام سان ڳالهائينداسين. آئون هن وقت افطاريءَ جي تياريءَ ۾ مصروف آهيان."

"اوهه آءِ ايم سوري، مون توهان کي ڊسٽرب ڪيو. آئون ڪنهن ڏينهن اهڙي ٽائيم تي فون ڪندس جنهن وقت توهان واندا هجو."

هن فون بند ڪري ڇڏي ۽ رابيل وري ڪِچن ۾ اچي ڪم ۾ مصروف ٿي وئي. ائين وري ڪيئي ڏينهن گذري ويا. رمضان جو آخري هفتو هلي رهيو هو. رابيل پنهنجي ڪمري ۾ هئي ۽ عشاء جي نماز پڙهي اجا اٿي ئي هئي ته فون جي رِنگ وڳي. هن فون تي ڳالهايو. فيضان جي فون هئي. رسمي حال احوال وٺڻ کانپوءِ هن پڇيو:

"ڏيو خبر عيد جي تياري ڪريو پيا."

رابيل ڏک مان چيو: "اسان جون ڪهڙيون عيدون! خير ڇڏيو ان ڳالهه کي مون کي ياد آيو، اڄ اسان جو پٽيوالو جيڪو توهان جي ڳوٺ جو ئي آهي، تنهن ڳالهين ڳالهين ۾ اوچتو توهان جو ذڪر ڪيو ۽ توهان جي ڏاڍي تعريف پيو ڪري. هن ٻڌايو ته توهان اڪثر غريب ڳوٺاڻن جي واهر ڪندا رهندا آهيو... ۽ اهو به ٻڌايائين ته توهان جي ڳوٺ ۾ هڪ اسپتال ۽ اسڪول پڻ توهان جي ڪوشش سان ئي کليا آهن."

"خدا جو شڪر آهي ته توهان سان ڪنهن ته منهنجي تعريف ڪئي ۽ هڪ ڪيريڪٽر سرٽيفڪيٽ ته مون کي مليو."

رابيل کلڻ لڳي، اڄ فيضان بہ ڏاڍي موڊ ۾ هو سو کيس تنگ ڪرڻ واري اسٽائيل ۾ چوڻ لڳو:
”پوءِ پلا... ڪڏهن ٿا ملاقات ڪريو؟“
”توهان کي منهنجو جواب چڱي طرح خبر آهي.“
فيضان شرارت مان چيو ”آئون ٻڌايان... توهان مون وٽ اچڻ کان ڇو ٿيون ٽٽايو...!؟“
”هون...! ٻڌايو.“
”ان جو سبب اهو آهي تہ توهان مون کي face نہ ٿيون ڪري سگهو. هي جيڪو توهان پنهنجي مٿان هڪ خول چاڙهي پاڻ کي ان ۾ محفوظ سمجهو ٿيون پر توهان کي خبر آهي تہ آئون اهو خول ٽوڙي سگهان ٿو.“
”اوهو...! ڏاڍي خوشفهمي پلس غلط فهمي آهي سائينءَ جن کي...“
فيضان هڪ زوردار ٽهڪ ڏنو ۽ پوءِ خوشدليءَ سان چيائين: ”لڳي ٿو تہ توهان سان ڪچهري سٺي رهندي. چڱو پلا هاڻي توهان فون ڪنديون مون کي؟“
”آئون ڇو ڪريان توهان کي فون؟ مون کي خبر آهي تہ توهان پاڻ ئي فون ڪندا.“
”اڇا جناب! تہ اها ڳالهہ آهي تہ پوءِ هاڻي جيستائين توهان مون کي فون نہ ڪنديون، آئون بہ نہ ڪندس. ڏسون ڪير ٿو ڪٽي. چڱو پوءِ تيستائين پنهنجو خيال رکجو.“
رابيل کانئس موڪلائي فون رکي ۽ پوءِ پنهنجو پاڻ کي ڏاڍو هلڪو ۽ خوش محسوس ڪيائين.
وقت اڃا اڳتي سرڪيو ۽ وري عيد جو ڏينهن آيو. هن عيد تي رابيل پنهنجي پيرن جي گهر وئي. اٿين ڏينهن تہ گذري ويو پر شام ٿيندي ئي کيس فيضان جي فون جو انتظار رهڻ لڳو. شام کان رات ٿي پر هن جي فون نہ آئي.
کيس يادگيري آئي تہ هن چيو هو تہ هاڻي جيستائين

رابيل ڪيس فون نہ ڪندي هو بہ فون نہ ڪندو، تہ ڇا واقعي هن اها ڳالهہ سنجيدگيءَ سان چئي هئي.

عيد جي ٻئي ڏينهن ننڊ مان اٿڻ کان پوءِ ئي سندس ذهن تي ڏاڍو بوجهہ هو ۽ طبيعت ۾ انتهائي بي چيني هئي. هن ناشتو بہ نہ ڪيو، فقط چانهہ جو هڪ ڪپ ناهي ڪمري ۾ اچي پيئڻ لڳي ۽ پوءِ هن پاڻ کي وندرائڻ لاءِ ڪڏهن ٽي وي ٽي کولي تہ ڪڏهن ڪتاب کڻي ڏيان مٽائڻ جي ڪوشش ٽي ڪيائين پر اندر ۾ ڄڻ آنڌ مانڌ متل هئي. عجيب اداسي ۽ غم جي ڪيفيت هئي. دل چيس تہ جيڪر روئندي رهي. هن کي بہ ٽي ڀيرا خيال آيو تہ فيضان سان ڳالهائي پر بہ ٽي دفعا رسيور کڻي وري فون بند ڪري، سوچيائين تہ آخر هوءَ ڇو هن شخص جي عادي ٿيندي پئي وڃي ۽ آخر ان ڪهاڻيءَ جو انجام ڇا ٿيندو. پر حقيقت اها هئي تہ هو هاڻي هن لاءِ انتهائي اهم بنجي چڪو هو. نيٺ هوءَ وري فون جو رسيور کڻي فيضان جو نمبر ڊائل ڪرڻ لڳي. ٻئي پاسي فيضان ننڊ ۾ خماريل آواز ۾ ”هيلو“ چيو پر هوءَ الائي ڇو ڳالهائي نہ سگهي. فيضان وري ”هيلو“ چيو تہ هن بہ ڏڪندڙ آواز ۾ ”هيلو“ چيو ۽ پوءِ بي اختيار فون بند ڪري سهڪڻ لڳي ۽ اچي روئڻ ۾ پئي ۽ سوچڻ لڳي تہ اها سندس شڪست يا ڪمزوري هئي جو هوءَ غير محسوس طريقي سان فيضان جي ويجهو ٿيندي پئي وڃي. هن سوچيو تہ مون نہ تہ ائين سوچيو هو ۽ نہ ئي چاهيو هو پوءِ هو ٻئي ڇو هڪ ٻئي جي ويجهو ايندا پيا وڃن. هوءَ خيالن ۾ هئي تہ فون جي گهنٽيءَ تي سندس خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو. هن فون کڻي ”هيلو“ چيو. ٻئي پاسان فيضان ڳالهائي رهيو هو. هن چيو:

”رابيل! فون ڪري پوءِ ڳالهايوَ ڇو نہ! فون ڇو بند ڪري ڇڏيئي؟“

”ها... هو... دراصل لائين ڪٽجي وئي هئي.“

”لائين ڪٽجڻ جو اهو مطلب نہ ڪونهي تہ وري فون ڪجي ئي نہ.“

رابيل ڪوبہ جواب نہ ڏنو ۽ خاموش رهي. فيضان وري چيو: ”چا ٿيو آهي توهان کي...؟ جواب چو نٿا ڏيو؟“

رابيل کي وري روئڻ اچي ويو. سندس روئڻ ٻڌي فيضان بي چين ٿي چيو:

”رابيل! پليز پاڻ کي سنڀاليو، ڏک سک تہ زندگيءَ جو حصو هوندا آهن. ائين ڪرڻ سان مسئلا تہ حل نہ ٿيندا. ڏسو! مون اڄ تائين توهان کان توهان جي ماضيءَ بابت ڄاڻڻ جي ڪوشش نہ ڪئي پر اڄ آئون خاموش نہ رهندس. توهان کي هينئر سڀ ڪجهہ ٻڌائڻو ئي پوندو. ان سان ٻيو نہ تہ دل جو بار ئي هلڪو ٿي پوندو.“

... ۽... پوءِ لڙڪن ۽ سڏڪن جي درميان هن فيضان کي سندس باري ۾ سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏيو.

رابيل هڪ انتهائي سکئي ستابي گهر ۾ اک کولي هئي. کيس ٻہ ڀائر ۽ ٻہ ڀيڻون هيون. ڀيڻون هن کان ننڍيون هيون. رابيل جي پيءُ جو شمار نہ فقط شهر جي بلڪ ملڪ جي وڏن ڊاڪٽرن ۾ ٿيندو هو. هن پنهنجي ٻارن کي سٺي تعليم ڏياري هئي ۽ کين سٺو ۽ کليو ماحول ڏنو هو، جو تہ هو خود کليل ذهن جو مالڪ هو. رابيل Born Artist هئي. اڃا اسڪول ۾ هئي تہ ڪيترن ئي تصويري مقابلن ۾ حصو وٺي انعام کٽيا هئائين. ڪئين سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيائين. ڪاليج ۾ آئي تہ کيس ڪاليج طرفان ملڪي سطح تي ٿيندڙ مصوريءَ جي مقابلن ۾ موڪليو ويو، جتان بہ کيس سٺي موٽ ملي. هڪ ڀيري تہ سندس پيءُ جي همٿ افزائيءَ تي هن هڪ بين الاقوامي مقابلي لاءِ پنهنجون تصويرون موڪليون، جن کي بيحد پسند ڪيو ويو ۽ کيس ٻاهر بہ وڃڻ جو موقعو مليو. سندس ماءُ پيءُ سندس ڪاميابين تي فخر ڪندا هئا. سندس شوق کي ڏسندي کيس

فائن آرٽس جي تعليم ڏياري وئي. آرٽسٽ هجڻ ڪري رابيل بين ڇوڪرين کان مختلف هوندي هئي، ڪيس نه زيورن سان چاهه هوندو هو نه فيشن ۽ ميڪ اپ سان پوءِ به هوءَ سٺي ۽ پرڪشش لڳندي هئي. هوءَ ته بس پنهنجي آرٽ جي ڪم ۾ مگن هوندي هئي. يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائي دوران به هوءَ تصويرن جي نمائشن ۾ حصو وٺندي هئي ۽ تمام جلد شهرت حاصل ڪري ورتائين. ڪيس ننڍي عمر ۾ اها شهرت ۽ مڃتا ملي جيڪا آرٽسٽن کي وڏي عمر ۾ به مس ملندي آهي. ائين جڏهن هوءَ public figure بڻي ته هن محسوس ڪيو ته يونيورسٽيءَ جا ڇوڪرا توڙي ميڊيا جا ماڻهو هن جي ويجهو اچڻ چاهيندا هئا ۽ ڪيترائي ماڻهو ته هن سان دوستيءَ جا خواهشمند هوندا هئا. گهر ۾ هن لاءِ فون ايندا هئا، وشنگ ڪارڊز ايندا هئا ۽ ماڻهو بهانن بهانن سان هن سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، تڏهن هوءَ ڪجهه پريشان ٿي ۽ محتاط رهڻ شروع ڪيائين، ڇو ته هوءَ ان عمر ۾ ئي اهو محسوس ڪري چڪي هئي ته جنهن معاشري جي هوءَ فرد هئي اهو male dominating معاشرو هو، جتي مرد لاءِ الڳ معيار هوندا آهن ته عورتن لاءِ الڳ... ڪيس خبر هئي ته ڪوبه اسڪينڊل سندس سڄي زندگي برباد ڪرڻ لاءِ ڪافي هو.

وڏيڪ هوءَ تڏهن ڊپريسڊ ٿيندي هئي،جڏهن هن کي اهڙن بگهڙ نما انسانن جا جملا ۽ نظرون برداشت ڪرڻيون پيون جن کي هن احترام لائق سمجهيو هو. ڇا ڇا نه هن برداشت ڪيو...!؟

طنزيه نظرون، بکيون نظرون، گندا ذهن ۽ دل کي چيريندڙ جملا- ائين به نه هو ته سيئي ماڻهو خراب هئا پر ڪجهه سٺن ماڻهن به هن ڏانهن وڌڻ چاهيو پر هن جي دل ۾ ايڏو ته خوف ۽ وسوسا هئا جو انهن جي خلوص ۾ به هن کي فلرٽ نظر اچڻ لڳو. سندس بي رخيءَ کان مايوس ٿي، اهي به پوئتي هٽي ويا. پر هوءَ پنهنجي رويي لاءِ مجبور هئي ڇو ته ڪيس خبر هئي ته شوبزنس، ميڊيا يا آرٽ جي ميدان ۾ اچڻ وارين ڇوڪرين کي

هڪ هڪ قدم احتياط سان کڻڻو پوندو آهي. ٻي صورت ۾ ڪا به ڪمزوري هٿ ايندي ئي ماڻهو الائي ڪهڙيون ڪهڙيون ڪهاڻيون ناهڻ لاءِ تيار وينا هوندا آهن.

هڪ پاسي ته هوءَ ٻاهرين دنيا جي انهن مسئلن کي منهن ڏيئي رهي هئي ته ٻئي پاسي سندس سوچ ۽ Life Style عام ڇوڪرين کان مختلف هئڻ ڪري انهن مسئلن کي به فيس نه ڪري سگهي، جيڪي رشتن ناتن جي حوالي سان ڇوڪرين کي face ڪرڻا پوندا آهن. هر گهر جيان جڏهن سندن گهر ۾ به اهڙيون عورتون اچڻ لڳيون، جيڪي پنهنجي ڇوڪرن لاءِ چاليهه گهر ڏسنديون آهن، تڏهن ڏيئرن جي ماءُ هجڻ ناتي سندس ماءُ به ڪيس ڪنهن شو پيس جيان انهن جي سامهون پيش ڪرڻ چاهيندي هئي ته هوءَ شديد ردعمل ڏيکاري صاف انڪار ڪري ڇڏيندي هئي... ڇو ته ڪيس ان رسم کان شديد نفرت هوندي هئي. سندس چوڻ هوندو هو ته:

”آئون جيڪڏهن سوسائٽيءَ جي ان گندي رسم کي ختم نٿي ڪري سگهان ته نه سهي پر گهٽ ۾ گهٽ خود ان جو حصو نه بڻجنديس.“

سندس ماءُ، پيئرن ۽ ساهيڙين ڪيس گهڻو سمجهايو پر هوءَ پنهنجي ڳالهه تي بيٺي رهي. ائين ڪرڻ سان وقت گذرڻ سان سندس ننڍين ڀيڻن جي ته شادي ٿي وئي پر سندس ٿي نه سگهي. پر ڪيس ان ڳالهه جي پرواهه به نه هئي. هن کي ته فقط پنهنجي فن سان لڳاءُ هو ۽ دل ۾ اهو يقين هو ته ڪڏهن ته سندس زندگيءَ ۾ اهڙو ماڻهو ايندو، جيڪو هن جي ذات سان پيار ڪندو. سندس social status سان نه. پوءِ چاهي اهو حَسين ۽ رومانوي شهزادو نه هجي، پلي هڪ عام ماڻهو هجي، هو قدم قدم تي سندس لاءِ ڇپر ڇانوَ بڻجي. ۽ هن جي فن ۽ شخصيت تي فخر ڪري. هن پنهنجي دل ۾ ڪوڙ سارو پيار، جذبا ۽ خواب سانڍي رکيا هئا، ان اڻ ڏٺل شخص لاءِ پر... سندس اهو

سپنو ڪڏهن به حقيقت جو روپ وٺي نه سگهيو ڇو ته وقت گذرڻ سان گڏ رابيل اها ڳالهه محسوس ڪئي ته ادب ۽ آرٽ سان واسطو رکندڙ ڇوڪرين کان متاثر ٿيڻ وارا ته گهڻا هوندا آهن ۽ دوستي ته سڀ رکڻ چاهيندا آهن پر پوءِ به هنن کي سٺين نظرن سان نه ڏٺو ويندو آهي ۽ نيڪ ناڪ انٽليڪچوئل ماڻهو به ڪنهن نمايان حيثيت رکڻ واري ڇوڪري/ عورت سان شادي ڪرڻ کان ننائيندا آهن ته متان ان جي شخصيت ۽ حيثيت آڏو سندن شخصيت دٻجي وڃي. ۽ اها ڳالهه هن سماج جي مردن لاءِ گهٽتائي آهي.

بهرحال وقت گذرندو رهيو رابيل جي ڀائرن جي به شادي ٿي وئي. ڪجهه عرصو پوءِ سندس پيءُ جي به وفات ٿي وئي ۽ ماءُ هارٽ پيشنٽ بنجي وئي. هاڻي ڪيس هر وقت رابيل جي شاديءَ جو فڪر رهڻ لڳو. نيٺ هڪ ڀيرو هن ڪيس ايڏو مجبور ڪيو ته هوءَ سندس آخري خواهش سمجهي شادي ڪري. هوءَ انهن ڏينهن ۾ ڪافي بيمار به رهڻ لڳي ان ڪري رابيل به دٻجي وئي. سندس ماءُ ڪيس اهو به چيو ته يا ته هوءَ پنهنجي پسند بابت ٻڌائي يا وري سندس پسند کي قبول ڪري. تڏهن رابيل سوچيو ته ڪيس جنهن قسم جي ماڻهوءَ جي ڳولها هئي سو ته ڪيس مليو ئي نه. پوءِ هن پنهنجي آس پاس جي انهن ماڻهن بابت سوچيو جيڪي هن سان محبت جتائڻ ۽ ويجهو اچڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. هن سوچيو ته سيني مان رياض بهتر شخص هو. جيڪو انجنيئر هئڻ سان گڏ سٺو ڊرامه نگار به هو ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪافي مشهور به هو. سندس خيالات تمام اعليٰ هوندا هئا. اڪثر هو ڪيس فون ڪندو هو. رابيل محسوس ڪيو ته هو سندس ويجهو اچڻ چاهيندو هو ۽ هن جي ذات ۾ دلچسپي وٺندو هو پر رابيل جي رويي سبب ڪيس کلي ڳالهائڻ جو موقعو نه مليو هو پر پوءِ به هن هر طرح اهو ظاهر ڪيو هو ته هو رابيل کي پسند ڪندو

هو. رابيل سوچيو تہ هوءَ ڪا عام ڇوڪري ناهي ۽ هو بہ اعلي تعليم يافتہ ڪليل ذهن وارو ۽ رائيٽر هو، ان ڪري هوءَ هن سان شاديءَ جي موضوع تي ڳالهائي سگهي ٿي. هن سوچيو:

”آئون خود رياض کي شاديءَ جو پروپوزل ڇونہ ڏيان؟“

ائين هن اهو بولڊ قدم کنيو ۽ هڪ دفعي هن سان ملي ۽ هن کان پڇيائين: ”رياض توهان جي رويي مان مون کي محسوس ٿيو آهي تہ توهان مون کي پسند ٿا ڪريو.“

”بلڪل! اها حقيقت آهي. آئون توهان کي پسند ڪريان ٿو، بلڪ مون کي توهان سان محبت آهي.“

”تہ پوءِ توهان منهنجي رشتي جي گهر ڇونہ ٿا ڪريو؟“

”اڙي نہ! توهان سان شادي ڪرڻ بابت تہ ڪڏهن سوچيو بہ نہ آهي.“

”تہ پوءِ توهان منهنجي ذات ۾ ايڏي دلچسپي ڇو وٺندا آهيو؟ توهان مون مان ڇا ٿا چاهيو!“

”فقط دوستي.“

”پر جنهن سماج ۾ اسين رهون ٿا، اتي عورت ۽ مرد وچ ۾ دوستي ممڪن ئي ڪونهي، انهن وچ ۾ يا تہ romance هوندو آهي يا وري فلرٽ.“

”دوستيءَ ۾ romance بہ تہ شامل هوندو آهي.“

”تہ ڇا توهان ڪنهن سان بہ شادي نہ ڪندا؟“

”بلڪل ڪندس ڇونہ ڪندس.“

”تہ پوءِ آخر مون سان ئي ڇونہ؟ ۽ توهان ئي تہ چيو آهي تہ توهان کي مون سان محبت بہ آهي.“

”اهڙيون محبتون ۽ دوستيون تہ اسان جهڙا مرد ڪندا ئي رهندا آهن. باقي شادي مون کي ڪنهن سادي سودي ۽ گهريلو ڇوڪريءَ سان ڪرڻي آهي. ڪنهن اهڙي ڇوڪريءَ سان نہ، جنهن جو تعلق ميڊيا جي ڪنهن شعبي سان هجي، نہ ئي فن و

ادب سان ڇوته منهنجي زال کي فقط منهنجو هئڻ گهرجي. اها پبلڪ پراپرٽي نه هجي."

"توهان جي خيال ۾ اهي مرد بيوقوف هوندا آهن، جيڪي نه فقط اهڙين ڇوڪرين سان شادي ڪندا آهن پر سڄي گهرو زندگي به گذاريندا آهن."

"هر ڪنهن جو پنهنجو ظرف هوندو آهي، مون ۾ ايترو ظرف ناهي."

"واقعي... اهو ته اڄ مون ڏسي ئي ورتو آهي ته توهان ڪيڏا ڪم ظرف انسان آهيو. آئون توهان لاءِ فقط وقت گذاري جي ساٿياڻي ۽ ڪو رانديڪو آهيان ۽ منهنجا ڪي جذبا ناهن. مون اهو سمجهيو هو ته توهان مون ۾ دلچسپي رکو ٿا ۽ اڳتي مون کي پروپوز ڪندا، تڏهن ئي اڄ مون توهان سان کلئي نموني ڳالهايو آهي نه ته جيڪر ڪڏهن به ائين نه ڪريان ها. توهان منهنجي اعتماد کي ڇيهو رسايو آهي."

"ڪم آن يار! تون به عام ڇوڪرين وانگر نڪتين مون ته سمجهيو هو ته تون آرٽسٽ آهين. وڏي دل واري هوندينءَ پر تون به سطحي ذهنيت واري نڪتئينءَ. بهرحال پوءِ به آئون توکي پنهنجي دوست سمجهندس."

"شٽ اپ! مون کي تو جهڙن مردن جي دوستيءَ جي نه ته ضرورت آهي ۽ نه ئي زندگيءَ ۾ ڪڏهن پوندي."

هڪ زوردار ٿهڪ ڏنو. طنز ۽ حقارت سان ڀرپور. رابيل کي ائين محسوس ٿيو ته ڪنهن کيس "انتهائي بلنديءَ تان هيٺ پستين ۾ ڌڪو ڏنو هجي. هوءَ گهر اچي پنهنجي ڪمري ۾ مٿو جهلي ويهي رهي. سندس دماغ جي اندر ڄڻ گهوگهاٽ ۽ سوساٽ ٿي رهيا هئا ۽ ڄڻ ڪنهن سندس دماغ کي جڪڙي رکيو هجي. هن سوچيو ته ڇا هيءُ اهو ئي رياض هو، جنهن جا ڊراما ڏسي هوءَ سوچيندي هئي ته هو انتهائي نرم دل، عورت جو احترام ڪندڙ ۽ حساس شخص هوندو. سندس تحريرن ۾

سندس شخصيت ۾ ڪيڏو نه تضاد هو. ڪيس هن سان محبت هئي نه ئي دلچسپي پر رياض جي رويي ڪيس اهو محسوس ڪرايو هو ته هو سندس ذات ۾ بي انتها دلچسپي رکندو هو. تڏهن ئي هن رياض تي اعتماد ڪندي ايڏو وڏو قدم کنيو هو. هن سوچيو:

”کهڙي ڪمي آهي مون ۾؟ جاهل ناهيان، بدصورت، ناهيان، بدڪردار ناهيان... بي سليقه ناهيان... مون وٽ ته انتهائي پيار پري دل آهي. نازڪ جذبا آهن، خوبصورت خواب آهن، پنهنجي ننڍڙي گهر کي ناهڻ جا، سجائڻ جا... پوءِ... پوءِ... مون کي ڇو نکرايو ويو... هڪ ڇوڪريءَ کي ڇو ايڏو رسوا ڪيو ويو.... اُف منهنجا خدا ڇا آئون سڄي عمر اها ذلت وساري سگهنديس.... نه ڪڏهن به ... نه...“

هوءَ اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي ۽... پوءِ بي اختيار جنوني نموني اٿي پنهنجون ناهيل تصويرون ڪٽي پٽ تي اڇلائڻ لڳي. پوءِ ڪيس مليل سرٽيفڪيٽ، ميڊل، ٽرافيون ۽ فوٽوڪٽي اڇلائڻ، ڦاڙڻ ۽ ٽوڙڻ لڳي.

”نه کپن مون کي... ناهن منهنجي ڪم جا... آئون خراب آهيان... بدڪردار آهيان... مون کي ڪوئي قبول نه ڪندو... نه کپن مون کي هي...“

سندس گوڙ شور تي سندس ماءُ ۽ ڀاڄايون ڊوڙنديون آيون ۽ پوءِ ڪيس سندس ڀاڄائين نهايت مشڪل سان قابو ڪيو. ايستائين هوءَ روئندي، دانهون ڪندي، بيهوش ٿي ڪري پئي. ڊاڪٽر کي گهرايو ويو، جنهن ٻڌايو ته ڪيس ڪو شديد ذهني صدمو رسيو هو ۽ پوءِ ڪيس سڪون جي انجيڪشن هڻي هليو ويو.

ائين ڪجهه ڏينهن سندس طبيعت شديد خراب رهي. ماءُ ۽ ڀاڄائين گهڻوئي پڇيس پر هن ڪجهه نه ٻڌايو. ڪنهن کي پنهنجا دل جا گهاءَ ڏيکاري ها... ڪير سندس ڳالهه سمجهي

ها... ڪير سندس درد کي محسوس ڪري ها! هوءَ اندر ۾ پڄرندي رهي... ٻرندي رهي... ۽ پوءِ... ڪجهه وقت کان پوءِ هن سندس ماءُ جي زور ڀرڻ تي، سندس ماءُ جي پسند تي آصف سان شادي ڪري ڇڏي. اتان کان وري عذابن جو نئون سلسلو شروع ٿي ويو. رياض واري تجربي کان پوءِ سندس دل هونئن ئي ايڏي ٽُٽي پئي هئي، سندس اعتبار آرٽسٽ ۽ انٽليڪچوئل طبقي مان کڄي چڪو هو، ان ڪري هن پنهنجي سوشل لائيف شاديءَ کان پوءِ ختم ڪري ڇڏي هئي ۽ سندس لاءِ سندس گهرئي سڀ ڪجهه هو پر آصف به انهن مردن مان نڪتو، جيڪي اعليٰ تعليم حاصل ڪري ٽري پيس سوٽ پائي، انگريزي ڳالهائي اعليٰ سوسائٽيءَ جو سمبل بڻيل، ڪنهن ڪلب جا ميمبر تي، بظاهر ماڊرن ۽ کليل ذهن جا لڳندا آهن پر اندران هو اهي ئي روايتي سوچ رکندڙ عام مرد هوندا آهن، جيڪي ڪنهن اهڙي عورت کي قبول ناهن ڪندا، جنهن جي پنهنجي هڪ ڀرپور شخصيت هجي. سجاڳ هجي يا سماج ۾ ڪا اهم حيثيت هجي. جڏهن ته رابيل سڀ ڪجهه ڇڏي ڏنو هو ۽ اهوئي سمجهيو هو ته واقعي عورت جو اصل مقام هن جو گهرئي هوندو آهي. سوشل سرڪل نه. هن پنهنجي گهر کي تمام خوبصورت نموني سجايو هو، جو هرڪو سندس سگهڙائپ جي تعريف ڪندو هو. هن رڌڻو به سنڀاليو ۽ گهر جون سڀ ذميواريون سهڻيءَ ريت ڪنيون پر پوءِ به آصف هن مان خوش نه هو، ڇوته سڀ ڪجهه ڇڏڻ جي باوجود به سندس سجاڳپ ته سوسائٽيءَ ۾ هئي... ۽ اها ڳالهه آصف کي احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندي هئي. جڏهن هوءَ آصف سان گڏ ڪٿي ٻاهر نڪرندي هئي ته ماڻهو ڪيس سڃاڻي هن کان آٽوگراف وٺندا هئا يا هن سان ڳالهائيندا هئا ۽ آصف جو تعارف سندس حوالي سان نه پر رابيل جي گهرواري جي حوالي سان ڪرايو ويندو هو ته هن جو موڊ

خراب ٿي پوندو هو ۽ پوءِ اهڙين ڳالهين تي هو گهر اچي هن سان جهيڙو ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن هو ڪيس چوندو هو ته ماڻهو رابيل بابت مختلف ڳالهيون ڪيس ٻڌائيندا هئا ته رابيل ڪيس سمجهائيندي هئي:

”آصف! توکي مون تي اعتبار هئڻ گهرجي، ڇوته پنهنجو رشتو ته سيني رشتن کان وڌيڪ ويجهو آهي. آئون پنهنجي سموري شخصيت سميت تنهنجي سامهون آهيان پر توکي مون تي نه پر فقط ڪجهه گندي ذهنيت رکندڙ ماڻهن کان ٻڌل ڳالهين تي اعتبار آهي. آئون ته آرٽسٽ آهيان، public figure رهي آهيان پر ماڻهو ته يونيورسٽي ويندڙ، ڪاليجن ۾ پڙهندڙ، نوڪري ڪندڙ ته ڇا پر گهرن ۾ هڪ هنڌ ويٺل ڇوڪرين کي ئي نه بخشيندا آهن.“

رابيل شاديءَ کان اڳ ئي يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرر طور appoint ٿي چڪي هئي. آصف کي سندس جاب ڪرڻ تي به اعتراض هو پر هن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ نوڪري ان لاءِ اهم هئي ته رياض واري تجربي کان پوءِ هن جو ذري گهٽ نروس بريڪ ڊائون ٿي چڪو هو، تڏهن سندس پيءُ جي دوست ۽ شهر جي سيني کان وڏي نفسياتي ۽ ذهني ڊاڪٽر احسن ڪيس دل کي وندرائڻ خاطر اها جاب ڪرڻ جي صلاح ڏني هئي ۽ شاديءَ کان پوءِ به ڊاڪٽر احسن ڪيس سمجهايو هو ته هوءَ جيڪڏهن ائين سڀ ڪجهه ڇڏي گهر ۾ ويهي رهندي ته وري نفسياتي ۽ ذهني طور بيمار ٿي پوندي، ان ڪري ڪيس جاب ڇڏڻ نه گهرجي. پر آصف هن سان روز ڪنهن نه ڪنهن ڳالهه تان جهيڙو ڪندو هو. ائين هوءَ پنهنجي ڪردار بابت صفايون پيش ڪري ڪري ٿڪجي پوندي هئي. هوءَ ايذي ته ذهني اذيت ۾ هوندي هئي جو سندس تخليقي ذهن ته الائي ڪيڏانهن ويو. هن مصوري ڪرڻ ئي ڇڏي ڏني هئي پر ڪڏهن اتفاق سان ڪا تصوير ناهڻ ويهندي هئي ته آصف جو

موڊ خراب ٿي ويندو هو. رابيل کي ائين محسوس ٿيندو هو ته
کيس اهڙي سزا ملي هئي، جنهن نه کيس جيئڻ ٿي ڏنو ۽ نه
ئي مرڻ ٿي ڏنو. سندس ماءُ سندس تڪليفن کي ڏسي اجا به
دکي ٿي وئي ۽ کيس احساس ٿيو ته هن جي غلط چوند سبب
ئي رابيل کي اهو سڀ ڪجهه سهڻو پئي پيو ۽ پوءِ جڏهن
شان پيدا ٿيو ته رابيل کي پنهنجي زندگيءَ ۾ خوشگوار
تبديلي محسوس ٿي. هن سوچيو هو ته شايد اولاد کان پوءِ
آصف جي رويي ۾ ڪا تبديلي ايندي پر هو ته عجيب ذهني
مريض ۽ جنوني شخص هو. گهر ۾ جهيڙا ڪنهن سبب جي
ڪري ٿيندا آهن پر هو ته بنا سبب ئي لفظن جي تيرن ۽
تلوارن سان، رابيل جي پيار ڀري ۽ نازڪ دل کي گهائي
وجهندو هو ڇوته هو انتهائي شڪي مزاج، تنگ نظر ۽ احساس
ڪمتريءَ جو ماريل شخص هو، جنهن سبب هو معمولي
ڳالهين کي مسئلو بڻائي جهيڙا ڪندو هو. هن کي رابيل جي
فون ڪرڻ تي به عجيب شڪ ۽ وسوسا پيدا ٿيندا هئا. رابيل
جو نوڪري ڪرڻ، ڊرائيونگ ڪرڻ، تصويرون ڪاڍڻ مطلب ته
هر ڳالهه تي کيس اعتراض هوندو هو... ۽ پوءِ ... هڪ ڏينهن ته
حد ٿي وئي. آصف رابيل جي ڪردار تي حملو ڪري هڪ
اهڙو ته گندو ۽ ڪريل سوچ وارو الزام هنيو، جو رابيل جو
دماغ ڇڻ صفا سن ٿي ويو. نفسياتي مريضه ته هوءَ ان گهٽيل
ماحول ۾ هوندئن ئي ٿي چڪي هئي پر هاڻي ته حد ٿي وئي
هئي. هوءَ ڪاوڙ ۾ سندس گهران ڪار ڪڍي ماءُ ڏانهن رواني
ٿي پر سندس دل ۽ دماغ ۾ آنڌ مانڌ متل هئي ۽ لڙڪ لارون
ڪري باربار وهڻ ڪري ڄڻ سندس اکين اڳيان پردو اچي ٿي
ويو. ائين پوءِ تيزيءَ سان هڪ موڙ ڪاٽيندي اوچتو هڪ ٻي
تيز رفتار ڪار کان بچڻ خاطر هن اسٽيئرنگ کي ٻئي پاسي
موڙيو ته ڪار هن کان بي قابو ٿي پر ۾ هڪ ديوار سان
زوردار نموني ٽڪرائجي وئي ۽ هوءَ شديد زخمي ٿي پئي ۽

پوءِ هوءَ ڪيترائي ڏينهن اسپتال ۾ زير علاج رهي ۽ هوش حواس ۾ نہ هئي. هوءَ بچي تہ وئي پر ڪيس نيڪ ٺيڪ ٿيڻ ۾ ڪيئي مهينا لڳي ويا. جسماني طور تي تہ هوءَ ٺيڪ هئي پر پوءِ ڊاڪٽر احسن جي ڀرپور ڪوشش ۽ علاج کان پوءِ هوءَ جڏهن دنيا جي نظرن ۾ هوش حواس ۾ آئي تہ سندس حواسن تي وڄ ڪيرائڻ لاءِ بہ هڪ خبر موجود هئي تہ ان عرصي دوران آصف ڪيس طلاق نامو موڪلي ۽ پاڻ شان سميت ڪيڏانهن وڃي چڪو هو. سندس ماءُ هن کي پنهنجي گهر وٺي آئي هئي. ان دوران هن جا ڀائر بہ پنهنجن گهرن ۾ سيٽل ٿي ويا هئا. هن جي ماءُ سندس حالت تي ويتر دکي ٿي اڳي کان بہ گهڻو بيمار ٿي پئي. هنن، مهينن تائين آصف ۽ شان کي تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. پر ڪجهہ بہ خبر نہ پئي ۽ پوءِ هڪ ڏينهن سندس ماءُ کي بہ هارٽ اٽيڪ ٿيو ۽ هوءَ بہ گذاري وئي ۽ سندس خواهش ۽ وصيت مطابق جنهن گهر ۾ رابيل پنهنجي سموري حياتي گذاري هئي. شادي شده زندگيءَ جو ڪجهہ عرصوڇڏي، اهو رابيل کي مليو ۽ هوءَ سندس نالي ڪيتروئي بئنڪ بئلنس پڻ ڇڏي وئي. تڏهن رابيل روئي پئي ۽ سوچيائين تہ فقط پٿين ڇتين سان تہ گهر نہ ٺهندا آهن. گهرن جون رونقون ۽ خوشيون تہ گهر جي فردن سان هونديون آهن پر هاڻي هن گهر ۾ نہ تہ سندس پيءُ هو ۽ نہ ماءُ، نہ ڀائر هئا ۽ نہ پيٽون. فقط هوءَ هئي، سندس بيوهہ ماسي هئي ۽ ڪيس پاليندڙ بابا پيرو هو. هن سوچيو تہ ڇا پئسي سان هو اهي خوشيون خريد ڪري سگهي ٿي؟ اهي ٽهڪ، اهي رانديون، اهي شرارتون، اهي مرڪون، اهي رونقون ۽ اهي رشتا جيڪي ڪڏهن هن گهر جي اڱڻ تي هوندا هئا... ڪجهہ عرصو اڳ ڪيس اها بہ خبر پئي تہ آصف هاڻي آمريڪا ۾ هو ۽ شايد نيويارڪ ۾. هوءَ پنهنجي پٽ لاءِ تڙپندي هئي. روئندي هئي پر سندس وس ۾ ڪجهہ بہ تہ نہ هو.

فيضان رابيل جي ماضيءَ جو احوال ٻڌي سچ پچ ته انتهائي دکي ٿي پيو. ۽ پوءِ کيس چيائين:

”رابيل! آئون توهان جي ڏک ۽ اذيت کي دل جي گهرائين سان محسوس ڪري سگهان ٿو پر هاڻي اهو به سوچيو ته جيڪو ٿيو سو ته ٿي چڪو پر هاڻي توهان کي پنهنجي لاءِ ڪو مثبت رستو ڳولهڻو آهي. توهان محض پنهنجي ذاتي ڏک ۾ مبتلا ٿي ٻين جي ڏکن ۽ تڪليفن کي وساري ويٺيون آهيو. بحيثيت آرٽسٽ توهان کي صرف پنهنجا ئي نه پر ٻين جا ڏک به محسوس ڪرڻا آهن. پنهنجي ذات جي خول مان نڪري ڏسو ته توهان جي آس پاس ڪيڏا ماڻهو ڪهڙن ڪهڙن ڏکن ۾ مبتلا آهن. ڪيترين تڪليفن کي منهن پيا ڏين ۽ ڪيتري اذيت ڀري زندگي گذارين پيا. توهان کي انهن لاءِ ڪجهه ڪرڻو آهي.“

آئون انهن لاءِ ڇا ٿي ڪري سگهان؟“

”توهان ئي ته انهن لاءِ گهڻو ڪجهه ڪري سگهو ٿيون، خدا توهان کي تخليقي ذهن ۽ هڪ سگهاري ذات ڏني آهي ۽ هر ڪنهن کي پروردگار اهڙين خوبين سان نه نوازيندو آهي. ان مان توهان اهو نٿا سمجهو ته قدرت توهان کان ڪوخاص ڪم وٺڻ چاهي ٿي...؟“

”ڇا مطلب...؟ آئون ڇا ٿي ڪري سگهان آخر؟“

”توهان هڪ ڀيرو پنهنجي ذات جي خول مان ٻاهر اچو ۽ ڏسو ته سهي ته اسان جي آس پاس ئي ڪيڏا ڏک آهن؟ غربت آهي، افلاس آهي، ظلم آهي، جبر آهي، ناانصافيون آهن، غلط ريتون ۽ رسمون آهن. انسانن تي انسانن جا ئي ڪيل اذيت ناڪ ظلم آهن. فلسطين ۽ عراق جي ماڻهن جي اذيت ڏسو، ڪشمير جي ماڻهن جي ڏکن کي ڏسو... جتي ڪٿي لڱ ڪانداريندڙ ظلم آهن. بربريت آهي. اخبارن ۾ ٿي ويءَ تي هر روز شهيد ٿيندڙن جا لاش ڏسو. خودڪش حملن ۽ جنگين ۾ يتيم ٿيندڙ ٻارن ۽

بيوه ٿيندڙ عورتن جي ڪرب کي محسوس ڪريو. هڪ پاسي انهيءَ ڪرب کي پنهنجي برش جي جنبش سان پينٽ ڪري، ماڻهن جي ضمير کي جهنجوڙيو ۽ ٻئي پاسي دکي انسانن جي درد کي گهٽائڻو آهي. ماڻهن کي ڪا مثبت سوچ ڏيو. اسان ۽ توهان ته الاهي طاقتور انسان آهيون. اسان وٽ سوچ آهي، ذهن آهي ۽ ذات آهي ۽ هاڻي اسان کي برش ۽ قلم جي حرمت رکڻي آهي. اچو ته گڏجي ظلم جي خلاف آواز اٿاريون ۽ ڏکويل انسانيت جي عملي طرح به خدمت ڪريون. چو ته ماڻهن جي دلين ۾ ئي رب رهي ٿو. انهن ماڻهن جي خدمت وسيلي ئي پروردگار جي ويجهڙائپ نصيب ٿيندي. ۽ اهائي دل ۽ روح جي سڪون جي واٽ آهي."

"پر... آئون پاڻ کي ئي نه ٿي سنڀالي سگهان، دنيا جو مقابلو نه ٿي ڪري سگهان، ته ڪنهن ٻئي لاءِ ڇا ٿي ڪري سگهان؟"

"غلط آهي توهان جي سوچ! دراصل توهان ياسيت جون شڪار ٿي ويون آهيو. توهان هر ڳالهه جو فقط اونداهو پهلو ڏسو ٿيون. روشن پهلوءَ ڏانهن ڏسوئي نه ٿيون. فطري نظارن کي ڏسو. انهن جي سونهن کي محسوس ڪريو، انهن کي پينٽ ڪريو، گلن، وڻن ٽڻن ٻوٽن، پوپٽن، حسين چهرن ۽ مرڪندڙ ٻارن کي پينٽ ڪريو. تڏهن انهن سمورين تصويرن کي پينٽ ڪندي توهان پاڻ ۾ هڪ مثبت تبديلي ايندي محسوس ڪنديون ۽ اها خوشگوار تبديلي توهان ۾ اعتماد پيدا ڪندي. واعدو ڪريو ته منهنجن انهن مشورن تي عمل ڪنديون ۽ پاڻ کي بدلائينديون."

"ڪوشش ڪنديس."

"۽...عيد جي هنن ڏينهن کي ائين برباد نه ڪنديون ۽ روئنديون نه."

"هون."

”۽ جڏهن بہ مايوس يا پريشان ٿيو. اداس ٿيو، پاڻ کي بيچين محسوس ڪريو تہ مون سان ڳالهائجو. آئون توهان کي پورو ٽائيم ڏيندس.“

”ها.“

”۽ ... ها ... پنهنجو خيال رکجو.“

فيضان موڪلائي فون بند ڪئي. رابيل بہ فون رکڻ بعد پنهنجي دل کي هلڪو محسوس ڪيو. ڄڻ دل ۽ دماغ تان ڪو بار لهي ويو هجيس. ائين وقت گذرڻ سان گڏ رابيل ۽ فيضان هڪ ٻئي جي وڌيڪ ويجهو ايندا ويا. رابيل جا ڪن هر روز ٽيليفون جي رنگ ٻڌڻ لاءِ آتا هوندا هئا ۽ فيضان بہ هر ٻئي ٽئين ڏينهن فون ڪرڻ لڳو. اهڙيءَ ريت هڪ رات فيضان جي فون آئي هن ريسور کڻي ”هيلو“ چيو. ٻئي پاسي فيضان ڳالهائي رهيو هو. هميشہ جيان پهريائين هن پنهنجو تعارف ڪرائڻ خاطر چيو:

”هيلو رابيل! آئون...“ رابيل سندس ڳالهہ اڌ مان ڪٽيندي چيو: ”جي! مون کي خبر آهي... توهان فيضان پيا ڳالهايو.“

تڏهن فيضان ٽهڪ ڏيندي چيو هو: ”ان جو مطلب تہ اڳتي مون کي تعارف ڪرائڻ جي ضرورت نہ پوندي. هاڻي آواز سڃاڻڻ لڳيون آهيو.“

”مون جڏهن عيد جي ٻئي ڏينهن توهان کي فون ڪئي هئي تہ فقط ”هيلو“ چئي فون بند ڪئي هئي، تڏهن توهان منهنجي ڳالهايل هڪ لفظ مان ئي منهنجو آواز سڃاڻي رنگ بيڪ ڪري سگهو ٿا تہ ڇا آئون توهان جو آواز نہ سڃاڻينديس؟“

”ٻيو ٻڌايو، هاڻي طبيعت ڪئين آهي؟“

”ڪافي حد تائين بهتر آهي.“

”ڪيئن پلا؟“

”مون الاهي عرصي کان پوءِ ڪجهہ نيون تصويرون ناهيون آهن.“

”تمام سنو! پر اسان کي بہ تہ ڏيکاريونہ؟ اسين بہ تہ توهان جي فن جي قدردانن ۾ شامل آهيون.“

”ڏيکارينديس ڪڏهن. هن وقت بہ هڪ تصوير پينٽ ڪري رهي هئس.“

”پوءِ تہ توهان کي بلڪل بہ ڊسٽرب نہ ڪبو. توهان وڃي تصوير مڪمل ڪريو. آئون وري ڪڏهن فون ڪندس Wish you Best of luck!“

رابيل بہ مرڪي ۽ موڪلائي فون بند ڪري ڇڏي ۽ پوءِ ڏاڍي خوشگوار موڊ ۾ مصوري ڪرڻ ۾ مصروف ٿي وئي.

ڪجهہ ڏينهن بعد هڪ رات، هن ڏاڍي خوشگوار موڊ ۾ رڌڻي ۾ برياني پئي ناهي تہ فيضان جي فون آئي هئي. هن پڇيو:

”ڪهڙا حال آهن؟“

”نيڪ آهيان.“

”ڇا پيا ڪريو؟“

”ڊنر جي تياري.“

”پوءِ تہ شايد آئون توهان کي ڊسٽرب پيو ڪريان.“

”نہ... نہ... ڪم تہ ختم ٿي چڪو هو. مون کي تہ خود توهان سان هڪ ضروري ڳالهہ ڪرڻي هئي.“

”ڪهڙي ڳالهہ؟“

”فيضان! پنهنجي پهرئين ملاقات بہ عجيب طرح سان ٿي هئي، اسان کي هڪ ٻئي سان ملندي بہ ٻن سالن کان مٿي عرصو پيو ٿئي پر... اڄ ڏينهن تائين توهان جو رويو ڪجهہ واضح نہ ٿي سگهيو آهي.“

”ڇا مطلب؟“

”مطلب تہ پهرئين ملاقات کان وٺي اڄ ڏينهن تائين، آئون توهان جي ڳالهين ۽ رويي ۾ ڪو خاص احساس محسوس ڪندي رهي آهيان.“

”ڇا مون ڪڏهن ڪا اهڙي ڳالهه ڪئي آهي، جيڪا توهان کي اڻوڻندڙ لڳي هجي؟ ڇا مون اڄ تائين اهو سڀ ڪجهه چيو آهي، جيڪي نوانوي (99) سيڪڙو مرد عورتن کي چوندا آهن؟“

”نيڪ آهي. چيو ته ڪجهه به ڪونهي پر محسوس ضرور ڪرايو آهي، اڄ توهان کي اهو تعلق يا احساس واضع ڪرڻو ئي پوندو ته ڇو آخر توهان هر ٻئي ٽئين ڏينهن فون ڪريو ٿا؟ توهان آخر مون کان ڇا ٿا چاهيو؟“

”رابيل! ان تعلق کي آئون دوستيءَ جو نالو نه ڏيندس، ڇو ته جنهن سماج ۾ اسين رهون ٿا ۽ ان جي جنهن طبقي سان اسان جو تعلق آهي، اتي عورت ۽ مرد جي دوستيءَ جو ڪو به تصور ڪونهي ۽ نه ئي مرد هڪ عورت جو تعارف سيني آڏو دوست جي حيثيت سان ڪرائي سگهي ٿو. اهي سڀ ڪتابي ڳالهيون آهن.“

”پوءِ... پوءِ... آخر هي سڀ ڇا آهي؟“

”بس ائين سمجهو ته زندگيءَ ۾ ٿيندڙ ڪجهه واقعا ۽ ڳالهيون اڳ ۾ طئہ ٿيل نہ هونديون آهن پر خود بخود ٿي وينديون آهن. اسان جو تعلق بہ ائين ئي وجود ۾ آيو آهي. بس آئون توهان کي پسند ڪريان ٿو. توهان سان ڳالهائڻ چاهيان ٿو.“

”پر آخر ان تعلق کي ڪهڙو نالو ڏيندا؟“

”اسين ان کي ڪو بہ نالو نہ ٿا ڏيون، اها ئي ان احساس جي خوبصورتي آهي. اهو احساس فقط محسوس ڪري ٿو سگهجي، اها ئي ان جي اصل سونهن آهي.“

”پر فيضان! الائي ڇو مون کي ڏاڍو خوف ٿو ٿئي ان رستي تي ايندي. آخر توهين ڇو ٿا چاهيو تہ آئون ڪو اهڙو سفر اختيار ڪريان، جنهن جي ڪا منزل ئي ڪانهي؟ آخر اسان ڪيڏانهن پيا وڃون؟“

فيضان: ”توهان هن سفر تي مون سان گڏ هلو تہ سهي...“

رابيل: ”الائي ڇو، مون کي ڊپ ٿو ٿئي ته اسين جيڪڏهن ان سفر تي نڪتاسين ته قدم قدم تي هرٽ ٿينداسين.“

”آئون توهان کي هرٽ ٿيڻ نه ڏيندس.“

”توهين ته شايد هرٽ نه ٿيو، ڇو ته توهان جو ڇاهي؟ مرد آهيو، آزاد ۽ خودمختيار آهيو ۽ توهان جي زندگيءَ ۾ گهڻو ڪجهه آهي، پر منهنجي زندگيءَ ۾ ته ڪجهه به ڪونهي... ان رستي تي هلڻ کان پوءِ آخر منهنجو مستقبل ڇا ٿيندو؟“

”اهو اسان وقت تي ڇڏي ٿا ڏيون. ان جو فيصلو وقت ڪندو؟ ۽ انشاءَ الله بهتر ئي فيصلو ٿيندو.“

”پهرين توهان خود فيصلو ڪريو ۽ مون کي ٻڌايو.“

فيضان ڪاوڙ ۽ جوش مان چيو: ”رابيل...! رابيل...! آئون زبان سان ڇا چوان؟ تون مون کي چڱيءَ طرح سمجهين ٿي.“

”آئون سمجهندي به نه ٿي سمجهان توهان کي.“

فيضان هڪ زوردار ٺهڪ ڏنو ۽ رابيل وري چيو: ”مون کي خوف ٿو ٿئي، ڪيئي انديشا ۽ وسوسا منهنجي دل ۾ اڇن ٿا، توهان بابت ٻڌل ڳالهيون...“

فيضان ڪاوڙ ۾ سندس ڳالهه ڪٽيندي چيو: ”منهنجي خيال ۾ هاڻي مون کي فون بند ڪري ڇڏڻ گهرجي.“

”توهان ته ناراض ٿي ويا.“

”تون اهڙيون ڳالهيون ڪندي آهين ته مون کي ڪاوڙ لڳندي آهي، ڏک ٿيندو آهي. تون ته آرٽسٽ آهين. تنهنجي نظر ۽ سوچ ته وسيع هئڻ گهرجي پر تون ته سطحي طرح سوچڻ لڳي آهين. ٻن سالن جو عرصو ڪنهن به ماڻهوءَ کي سڃاڻڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي. بس اڄ ڳالهه صاف ڪرڻي آهي. تو کي منهنجو ساٿ قبول آهي يا نه؟“

رابيل: ”توهان ڇو ٿا منهنجو ساٿ ڏيڻ چاهيو؟“

فيضان: ”آئون چاهيان ٿو ته هيءَ جيڪا تنهنجي ڇهري تي هر وقت خزان ڇانيل هوندي آهي، اها بهار ۾ مَٽجي وڃي.“

”جيستائين توهان منهنجي زندگيءَ ۾ نہ آيا هئا، آئون پنهنجي حالتن سان سمجهوتو ڪري چڪي هيس. مون ماڻهن جون ايذيون تہ منافقيون ڏٺيون، جو پوءِ سڀ ڪجهہ ڇڏي شهرت جي چڪر کان پري ٿي، پنهنجي هڪ الڳ ڪنڊ وسائي هئي، جتي شهرت کان پري گمناميءَ ۾ سڪون جي تلاش ۾ هئس ۽ ڪافي حد تائين ڪامياب ٿي وئي هئس پر توهان اچي منهنجي زندگيءَ کي وري ڊسٽرب ڪري ڇڏيو.“

فيضان ذڪ مان چيو: ”ٺيڪ آهي، جيڪڏهن تون واقعي ڊسٽرب ٿي ٿئين تہ پوءِ سچ ٻڌاءِ تہ ڇا آئيندي فون نہ ڪريان!“

رابيل ڪوبہ جواب نہ ڏئي سگهي. فيضان جو ”توهان“ مان ”تون“ تي اچڻ کيس ڏاڍو پيارو لڳو هو. هن سوچيو تہ کيس ڇا ٻڌائي. هن جي فون ڪرڻ ۽ ڳالهائڻ سان هوءَ پريشان ٿيندي هئي ۽ سندس فون نہ ڪرڻ سان وري هوءَ زندگيءَ ۾ ڪا کوٽ محسوس ڪندي هئي ۽ هر وقت کيس ياد ڪندي هئي.

فيضان وري چيو: ”خاموش ڇو ٿي وئينءَ؟ گهٽ ۾ گهٽ تو ۾ سچ ڳالهائڻ جي جرئت تہ هئڻ گهرجي.“

”مون کي پاڻ خبر ڪونهي تہ آئون ڇا ٿي چاهيان؟“

”تہ پوءِ ٺيڪ آهي، آئندي آئون ايستائين فون نہ ڪندس، جيستائين تون خود مون کي فون ڪري اهو جملو نہ چوندينءَ تہ فيضان! مون کي تنهنجو ساٿ قبول آهي.“

رابيل پريشانيءَ مان چيو: ”مطلب تہ هاڻي فون نہ ڪندا؟“

”ضرور ڪندس پر ان جو شرط آئون توکي ٻڌائي چڪو آهيان. هاڻي فيصلو تنهنجي هٿ ۾ آهي. واپس گمناميءَ جي زندگيءَ ۾ داخل ٿي پنهنجي اڪيلي ڪنڊ ۾ وڃي ويهڻو اٿئي يا هڪ نئين سفر جي شروعات ڪرڻي اٿئي. مون کي تنهنجي فيصلي جو انتظار رهندو.“

اهو چئي فيضان فون بند ڪري ڇڏي ۽ رابيل حيران ۽ پريشان ٿي وئي. ڪجهہ ڏينهن هوءَ انتهائي ذهني ڪشمڪش

۾ رهي. هڪ طرف سندس دماغ فيصلو ڏيندو هو تہ فيضان تي depend ڪرڻ بجاءِ هوءَ بولڊ تي پنهنجو سهارو پاڻ بڻجي، ٻئي پاسي دل اهو سوچي اداس ٿي ويندي هئي تہ فيضان جيڪو هاڻي هن لاءِ بيحد اهم بڻجي چڪو هو، جيڪڏهن سندس زندگيءَ مان نڪري ويندو تہ باقي زندگيءَ ۾ ڇا رهندو؟ زندگي ڄڻ بي رنگ ۽ بي رونق بڻجي ويندي. ۽ پوءِ نيٺ دل جو فيصلو دماغ جي فيصلي تي حاوي ٿي ويو ۽ هڪ ڏينهن هن فيضان کي فون ڪئي تہ رابيل سندس آواز مان خوشي محسوس ڪري رهي هئي. رسمي جملن بعد رابيل خاموش ٿي وئي تہ فيضان ٽوڪيس: "هيلو...! خاموش ڇو آهين...! ڳالهاءِ نہ..."

رابيل کيس چيڙيندي چيو: "منهنجي فون ڪرڻ سان اجايو خوشفهميءَ ۾ نہ پئجي وڃجانءِ."

فيضان زنده دليءَ سان هڪ ٽهڪ ڏئي چيو: "خوشفهميءَ ۾ تڏهن پوان ها جيڪڏهن توکي سمجهان نہ ها. مون کي تہ اڳ ۾ ئي پنهنجي دل ۽ جذبي تي اعتبار هو. ڀلا پوءِ... آخر ڇا فيصلو ڪيئي؟ ڪُنڊ وسائي ويهڻي آهي يا دنيا کي face ڪرڻو آهي."

"آئون الاهي منجهيل آهيان. منهنجي دل ۽ دماغ ۾ ڪيئي وسوسا ۽ ڳُڻتيون اڀرن ٿا. ڪٿي تون مون سان فلرٽ تہ نہ پيو ڪرين؟ منهنجي اعتماد کي دوکو تہ نہ ڏيندين؟ صفيہ ناز اڄڪلهہ وري تو بابت عجيب ڳالهيون پکيڙي رهي آهي."

"ڪهڙيون ڳالهيون؟"

"ڪجهہ نہ... بس ڇڏ..."

"آخر تون هر ڳالهہ اڌ ۾ ڇو ڇڏي ڏيندي آهين؟ آئون تہ توکي sensible سمجهندو هوس. مون کي افسوس آهي تہ تو مون کي نہ سڃاتو. ڇا تون مون کي واقعي ائين سمجهين ٿي؟"

"نہ... پر..."

”پر... ڪجهه نه...! آئون توکي هاڻي ائين نه ڇڏيندس، توکي پاڻهي track تي وٺي ايندس. هڪ ڳالهه ياد رکجانءِ رابيل زندگيءَ ۾ ڪجهه ماڻهن تي اعتماد ڪرڻو ئي پوندو آهي. ايڏي شڪي ۽ بدگمان ٿيندينءَ ته زندگي ڪيئن گذاريندينءَ؟ تون ڏسجانءِ آئون توکي پنهنجو تعلق نڀائي ڏيکاريندس.“

اهو چئي فيضان فون بند ڪئي ۽ رابيل کي سندس ڪيل ڳالهين تي سرمشاري ٿيڻ لڳي ۽ سوچيائين ته فيضان ڪيڏو نه پيارو ماڻهو آهي، پر هوءَ بار بار کيس تڪليف پهچائي ٿي ۽ هرٽ ڪري ٿي.

ڪيڏا ڏينهن گذري ويا. فيضان جي فون نه آئي، رابيل ته هاڻي هر وقت هن بابت سوچيندي رهندي هئي ۽ مرڪندي رهندي هئي ۽ پوءِ هڪ ڏينهن فيضان فون ڪئي ۽ پڇيو:

”ڪهڙا حال آهن؟“

”نيڪ آهيان، توهان ايڏن ڏينهن کان فون ڇو نه ڪئي؟“

” ها! دراصل ادبي پرچي جي نئي ايڊيشن جي سلسلي ۾ ڪافي مصروف آهيان، ان ڪري آفيس ۾ به دير تائين ويهڻو پوندو آهي. تون ٻڌاءِ ته تنهنجي طبيعت ته وري خراب نه ٿي؟“

”نه..... پر...“

”پَر...ٻَر...ڪجهه به نه. تون بالڪل نيڪ آهين. مون ان لاءِ فون ڪئي هئي ته هڪ پيري تو چيو هو ته تو وٽ رسالي جي آرٽ سيڪشن جي حوالي سان ڪي سٺيون تجويزون آهن... ته پوءِ سڀاڻي ٽائيم ڪڍي اچ ته ان بابت ڊسڪس ڪري وٺون.“

”نه...! سڀاڻي نه، ڪالهه کان طبيعت وري بهتر نه پئي سمجهان، طبيعت ٿورو سيٽ ٿئي ته آئون ضرور اينديس.“

”تنهنجي طبيعت ته خود تومان ڦاٽي آهي.“

رابيل کي بي اختيار کل اچي وئي ۽ فيضان جي ڪنن ۾ ڄڻ جلترنگ وڄڻ لڳو. هن وري چيو:

”اڙي!... منهنجي ذهن ۾ هڪ آئيڊيا آئي آهي، ڇو نہ آرٽ سيڪشن جو انچارج توکي ئي ڪيو وڃي. ائين هڪ پاسي تون بہ active ٿيندينءَ ۽ ٻئي پاسي ٻيهر بحيثيت آرٽسٽ ماڻهن آڏو ايندينءَ عملي ميدان ۾. ائين تنهنجي دل بہ وندري پوندي ان مصروفيت ۾.“

”فيضان! آئون توهان کي ڇا ٻڌايان تہ ماضيءَ ۾ آئون ڪيڏي active ڇوڪري هوندي هئس. اخبارن ۽ رسالن ۾ آرٽ تي فيچر، رپورٽون ۽ تبصرا لکيم ۽ ڪيترن ئي آرٽسٽن جا انٽرويو ڪيم... پر هاڻي تہ ڪجهہ بہ نہ ٿو پڄي... منهنجي طبيعت...“

”ڪجهہ بہ نہ ٿيو آهي تنهنجي طبيعت کي.“ فيضان سندس ڳالهہ اڌ مان ڪٽيندي چيو: ”تو پاڻ ئي ٻڌايو هو تہ ڊاڪٽر احسن چوندو آهي تہ توکي دوائن کان وڌيڪ هاڻي پنهنجي قوت ارادي تي ڀروسو ڪرڻ گهرجي ۽ سوشل سيٽ اپ ۾ داخل ٿيڻ گهرجي. ائين هڪ هنڌ ويهي ۽ فضول ڳالهيون سوچي ئي تہ تون هن حال تي پهتي آهين. بس!... هاڻي آئون تنهنجي ڪابہ ڳالهہ نہ ٻڌندس. توکي سياڻي اچڻو آهي.“

رابيل پريشان ٿيندي چيو: ”نہ، پر ٻن ٽن ڏينهن ۾ ايندس.“

فيضان گهرو ساهہ کڻندي چيو: ”ٺيڪ آهي، جيئن تنهنجي مرضي، آئون تنهنجو انتظار ڪندس.“



ڪجھ ڏينهن بعد رابيل سوچيو تہ اڄ چونہ بالڪل اوچتو فيضان جي آفيس ۾ پهچي ڪيس سرپرائز ڏئي. جيتوڻيڪ ڪيس چڪر اچي رهيا هئا، مٿي ۾ ڳراڻ محسوس پئي ٿي پر هن سوچيو تہ ائين ٻاهر نڪري ماحول ٿورو بدلائي تہ شايد طبيعت سيٽ ٿي وڃيس. هوءَ تيار ٿي، هلڪي ميڪ اپ ۽ گلابي ڪپڙن ۾ هوءَ بيحد پرڪشش لڳي رهي هئي. هوءَ جيئن ئي وڃڻ لاءِ اٿي تہ وري هڪدم چڪر اچي ويس ۽ هوءَ مٿي تي هٿ رکي ويهي رهي. سندس دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. هوءَ وري مايوس ٿي سوچڻ لڳي تہ هوءَ ڪڏهن بہ نيڪ نہ ٿيندي ۽ ڪڏهن بہ وري ڪجھ ڪري نہ سگھندي. اوچتو ڪيس ڪو خيال آيو ۽ هن ڏڪندڙ هٿن سان فيضان جو نمبر ڊائل ڪيو، ٻئي پاسي هن فيضان جو آواز ٻڌي ڏڪندڙ آواز ۾ ”هيلو“ ڪيو تہ فيضان جو خوشيءَ مان ٻڏل آواز آيو: ”ڪهڙا حال آهن؟“

”حال نيڪ ڪونہ آهن.“

”ڇا مطلب؟“

”اڄ مون سوچيو هو تہ بالڪل اوچتو اچي توهان کي سرپرائز ڏينديس. تيار بہ ٿي وئي آهيان، پر طبيعت وري خراب ٿي وئي آهي، چڪر پيا اچن ۽ مون کي ڏاڍي گھٻراهٽ پئي ٿئي.“

”پريشان نہ ٿيءُ رابيل! ٿوري همت ڪر ۽ هلي اچ.“

”نہ فيضان! مون کي ائين ٿو لڳي تہ شايد آئون بہ چار قدم بہ نہ هلي سگھان.“

”ڪجھ بہ نہ ٿيندو. اهو تنهجو محض وهم آهي.“

”نہ فيضان! مون کي ڊپ تو ٿئي، مون کي لڳي ٿو تہ آئون هلندي هلندي ڪري پونديس.“

فيضان پيار پرئي لهجي ۾ سرگوشي ڪئي: ”آئون توکي ڪرڻ نہ ڏيندس. آئون توکي سنڀالي وٺندس. ڏس! پليز! هلي اچ.“

”فيضان! آخر توهان کي يقين ڇو نہ ٿو اچي تہ منهنجي طبيعت واقعي خراب آهي.“

”چڱو پوءِ تون سڪون جي tablet ڪائي ٿوري دير ليٽي پئہ ۽ پوءِ جڏهن طبيعت بهتر سمجهين تہ هلي اچجانءِ... ۽ پنهنجو خيال رک. مون کي وري فون ڪري حال احوال ٻڌائجانءِ.“

رابيل: موڪلائي فون رکي ۽ پوءِ هڪ tablet ڪائي ليٽي پئي پر طبيعت جي بيچينيءَ ۾ گهٽتائي نہ آيس ۽ دل اپڏي پرجي پرجي پئي آيس، جو سوچيائين پئي تہ جيڪر اوچنگارون ڏئي روئي ۽ هوءَ واقعي روئي پئي. پوءِ اڌ ڪلاڪ بعد هن وري فيضان کي فون ڪئي.

”ڇا ٿيو؟ طبيعت ڪجهہ سيٽ ٿي؟“ فيضان پڇيو.

”نہ!... بس پوءِ وري ڪڏهن ايندس. ڪنهن ٻئي ڏينهن.“

”جڏهن ارادو ڪيو هوتہ پوءِ اچي وڃين ها، آخر اهو اڪثر توکي ٿيندو ڇا آهي؟“

”مون توهان کي ٻڌايو هوتہ ايڪسيڊنٽ کان پوءِ آئون جسماني طرح تہ ٺيڪ ٿي وئي هئس پر ذهني طرح آئون اڃا تائين نارمل نہ ٿي سگهي آهيان ۽ منهنجو علاج اڃا تائين جاري آهي ڇوتہ اهڙا دورا مون کي اڪثر پوندا آهن. گهٻراهٽ ۽ بيچينيءَ جا ۽ پوءِ ائين لڳندو آهي تہ آئون هڪ قدم بہ نہ هلي سگهنديس، ان ڪري ڊرائيونگ ڪرڻ بہ ڇڏي ڏنم.“

”رابيل! اهو فقط نفسياتي اثر آهي، ٻيو ڪجهہ بہ نہ هڪ پيرو برف کي ٽوڙ تہ سهي، تون ڏسندينءَ تہ ڪجهہ بہ نہ ٿيندو توکي. تون خود پنهنجي مٿان ياسيت طاري ڪري ڇڏي آهي، ڏس! آئون تنهنجو

انتظار پيو ڪريان ۽ يقين ڪر تہ مون ڪي ڏسي ۽ مون سان ملي تنهنجي طبيعت الاهي بهتر ٿي ويندي ۽ ذهن تان بار هلڪو ٿي ويندو. ڏس! ... آئون هجت پيو ڪريان."

"نہ فيضان! ... پليز...اڄ نہ."

فيضان جو آواز جهيڻو ٿي ويو ۽ هن ڏک مان چيو: "ڇا ڪجهي توتي ڪنهن ڳالهہ جو اثر ٿئي نہ ٿيندو آهي."

"بس! جڏهن بہ مون سان اهڙي حالت ٿيندي آهي تہ آئون ائين ئي ٿي ويندي آهيان."

فيضان شرارت مان چيو: "يلا اهڙن دورن ۾ خطرناڪ تہ نہ ٿي پوندي آهين.!!؟"

رابيل چڙي چيو: "اطمينان رکو، اهڙي حالت ۾ فقط پنهنجو پاڻ کي ئي نقصان پهچائيندي آهيان. ٻين کي نہ."

فيضان ٻري کيس تنگ ڪندي چيو: "سوچيان پيو تہ احتياطاً هڪڙو ڪمرو بڪ ڪرائي ڇڏيان."

"ڪٿي؟"

"پاڳل خاني ۾."

"اڪيلي تہ آئون بہ نہ وينديس، ٻئي گڏجي هلنداسين."

فيضان هڪ زوردار ٽهڪ ڏنو ۽ پوءِ رابيل کي بہ کل اچي وئي ۽ پوءِ ٻنهي هڪ ٻئي کان موڪلائي فون رکي ڇڏي ۽ پوءِ سياري جي ان ٿڌي رات ۾ هوءَ ڪمبل ۾ ويڙهجي سيڙهجي ليٽي پئي. سندس ذهن سوچن ۾ گم هو. ڪڏهن پريشان ڪندڙ سوچون هيون تہ ڪڏهن وري خوشگوار. هن سوچيو: "الا! ڇا ڪريان؟ هي شخص تہ ڏينهون ڏينهن منهنجي دل ۽ دماغ تي ڇانئجندو پيو وڃي. مون تہ ڪڏهن ائين سوچيو بہ نہ هو. چاهيو بہ نہ هو... ۽ پنهنجي پوري قوت سان مزاحمت ڪئي هئي.

مون تہ
پنهنجي دل جو دروازو
هر دري ۽ روشندان

ايستائين
جو
ڪا بہ معمولي وِٿي
بہ
بند ڪرڻ
نہ وساري هئي
پر
جيئن
خوشبوءِ ڪي
درين ۽ دروازن بند هئڻ جي باوجود
بہ
اندر اچڻ کان
روڪي نہ تو سگهجي
تيئن
هن جو پيار بہ
ائين ئي تہ
آهي.
هُو
بنان منهنجي
اجازت جي
دل ۾
لهندو پيو وڃي
چانئجندو پيو وڃي...!
ها!
هن پيار کي بہ
خوشبوءِ وانگر
ڪير تو قيد ڪري سگهي؟!
ڪير تو روڪي سگهي!؟

جيڪو
منهنجي وجود کي
جهڪڙيندو پيو وڃي
۽ پيار جي
اها خوشبو
منهنجي
دل
وجود ۽
جيون کي
وکوڙيندي پئي وڃي
واسيندي پئي وڃي...!



ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ نيٺ هن همٿ ڪئي ۽ فيضان سان ملڻ لاءِ رواني ٿي. هن سوچيو تہ هوءَ ڪيس ائين اوچتو وڃي سرپرائيز ڏيندي. سياري جي  ٿڌي شام ۾ هن ڪي ڪارو وڳو پاتل هو ۽ چهري تي هلڪي ميڪ اپ ۾ بہ سندس اندر جي اداسي ظاهر ٿي رهي هئي. جڏهن هوءَ فيضان جي آفيس جي ويجهو پهتي تہ سندس دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي ۽ پوءِ همٿ ڪري آفيس ۾ داخل ٿي. فيضان کي سلام ڪيائين تہ فيضان بي اختيار اٿي بيٺو هو ۽ چيائين:

”تون...!؟ اوچتو؟ !What a surprise.“

هو ايڏو تہ خوش هو جو پنهنجي ڪيفيت لڪائي نہ سگهيو. رابيل ويجهو پيل صوفي تي ويهي رهي. فيضان جي چهري تي عجيب خوشي هئي، بي چيني هئي، بي تابي هئي... ۽ هو ڪجهہ نروس بہ هو. رابيل ڏاڍي مشڪل سان پنهنجي کِل روڪي سگهي هئي. پوءِ فيضان چيو: ”آئون توکي ٻڌائي نہ ٿو سگهان تہ توکي ائين اوچتو سامهون ڏسي.مون کي ڪيڏي خوشي ٿي آهي.“

رابيل مسڪرائي چيو: ”ٻڌائڻ جي ضرورت بہ ڪانهي. اها تہ توهان جي چهري مان ظاهر آهي. اڄ سوچيم تہ ائين اوچتو اچي توهان کي سرپرائيز ڏيان سو، فون ڪري توهان کي اطلاع نہ ڏنم.“

”پر آئون توکان سخت ناراض آهيان. مون کي ڪاوڙ پئي اچي. ان ڏينهن منهنجي ايتري چوڻ جي باوجود بہ نہ آئي هئينءَ؟“

”مون توهان کي ٻڌايو تہ هو ان ڏينهن منهنجي طبيعت نيڪ نہ هئي ۽ يقين ڪريو تہ طبيعت تہ اڄ بہ مزي ۾

ڪونهي پر، توهان سان اچڻ جو واعدو ڪيو هئم، ان لاءِ همت ڪري اچي وئي آهيان.“
”مون کي ڪاوڙ لڳندي آهي جڏهن توتي ڪنهن جي به ڳالهين ۽ هجتن جو اثر ئي نه ٿيندو آهي. بيو ته ان ڏينهن اچڻو نه هو ته پوءِ فون ڪري مون کي ائين بي چين ڇو ڪيو هيئي؟“
”آئون مڃان ٿي ته مون کان اها غلطي ٿي چڪي. پلا جيڪڏهن آئون اچڻ لاءِ تيار ٿي هئس ته توهان کي ته خبر به نه پوي ها نه... بهرحال هاڻي ڪجهه ڪم بابت ڳالهه ٻولهه ٿي وڃي، توهان کي ڪهڙي ڳالهه ڊسڪس ڪرڻي هئي؟“
”اهو ڪم پوءِ ٿيندو اڄ ايڏي عرصي کان پوءِ مَس مَس ته هٿ آئين آهين... ۽ اڄ... توکي ائين نه ڇڏيندس. اڄ ڪجهه ڳالهيون واضع ڪرڻيون پونديئي. آمهون سامهون ويهي.“
”ڇا مطلب؟ ڪهڙيون ڳالهيون؟“
”هي جيڪو تون هر هر صفيه ناز جو حوالو ڏيندي آهين، اهو ڇا قصو آهي؟“
”هوءَ توهان بابت ابتيون سبتيون ڳالهيون ڪندي رهندي آهي.“
”مثال طور؟“
”هن جو چوڻ آهي ته توهان پنهنجي ڳالهين ۽ رويي سان هن کي محسوس ڪرايو آهي ته توهان هن کي پسند ڪريو ٿا ۽ اهو به ته توهان هن کي پروپوز ڪيو آهي.“
فيضان ڪاوڙ ۾ چيو: ”ڇا...؟ هن اهو سڀ ڪجهه چيو آهي... ۽... توکي به هن جي چيل ڳالهين تي اعتبار آهي!“
”توهان پاڻ ئي سوچيو ته هڪ ڇوڪري، خود پنهنجي زبان سان اهڙي ڳالهه چوي ته پلا ڪنهن جي ڳالهه تي اعتبار ڪجي؟! توهان جي ڳالهه تي يا وري هن جي؟!“
فيضان هڪ گهرو ساهه کڻندي چيو: ”دراصل هوءَ هاڻي مون کي بدنام ڪرڻ چاهي ٿي.“
”پر... ڇو... !؟“

”ڏس رابيل! اها حقيقت آهي ته هوءَ پنهنجي لڪٽين جي اصلاح مون کان اچي ڪرائيندي هئي ۽ مون نه پر هن پنهنجي ڳالهين ۽ حرڪتن سان اهو ظاهر ڪيو هو ته هوءَ مون کي پسند ڪري ٿي. دراصل ڪجھ ماڻهو ڪنهن مان پاڻ مرادو گهڻيون ئي اميدون وابسته ڪري ڇڏيندا آهن. اهڙا ماڻهو بن قسمن جا هوندا آهن، هڪڙا اهڙا هوندا آهن جيڪي پنهنجي اميدن کي پورو ٿيندي نه ڏسي، خاموشيءَ سان پوئتي هٽي ويندا آهن ۽ هڪڙا وري اهي هوندا آهن، جيڪي پنهنجون اميدون پوريون نه ٿيندي ڏسي، پوءِ جن سان اميدون وابسته ڪندا آهن، انهن کي بدنام ڪرڻ شروع ڪندا آهن. صفيه ناز جو جو ڪيس به اهڙو ئي هو. هوءَ ڪجھ اميدون ڪٽي مون ڏانهن وڌي هئي، پر سندس جذبو one sided هو، سو جڏهن هن محسوس ڪيو ته سندس اميدون پوريون ٿي نه سگهنديون ته هن رد عمل طور مون سان ڪوڙيون ڳالهيون منسوب ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيون، پر آئون سمجهان ٿو ته سندس اهو رد عمل فطري آهي، جو ته اسين ليڪڪ، انساني جذبن، احساسن ۽ نفسيات کي عام ماڻهوءَ کان وڌيڪ بهتر سمجهي سگهندا آهيون، ان ڪري مون کي صفيه ناز جي ان رد عمل تي ڪاوڙ نه ٿي اچي. منهنجي لاءِ هوءَ اڄ به احترام لائق آهي.“

رابيل حيرت مان هن کي ڏٺو. ان مهل هو ڪيس ڪيڏو عظيم ۽ سلجهيل شخص لڳو هو، پوءِ هن چيو:

”باءِ دي وي! توهان جو شمار ڪهڙي قسم جي ماڻهن ۾ ٿئي ٿو؟“

”ذڪر صفيه جو هو منهنجو نه؟... ۽ هاڻي بيو سوال.“

”جي پڇو.“

”تون شادي ڇو نه ٿي ڪرين؟“

رابيل بيزاري ۽ ڪاوڙ مان چيو: ”پليز، فيضان صاحب! مون کي ان موضوع کان ئي چڙ آهي.“

فيضان ڪيس تنگ ڪرڻ خاطر چيو: ”توکي ڪهڙي ڳالھ کان چڙ ڪانهي؟ تو ڪڏهن غور ڪيو آهي ته تون ڪيڏي چيڙاڪ ٿي آهين؟ پلا ڪنهن آئيڊيل جي تلاش آهي؟“

”ائين ئي ڪٽي سمجهو.“
”هن ۾ ڪهڙيون خوبيون هئڻ گهرجن؟“
”جيڪو عورت کي انسان سمجهي ۽ اها ڳالهه سمجهي ته عورت جي به پنهنجي ڪا سوچ هوندي آهي، مرضي هوندي آهي ۽ شخصيت هوندي آهي؟“
”هاڻي آئون اهو پڇندس ته پلا منهنجي ڪردار بابت تنهنجا وهم، وسوسا ۽ شڪ ختم ٿيا يا نه؟“
”نه اهڙي ڳالهه ته ڪانهي، منهنجي دل صاف آهي.“
”آئون تنهنجي واتان ٻڌڻ چاهيان ٿو ته آئون توکي ڪيئن ٿو لڳان؟“
رابيل ڪنفيوز ٿي ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو ۽ ڪو به جواب نه ڏنائين.
فيضان وري چيو: ”رابيل! تو ۾ گهٽ ۾ گهٽ سچ ڳالهائڻ جي همت ته هئڻ گهرجي.“
”ڇا مطلب؟“ رابيل هن ڏانهن ڏسندي چيو.
”مطلب ته آئون توکي سنو لڳان ٿو؟“
رابيل وري نروس ٿي وئي ۽ هن سان نظرون نه ملائي سگهي ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري آهستي چيائين:
”ها.“
فيضان کي هوءَ ان وقت ڏاڍي معصوم ۽ پياري لڳي.
”هاڻي آئون وڃان؟ ٻاهر منهنجي گاڏي بيٺي آهي.“
فيضان جي چهري جي رونق هڪ لمحي ۾ اهو ٻڌي غائب ٿي وئي ۽ هن چيو:
”هاڻي ئي ته آئي آهين ۽ ايڏي تڪڙي هلي به وينديئن؟“
رابيل آهستي چيو: ”اڄ ته آئون ائين ئي آئي هئس، باقاعدي سڀاڻي ويهي ڪم بابت ڊسڪس ڪنداسين.“
ٻئي چپ هئا. رابيل جو ڪنڌ هيٺ هو ۽ فيضان سوچن ۾ هو. ٻئي خاموش هئا پر ٻنهي جي وچ ۾ خاموشي ڳالهائي رهي هئي، نيٺ رابيل وري چيو:
”پوءِ آئون هلان ٿي.“

فيضان ڪنهن نيندڙي ٻاروانگر ڦوڪجي چيو:
”تنهنجي پنهنجي مرضي آهي، باقي آئون پنهنجي زبان سان توکي وچڻ لاءِ نہ چوندس.“
”توهان تہ ناراض ٿي ويا، هينئر نہ پر ٿورو ترسي نيٺ تہ وڃڻو آهي.“
فيضان هڪ گهرو ساهہ کڻي چيو: ”جي وڃان وڃان ڪن، سي رهي رهندا ڪيترو؟“
رابيل وڃڻ لاءِ اٿي بيني ۽ چيائين ”وڃان؟“
فيضان ٻئي پاسي منهن ڪري چيو:
”پنهنجي مرضي اٿئي، باقي مون کان نہ پڇ.“
رابيل هن کان موڪلائي دروازي تائين پهتي تہ فيضان ڪيس بيچينيءَ مان سڏيو:
”رابيل!“
رابيل جا قدم اتي ئي رڪجي ويا ۽ پوءِ هن فيضان ڏانهن مڙي ڏٺو هو. سندس چهري تي عجيب مليل جليل تاثر هئا.
ناراضگي
بي تابي
بي چيني.
”جي!؟“
فيضان ٻئي پاسي منهن ڪري چيو:
”نہ... ڪجهہ نہ.“
رابيل تيزيءَ سان سندس آفيس مان ٻاهر نڪري وئي ۽ هو آخر تائين ڪيس ڏسندو رهيو.



فيضان جي چوڻ تي هن ادبي پرچي جي آرٽ سيڪشن جي انچارج جي حيثيت سان چارج سنڀالي. فيضان کيس چيو هو تہ هو جلد سندس لاءِ آفيس سيٽ ڪرائيندو، في الحال کيس هڪ جاءِ عارضي طور تي ويهڻ لاءِ ڏنائين. آفيس ۾ ڪم ڪندڙ گهڻو ڪري نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هيون هي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون انتهائي بولڊ، active ۽ سمارٽ هئا. پاڻ ۾ مزي سان ۽ رواني، سان انگريزي ڳالهائيندڙ ڇوڪرن ۽ ماڊرن ۽ 'فيشن ايبل ڇوڪرين کي ڏسي رابيل کي حيرت ٿيندي هئي تہ ڇا واقعي، اسان جي قوم ايڏي ترقي ڪري ورتي هئي ۽ نوجوان نسل ايڏو پراعتماد ۽ talented آهي! جڏهن تہ ايڏي عرصي کان پوءِ ائين ڪنهن آفيس ۾ ڪم ڪندي، هوءَ پاڻ کي ڏاڍو un-easy محسوس ڪري رهي هئي ۽ عمر ۾ ميچوئر هئڻ جي باوجود هوءَ ڪنهن ڪنهن مهل ڪنفيوز ٿي پئي وئي. ائين پهرئين ڏينهن ئي ان ماحول ۾ کيس گهٻراهٽ پئي ٿي ۽ سندس ڏيان سندس ڪم ۾ لڳو .ئي نہ پئي ۽ پوءِ نيٺ هميشہ جيان اهڙي حالت ۾ کيس وري چڪر اچڻ لڳا ۽ گهٻراهٽ شروع ٿي وئي ۽ پوءِ جڏهن پنهنجي حالت گهڻي خراب ٿيندي محسوس ٿيس تہ نيٺ فيضان جي آفيس ۾ پهتي تہ سندس حالت، چهري تي وڪريل پيلاڻ ۽ پريشان ڪندڙ صورتحال ڏسي فيضان پريشان ٿي پنهنجي سيٽ تان اٿندي چيو: ”رابيل! خير تہ آهي... تون ايڏي پريشان ۽ گهٻرايل ڇو آهين؟“

رابيل ٻئي هٿ مٿي تي رکي صوفي تي ويهي رهي ۽ فيضان به پنهنجي سيٽ تي وينو. توري دير خاموشي رهي. رابيل جي حالت اها هئي جو ائين تي لڳو ته هوءَ چاڻ رني. پوءِ هن ڏاڍي مشڪل سان فيضان کي چيو: ”منهنجي طبيعت وري خراب ٿي پئي آهي. مون کي شديد گهٻراهٽ پئي ٿئي. آئون گهر وڃڻ ٿي چاهيان. توهان پليز گهر فون ڪري چئو ته گاڏي موڪلين.“

فيضان چيو: رابيل! ڪجهه ڪونهي، سڀ نيڪ آهي، تون ڪجهه دير ويهه ته سهي. توري ديراڳ ته آئي آهين ۽ هينئر ئي وڃڻ ٿي چاهين؟“

رابيل روئڻهارڪو ٿيندي چيو: ”في الحال مون کان ڪو به ڪم ٿي نه سگهندو. پليز! آئون گهر وڃڻ ٿي چاهيان. “

فيضان کيس سمجهائيندي چيو: ”چڱو تون توري دير هتي منهنجي آفيس ۾ ويهه، آئون تنهنجي لاءِ فريش جوس ٿو گهرايان، ان سان طبيعت ۾ فرحت اچي ويندئي، پلا پوءِ به جيڪڏهن پاڻ کي بهتر نه سمجهين ته پوءِ ڀلي گهر هلي وڃجانءِ. “

فيضان فريش جوس جا ٻه گلاس گهرايا. رابيل جو جوس جو گلاس ٽيبل تي رکيو رهيو. هوءَ اجا به پريشان هئي. سندس اکين ۾ پاڻي تري آيو هو، جنهن کي هن روڪڻ خاطر ڏاڍو ضبط پئي ڪيو. ٻئي پاسي مٿي ۾ ڦيريءَ سبب کيس پنهنجو وجود پوانٽيون کائيندي محسوس پئي ٿيو. فيضان هن جي حالت ڏسي واقعي تمام پريشان ٿي ويو ۽ پوءِ کيس وري سمجهائيندي چيائين:

”رابيل! پاڻ کي سنڀال، تورو بولڊ ٿي، ائين زندگي ڪيئن گذرندي؟... ماڻهو زندگيءَ ۾ الائي ته ڇا ڇا سهندا آهن، تون ته هاڻي ئي همت هاري ويني آهين.“ رليڪس ٿي... سڀ نيڪ ٿي ويندو.“

۽ پوءِ فيضان جي زور پرڻ تي هن ڏاڍي مشڪل سان جوس جو گلاس ختم ڪيو. هو ڪيس مسلسل سمجهائيندو به رهيو. ڏيمي ۽ پيار پرئي لهجي ۾ خبرناهي ته اهو فريش جوس جو اثر هو يا فيضان جي ڳالهين جو يا ٻنهي جو، جو هن پنهنجو پاڻ کي فريش محسوس ڪيو ۽ پوءِ هن واپس پنهنجي ٽيبل تي اچي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ پوءِ آفيس جي ٽائيم ختم ٿيڻ تي هن فائل فيضان کي ڏيندي موڪلايو ته هن چيو:

”شڪر آهي جو هيستائين وينئين ته سهي نه ته مون سمجهيو هو ته تون گهرهلي وينديئن!“

رابيل اداسيءَ مان مُرڪي وڃڻ لڳي ته ڪيس فيضان جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو: ”پنهنجو خيال رکجانءِ رابيل!“



ٻئي ڏينهن ٻہ هن پنهنجي طبيعت بهتر نہ سمجهي تہ هن فيضان کي فون ڪري چيو:

”سوري فيضان! اڄ آئون اچي نہ سگهنديس. طبيعت صحيح نہ آهي. مون سوچيو تہ توهان کي اطلاع ڪري ڇڏيان. توهان بہ ڇا سوچيندا تہ هڪ ڏينهن اچي ٿي تہ هڪ ڏينهن نہ.“

فيضان ڪيس تنگ ڪرڻ واري انداز ۾ چيو: ”آئون ڇا سوچيندس. خبر اٿم تہ پيريءَ ۾ اهڙا ئي حال ٿيندا آهن.“

رابيل چڙندي چيو: ”مون کان وڏا تہ توهان آهيو، پوءِ توهان جي بہ تہ پيري اچي وئي آهي.“

فيضان زوردار ٽهڪ ڏيندي چيو: ”عورت پوڙهي ٿي ويندي آهي، جڏهن تہ مرد ڪڏهن بہ پوڙهو نہ ٿيندو آهي. ان لاءِ منهنجي ڳالهہ نہ ڪر ۽... هاڻي هي توهان وغيره جو تڪلف ڇڏ. سنئون سڌو تون چئہ. ها...! مون کي تنهنجو تيار ڪيل فيچر ڏاڍو پسند آيو. باقي آرٽ جي حوالي سان سرگرمين جون رپورٽون ۽ انٽرويو اڄا ڪرڻا آهن.

”ها! مون سوچيو پئي تہ اڄ کان ڪيئي سال اڳ منهنجي ڪيل ڪم جو فائيل آئون توهان کي... اوهہ سوري! توکي ڏيکاريندس. ان مان توکي وڌيڪ آئيڊيا ملندا. سياڻي آچر آهي، موڪل آهي سو اڄ ۽ سياڻي چڱي طرح آرام ڪندس تہ جيئن سومر کان باقاعدي ڪم لاءِ اچي سگهان.“

پوءِ ٻنهي موڪلائي فون رکي ڇڏي.

ٻن ڏينهن کان پوءِ هوءَ وري آفيس وڃڻ لڳي هئي. هن پنهجو فائيل فيضان کي ڏنو هو ۽ واپسيءَ مهل جيڏي مهل

هوءَ فيضان کان موڪلائڻ آئي هئي ته فيضان کيس ويهڻ لاءِ چيو هو، پوءِ چيائين:

”رابيل! اڄ تنهنجو ايڏا سال اڳ ڪيل ڪم جي فائيل، جو مطالعو ڪري، آئون واقعي حيران ٿي ويو آهيان. ان ڪي پڙهڻ کان پوءِ هڪ بااعتماد، (active) ۽ سوشل ڇوڪريءَ جو تصور ذهن ۾ اڀري ٿو، جنهن جي هڪ ڀرپور شخصيت هئي... پوءِ اڄ منهنجي سامهون هڪ مختلف رابيل ڇو آهي؟ هيسيل ڊنل ۽ پريشان. آخر تنهنجو اهو اعتماد ڪيڏانهن ويو؟“

رابيل هڪ ٿڌو ساهه کڻي چيو: ”فيضان! هر انسان جو هڪ دور ۽ هڪ عمر اهڙي هوندي آهي، جنهن ۾ هو پنهنجي اکين ۾ ڪيئي خواب سجائيندو آهي. سندس اندر جوش ۽ جذبو هوندو آهي ۽ هو مستقبل مان پراميد هوندو آهي. هو سمجهندو آهي ته هو سماج جي غلط ريتن ۽ رسمن کي ۽ ماڻهن جي غلط سوچ ۽ روين کي بدلائي سگهي ٿو... پر... وقت گذرڻ سان گڏ کيس احساس ٿيندو آهي ته اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ نه فقط ڏکيو بلڪ ڪڏهن ته ذري گهٽ ناممڪن هوندو آهي. آئون به ڪڏهن بولڊ هوندي هئس، بااعتماد ۽ باهمت هوندي هئس. اڪثر ماڻهو مون کي هڪ مضبوط جبل سمجهندا هئا، جنهن کي ٽوڙڻ مشڪل هوندو آهي پر... درحقيقت منهنجي اندر هڪ مٺڻ کان به نرم ۽ حساس ڇوڪريءَ جو وجود هو. وقت ۽ حالتن ۽ ماڻهن جي منافقت وارن روين مون کي اندران پڄي پور ڪري ڇڏيو آهي ۽ هاڻي... آئون اها رابيل آهيان ئي ڪونه... منهنجي دل ٽٽل آهي ۽ منهنجو وجود پور پور ٿي چڪو آهي. منهنجو هاڻي ماڻهپي تان ايمان ئي کڃي ويو آهي.“

فيضان جيڪو ايڏي دير کيس خاموشيءَ سان ٻڌي رهيو هو، هن جي ماٺ ڪرڻ تي چيائين: ”غلط سوچ آهي تنهنجي تون صرف self-centrad ٿي پئي سوچين. بهرحال مون کي

تنهنجي ماضيءَ سان ڪا بہ دلچسپي ڪانهي. منهنجي لاءِ اها رابيل اهم آهي جيڪا هن وقت منهنجي سامهون آهي. مون تنهنجي ٽيبل سيما جي آفيس ۾ رکرائي آهي. هوءَ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ جي انچارج آهي. مون کيس چئي ڇڏيو آهي تہ هوءَ توکي بہ ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ آپريٽنگ جي ٽريننگ ڏي چو تہ اڄ جي دور ۾ هر شعبي ۾ پر خاص طرح پبلشنگ ۽ پرنٽنگ ۾ ڪمپيوٽر جي سکيا اهم آهي ۽ انٽرنيٽ سکڻ کان پوءِ پاڻ انٽرنيٽ تي بہ رابطو رکي سگهنداسين."

رابيل فيضان کان موڪلائي گهر هلي آئي. پوءِ رابيل شام جو روز بہ ڪلاڪ فيضان جي آفيس ۾ ڪم ڪرڻ لڳي. هوءَ سيما جي آفيس ۾ ويهندي هئي. سيما تمام پياري ۽ سٺي طبيعت جي ڇوڪري هئي. هن کيس ڪمپيوٽر جي سکيا ڏيڻ بہ شروع ڪئي هئي. رابيل کي هاڻي آس پاس جو ماحول سنو لڳندو هو ۽ کيس محسوس ٿيو تہ هوءَ تہ هڪڙي ڪنڊ ۾ ويهي محدود ٿي وئي هئي ۽ کين احساس ئي نہ ٿيو تہ سوسائٽيءَ جي ماحول ۽ ماڻهن ۾ ڪيڏي تبديلي اچي چڪي هئي. ڪڏهن ڪڏهن آفيس ۾ ڪم ڪندڙ هڪ ٻي ڇوڪري ناهيد بہ سيما وٽ اچي ويندي هئي جيڪا الٽرا ماڊرن هئي ۽ پنهنجي ادائن سبب رابيل کي پسند نہ آئي هئي پر هن پنهنجي رويي مان ڪڏهن بہ اها ڳالهہ هن کي محسوس ٿيڻ نہ ڏني هئي. هوءَ آفيس ۾ ڪم ڪندڙ ڇوڪرن سان تمام فري ٿي ڳالهائيندي هئي ۽ زور زور سان ٽهڪ ڏيندي هئي. بهرحال رابيل، هاڻي ڪافي سيٽ ٿي وئي هئي. سڀ سندس عزت ڪندا هئا ۽ سيما هن سان ڪافي frank ٿي وئي هئي پر پوءِ بہ هن کي "ميڊم" سڏيندي هئي.

هڪ شام جڏهن هوءَ واپسيءَ مهل معمول جيان فيضان کان موڪلائڻ لاءِ آئي تہ فيضان کيس چيو:

”تو ته پاڻ کي به آفيس جو ڪو عام ورڪر سمجهي ورتو آهي. ڪڏهن ٿورو ٽائيم ڪڍي مون وٽ به اچي ويهندي ڪر. هينئر ويهه ته ڳڌجي چانهه پيون، پوءِ هلي وڃجانءِ.“

”جيئن تنهنجي مرضي.“ اهو چوندي رابيل هڪ ڪرسيءَ تي ويهي رهي ۽ پوءِ جڏهن پٽيوالو ڪين چانهه ڏئي ويو هو ته فيضان رابيل کي چيو:

”رابيل! ايڏو پري ڇو ويٺي آهين. هيڏانهن اچي ويهه.“

”نه، آئون هتي ٺيڪ آهيان.“

”دراصل تون هميشه هن صوفي تي ئي ويهندي آهين ۽ اها جاءِ جڻ تنهنجي لاءِ مخصوص ٿي وئي آهي، ان ڪري پيو چوان.“

رابيل مرڪي پئي ۽ پوءِ ڪرسيءَ تان اٿندي صوفي تي ويهندي چيائين:

”بس! هاڻي ٺيڪ آهي نه.“

”هون.“ فيضان چيو ۽ پوءِ ٻئي خاموشيءَ سان چانهه پيئندا رهيا. ان ڏينهن رابيل آسماني رنگ جي پرنٽيڊ سوٽ ۾ ۽ نيچرل ميڪ اپ ۾ ڪافي سٺي لڳي رهي هئي. رابيل محسوس ڪيو ته فيضان ڪنهن ڪنهن مهل هن جي چهري ڏانهن تي ڏٺو ۽ ڪنهن مهل وري دريءَ کان ٻاهر. رابيل کي فيضان ٻين مردن کان مختلف ۽ سٺو ان ڪري ئي لڳندو هو جو سندس نظرن ۽ انداز ۾ عام مردن جيان ڪو جذبو نه لڳندو هوندو هو. بلڪه هن ته ڪڏهن به رابيل کي گهور وجهي نه ڏٺو هو، بلڪه هو هميشه سهڻي سلوڪ ۾ ئي هن سان پيش ايندو هو. هن وقت رابيل محسوس ڪيو ته هو ڪيس ڏسڻ چاهي به پيو پر سندس فطري سادگي ۽ شائستگيءَ جي ڪري هو روايتي مردن جيان ڪيس گهوري نه سگهيو ۽ پوءِ نيٺ هن پنهنجي دل جي ڳالهه ڪرڻ چاهي ۽ چيائين:

”لڳي تو ته تنهنجي طبيعت هاڻي ٺيڪ ٿي وئي آهي؟“

”اهو وري ڪيئن؟ ڇا منهنجي ڳالهائڻ مان ائين پيو لڳي؟“

”هون!... ها...! شايد.“ هن رابيل جي ڇهري ڏانهن ڏنوءِ پوءِ دريءَ کان ٻاهر ڏسندي چيائين. رابيل کي سندس ان معصوم ادا ۽ سادگيءَ تي ڏاڍو پيار آيو هو ۽ هن سوچيو تہ ”هن ڇوڪري ڪجهہ ٻيو پئي چاهيو پر چئي نہ سگهيو.“

ٿوري دير بعد فيضان وري چيو: ”سوچيان پيو تہ اڳي مون جيڪو پروگرام ٺاهيو هو اهو هاڻي ڪينسل ڪري ڇڏيان.“

”ڪهڙو پروگرام!؟“ رابيل حيران ٿيندي پڇيو.

فيضان تنگ ڪرڻ واري اسٽائيل ۾ چيو: ”تنهجي لاءِ پاڳل خاني ۾ ڪمرو بڪ ڪرائڻ وارو پر...! نہ...متان اڳتي وري ضرورت پوي.“

رابيل چڙندي چيو: ”مون بہ اڳ ۾ چئي ڇڏيو هو تہ اڪيلي تہ آئون بہ نہ وينديس ٻئي گڏجي هلنداسين.“

فيضان ”اهو تہ ظاهر آهي آخر توکي attendant جي ضرورت تہ پوندي نہ.“

رابيل کي کل اچي وئي ۽ فيضان بہ هڪ زوردار ٽهڪ ڏنو... ۽ هر پاسي جڻ گل ٽڙي پيا هئا.



وقت جڻ پر لڳائي اڏامي رهيو هو. فيضان جي آفيس ۾ رابيل کي ڪم ڪندي اڍائي ٽي مهينا ٿي ويا هئا. هوءَ ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ آپريٽ ڪرڻ سکي چڪي هئي ۽ گهر ۾ به هن پنهنجو ڪمپيوٽر وٺي رکيو هو ۽ انٽرنيٽ جو ڪنيڪشن به. هوءَ اڳي کان ڪافي بهتر هئي پر پوءِ به يا ته شايد سندس وهم هو يا الائي ڪا حقيقت يا سندس نفسياتي مسئلو، جو هن اڪثر اهو محسوس ڪيو هو ته هوءَ جڏهن به فيضان جي آفيس ۾ ڪم ڪار لاءِ ويندي هئي يا آفيس مان ٻاهر نڪرندي هئي ته اتي جا هڪ ٻه مرد ورڪر معنيٰ خيز انداز ۾ هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي مرڪندا هئا ۽ رابيل کي ڪڏهن ڪڏهن ته هنن جون نظرون ۽ طنزيه مرڪون پنهنجي وجود جي آرپار گذرندي محسوس ٿينديون هيون. ڪڏهن جڏهن هوءَ فيضان جي آفيس ۾ ويٺل هوندي هئي ته ڪيس ائين محسوس ٿيندو هو ته ديوارن، درن ۽ درين مان به ڪيس ڪجهه نظرون گهوري رهيون آهن.

طنزيه نظرون

شڪي نظرون

جسم کان آرپار ٿيندڙ

معنيٰ خيز نظرون.

...۽ پوءِ اهي نظرون جڻ مين گيٽ تائين سندس پيڇو ڪنديون هيون، جڏهن هوءَ گهر پهچندي هئي ته ڪيس ائين محسوس ٿيندو هو ته جڻ هوءَ هڪ محفوظ پناهه گاهه ۾ پهچي چڪي هجي ۽ پوءِ هوءَ سک جو ساهه کڻندي هئي. اڃا

هوءِ پنهنجي اندر جي ان احساس جي سبب ئي پريشان هئي ته
ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هڪ واقعي سندس سڪون وري برباد
ڪري ڇڏيو. هڪ ڏينهن سيما کيس چيو: ”ميڊم اڄ ناهيد
مون کي فيضان صاحب بابت عجيب ڳالهه ٻڌائي آهي.“

”ڪهڙي ڳالهه؟“ رابيل جو هٿ لکندي لکندي بيهي رهيو.

”هوءِ چوي ٿي ته فيضان صاحب هن ۾ Interested آهي. اڪثر
هو ڪيس ٻهانن سان آفيس ۾ سڏائيندو آهي ۽ اڪثر سندس
آفيس جي ٻاهر واري لائونج ۾ سندس آفيس ۾ اچڻ ۽ واپسيءَ
جي ٽائيم تي بيچينيءَ سان هن جو انتظار ڪندو آهي.“

رابيل هڪدم ڪاوڙ ۾ چيو: ”بالڪل بڪواس آهي،
ڪوڙ آهي، آئون فيضان صاحب کي ڪافي عرصي کان
سڃاڻان ٿي، هو ڪيس ٻهانن سان نه سڏيندو آهي پر مون خود
اهو محسوس ڪيو آهي ته هوءَ ٻهانن ٻهانن سان هن وٽ
ويندي آهي ۽ مون محسوس ڪيو آهي ته آفيس جي ٽائيم
اوور ٿيڻ بعد هوءَ اڪثر اچي هن جي آفيس ۾ ويهندي آهي.
هونئن به هوءَ خود وري ڪهڙي صحيح ڇوڪري لڳي ٿي.
مردن سان ڪم ڪرڻ جي باوجود هوءَ اهڙا ڪپڙا پائي ايندي
آهي جو ڪڏهن ته اسان کي شرم پيو محسوس ٿيندو آهي. ان
کان علاوه هو ته هر ڇوڪري سان انتهائي Frank ٿي
ڳالهائيندي آهي، مون کي ته سندس نخرن ۽ نازن جي ڪري
هوءَ شروع کان ئي نه وڻندي آهي پر منهنجي خيال ۾ هوءَ
تنهنجي فرينڊ آهي وڏيڪ سندس باري ۾ تون ڄاڻندي
هوندينءَ.“

سيما چيو: ”نه ميڊم هوءَ منهنجي فرينڊ نه آهي، بس
ڪليگ جي حيثيت سان اڪثر هوءَ مون وٽ اچي ويهندي
آهي. وڏيڪ ته مون کي خبر نه آهي پر مون اهو ئي ٻڌو آهي ته
سندس ٻي ٻاڪيءَ وارين حرڪتن جي ڪري ئي سندس مڱڻو
به ٽٽي پيو هو.“

رابيل چيو: ”مون محسوس ڪيو آهي ته هوءَ مون کي چڻ ناپسند ڪري ٿي. باقي منهنجي خيال ۾ ته هوءَ ڪردار جي خراب ڪانهي، باقي ڪيس شايد اهو ڪامپليڪس آهي ته هوءَ تمام خوبصورت آهي ۽ مون کي هوءَ خوابن ۾ رهڻ واري ڇوڪري لڳندي آهي، جيڪا پاڻ سان ڳالهائڻ واري هر ڇوڪري ۽ مرد بابت اهو سمجهڻ شروع ڪندي آهي ته هو يقيناً هن جي حسن کان متاثر آهي ۽ هن ۾ دلچسپي وٺي ٿو.“

”هون...! شايد.“ سيما چيو ۽ پوءِ ڪمپيوٽر تي مصروف ٿي وئي.

ان ڳالهه کان پوءِ رابيل به محتاط ٿي وئي ۽ هن خاص طور سان ناهيد کي نوٽ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ پوءِ جڏهن به هوءَ فيضان جي آفيس ۾ ويندي هئي ته هن اڪثر ناهيد کي اتي ساڻس گپ شپ ڪندي ڏٺو.

هن سوچيو ته ان ڳالهه ۾ ته واقعي ڪا حقيقت نه هوندي ته فيضان کو لائونج ۾ بيهي ناهيد جو انتظار ڪندو هوندو پر ناهيد خود هن جي آفيس ۾ وڃي هن سان فري ٿيندي هئي. رابيل کي فيضان جي ان رويي تي به ڪاوڙ لڳندي هئي ته ڪجهه به هجي پر آخر ته هو ناهيد جو باس هو ڪيس هن کي ايڏو فري نه ڪرڻ گهربوهو ۽ پوءِ هڪ ڏينهن اجان وري ٻيو واقعو ٿيو. آفيس جو ٽائيم ختم ٿيو ته هوءَ فيضان کان موڪلائڻ لاءِ سندس آفيس ۾ وڃي رهي هئي ته ان ٽائيم تي ڪجهه ماڻهو به فيضان جي آفيس ۾ داخل ٿيا ۽ رابيل فيضان جي آفيس جي ٻاهر واري لائونج ۾ صوفي تي ويهي انتظار ڪرڻ لڳي ته آفيس مان ناهيد نڪتي.

هن جي ٻاهر ايندي ئي لائونج ۾ بيٺل ٻن مرد آفيس ورڪرن معنيٰ خيز انداز ۾ پهريائين ناهيد کي ڏٺو ۽ پوءِ هڪ ٻئي ڏانهن مرڪي ڏسي ڪجهه چوندا هليا ويا.

تڏهن رابيل جي ذهن ۾ هڪ ڌماڪو ٿيو ته هن انهن ماڻهن جي نظرن بابت جيڪو محسوس ڪيو هو اهو غلط نه هو. اڄ ته ناهيد سان به هنن اهوئي ڪيو هو.

اف! ماڻهن جي ذهنيت به ڪيڏي نه گهٽيا آهي! جتي به هڪ مرد ۽ عورت کي گڏ ڏسندا فقط هڪ ئي مطلب وٺندا. ڪيس بيچيني ۽ پريشاني محسوس ٿي ۽ هن سوچيو ته آئنده ڪيس به فيضان سان گهڻو ڳالهائڻ ۽ هن جي آفيس ۾ ويهڻ نه گهرجي. سندس بابت به هو ڪجهه چئي سگهن ٿا. اهو سوچي هوءَ فيضان کان موڪلائڻ بنان ئي گهر هلي آئي هئي. گهر پهچي اجا ويٺي ئي مس ته فيضان جي فون آئي هئي. هو چئي رهيو هو:

”رابيل! تون ٺيڪ ته آهين نه؟ اڄ ائين بنان ٻڌائڻ جي هلي آئين؟ آئون ته پريشان ٿي ويس. خير ته آهي نه.“

”ها خير آهي. تون پريشان نه ٿي. آئون تنهنجي آفيس ڏانهن آيس پئي پر ان مهل تو وٽ ڪي مهمان اڳي ويا هئا، ان ڪري اچڻ مناسب نه لڳو.“

”اوهه...! ته اها ڳالهه آهي. ماڻهو ته منهنجي آفيس ۾ ايندا ئي رهندا آهن پوءِ ڇا ٿيو. تون اڳي وڃين ها.“

”فيضان! آئون ته سوچيان پئي ته هاڻي مون کي تنهنجي آفيس ۾ گهٽ ئي اچڻ گهرجي.“

”ڇو؟“

”ڏس نه فيضان! اها آفيس آهي ۽ اتي هر قسم جي ذهنيت جا ماڻهو آهن، ان لاءِ تو وٽ ايڏو ويهڻ مناسب نه ٿو لڳي.“

”ڇا ٿي ويو آهي توکي؟ وري اهو سڀ ڪجهه ڇو سوچڻ لڳي آهين؟“

”فيضان ڏس! آئون عورت آهيان منهنجون ڪي Limits يا حدون آهن... سو مون کي اهڙين ڳالهين جو خيال ته رکڻو پوي ٿو ۽ ڪجهه Care ته ڪرڻي پوندي.“

فيضان تمام ڏک مان چيو: ”تنهنجي مرضي، پلي ڪر Care مون توکي ڪڏهن به ڪنهن معاملي ۾ مجبور ناهي ڪيو، نه ئي ڪڏهن پنهنجي مرضي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. بهرحال مون ان لاءِ فون ڪئي آهي ته اڄ اندس آرٽ سرڪل وارن جو نمائندو سرڪل پاران ايندڙ هفتي تصويرن جي نماءُ جو ڪارڊ ڏئي ويو آهي. رابيل! آئون چاهيان ٿو ته تون فوٽو گرافر کي وٺي ان نماءُ ۾ وڃ، آرٽسٽن سان مل ۽ ان بابت تفصيلي رپورٽ تيار ڪر.“

”فيضان! آئون ڪجهه چئي نه ٿي سگهان. مون کي سال ٿيا آهن ته مون اهڙين سرگرمين ۾ حصو وٺڻ ڇڏي ڏنو آهي. هاڻي ڪنهن اهڙي محفل يا پروگرام، جتي ماڻهن جو ميڙاڪو ٿئي ٿو ته مون کي اتي گهبراهٽ ٿئي ٿي، ان ڪري شايد آئون آرٽسٽن سان به صحيح نموني ڳالهه ٻولهه ڪري نه سگهان.“

”رابيل...! ڇا ٿي ويو آهي توکي؟ تون هاڻي ٽين ايجر ڇوڪري نه پر ميچوئر عورت آهين. پليز هاڻي پاڻ کي بدلاءِ ۽ پنهنجو اعتماد بحال ڪر. هن سوسائٽيءَ ۾ survive ڪرڻ خاطر اهو تنهنجي لاءِ تمام ضروري آهي.“

رابيل چيو: ”فيضان! مون تنهنجي ڪري پاڻ کي الاهي بدلايو آهي ۽ اڃا به ڪوشش ڪريان پئي...پر... ظاهر آهي ته مون کي ڪجهه وقت ته لڳندو نه... تون... چاهين ٿو ته آئون يڪدم پاڻ کي بدلائي ڇڏيان، مون کي ڪجهه وقت ته ڏي.“

”بيشڪ ٽائيم وٺ. ڇگو تون نماءُ ڪان هڪ ڏينهن اڳ مون کي ٻڌائج.

”پڪ نه ٿي ڏيان پر ايستائين شايد آئون ذهني طرح پاڻ کي تيار ڪري وٺان.“

۽ پوءِ ٻنهي موڪلائي فون رکي ڇڏي.



هاڻ ائين ٿيڻ لڳو تہ هوءَ هرروز آفيس جي ٽائيم ختم ٿيڻ کان پوءِ، فيضان جي آفيس جي در تي بيٺي بيٺي، ڪيس اطلاع ڏئي موڪلائي گهر هلي ايندي هئي. هڪ ڏينهن رابيل جي گاڏي ٽائيم تي نہ پهچي سگهي. تہ هوءَ فيضان کان موڪلائڻ کان پوءِ لائونج ۾ ويٺل هئي تہ هن ناهيد کي فيضان جي آفيس ۾ ويندي ڏٺو. هوءَ پنهنجي مخصوص ادائن سان streak ٿيل ڪٽيل وارن کي جهٽڪيندي وئي پئي. ڊارڪ ميڪ اپ ۾ سندس سهڻا نقش نمايان هئا. ڪجهہ دير کان پوءِ هوءَ آفيس مان نڪتي ۽ پوءِ رابيل کي ڏسي تيزيءَ سان هن جي ويجهو آئي ۽ سندس پاسي ۾ صوفي تي ويهي انتهائي رازدارانہ انداز ۾ رابيل کان پڇيائين:

”ٻڌو! سر فيضان ڪردار کان ڪهڙي ٽائيپ جو ماڻهو آهي؟“

رابيل حيران ٿي چيو:”پر... توهين اهو ڇو پيون پڇو؟“

هن هڪ ادا سان پنهنجي ڇهري تي آيل وارن کي پوئتي جهٽڪيو ۽ چيائين:

”دراصل مون کي پاڻ هن آفيس کي جوائن ڪندي گهڻو عرصو ڪونهي ٿيو، ان ڪري پئي پڇان.“

رابيل تلخيءَ مان چيو: ”توهين تہ اڪثر فيضان وٽ وينيون هونديون آهيو، پوءِ هن توهان سان ڪا اهڙي ڳالهہ ڪئي آهي ڇا، جو توهين پريشان آهيو؟“

”نہ...! اهڙي تہ ڪا ڳالهہ ڪانهي.“ ناهيد لاپرواهيءَ سان چيو: ”سر تہ مون کي تمام گهڻي respect ڏيندا آهن، پر مون

محسوس ڪيو آهي تہ آئون جڏهن بہ سر وٺ هوندي آهيان ۽ پوءِ واپس پنهنجي ڪليگس ۾ ويندي آهيان تہ هو مون کي عجيب نظرن سان ڏسندا آهن ۽ هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي معنيٰ خيز انداز ۾ مرڪندا آهن، تڏهن آئون سوچيندي آهيان تہ ڪٿي هُو مشڪوڪ ڪردار جو تہ ناهي، جو هن وٽ ويهڻ سان آفيس جا ڪليگس مون بابت غلط رايو رکڻ لڳا آهن!"

رابيل سوچيو تہ بظاهر ايڏي تيز ۽ بولڊ لڳندڙ ناهيد سچ پچ اندران ايڏي سادي هئي يا وري پوز ڪري رهي هئي؟ رابيل کيس چيو:

"گهرَ جي دنيا ۽ ٻاهر جي دنيا ۾ اهوئي تہ فرق هوندو آهي تہ ٻاهر اسان جو واسطو، هر قسم جي ماڻهن سان پوندو آهي ۽ ڪجهہ ماڻهو اهڙا بہ هوندا آهن، جيڪي تعليم يافتہ بڻجي فقط لباس ۽ رهڻ ڪهڻ جو انداز مٽائي سگهندا آهن، پر سندن پاڙ جهالت جي زمين ۾ ڪتل هوندي آهي ۽ ان ماحول ۾ زندگيءَ جي شروعاتي دور ۾ ملندڙ تربيت سڄي عمر مٿن حاوي رهندي آهي. هٺ نوڪي غيرت جي نالي تي "ڪاري" ڪندڙ عورتن جي ماحول مان آيل هيءُ ماڻهو هر ان عورت يا ڇوڪريءَ کي ذهني طرح "ڪاري" سمجهندا آهن، جيڪا ڪنهن مرد سان گڏ اٿي ويهي تي يا ڳالهائي ٿي. تبديلي اها نہ آهي تہ فقط سوٽ بوٽ پائي، انگريزي ڳالهائي شهري طرز زندگيءَ ۾ پاڻ کي mix ڪري ڇڏجي، پر اصل تبديلي اها آهي، جيڪا ذهن کي بدلائي ٿي ۽ سوچن ۾ انقلاب آڻي ٿي."

ايستائين پٽيوالي کيس سندس گاڏي اچڻ جو اطلاع ڏنو تہ رابيل ناهيد کان موڪلائي گهر هلي آئي. سندس دل ۽ دماغ تي هڪ بار هو. کيس خود خبر نہ پئي پئي تہ اهو عورت جي روايتي Jealousy وارو جذبو هو يا ڪا ٻي ڳالهہ جو کيس رکي رکي فيضان تي ڪاوڙ پئي آئي تہ آخر ناهيد جهڙي ڇوڪريءَ کي هو ايڏي لفٽ ڇو ٿو ڪرائي ٻئي ڏينهن هوءَ ان ڳالهہ تان

ڇڙڻ جي سبب فيضان کان موڪلائڻ ۽ ڪيس اطلاع ڏيڻ کان سواءِ گهر هلي آئي هئي. تڏهن سندس ڪن فون جي گهنٽي ٻڌڻ جا منتظر رهيا ته ضرور فيضان ڪانئس ائين ٻنان اطلاع ڏيڻ جي گهر اچڻ تي پڇندو پر فيضان ڪيس فون نه ڪئي ۽ تڏهن نيٺ هن پاڻ ڪيس فون ڪئي هئي. ٻئي پاسي فيضان "هيلو"چيو.

"فيضان!آئون آهيان رابيل."

فيضان چيو: "ها."

رابيل کي فيضان جو لهجو بدليل لڳو هو. هن وري چيو: "مون توکي اهو ٻڌائڻ لاءِ فون ڪئي آهي ته توکي آئون ان ڪري اطلاع ڏئي نه آيس ته تنهنجي آفيس ۾ راحيل هو ۽ تون هن سان ڳالهه ٻولهه ۾ مصروف هئين. منهنجي گاڏي به اچي چڪي هئي ۽ مون کي اچڻ جي به ڪجهه جلدي هئي."

فيضان انتهائي رکي لهجي ۾ چيو: "هون...! چڱو نيڪ آهي."

رابيل سندس ان بدليل رويي تي ايڏو ته پريشان ٿي جو وڌيڪ ڪجهه به نه ڳالهائي سگهي ۽ ڪانئس موڪلائي فون بند ڪري ڇڏيائين. هوءَ بيحد پريشان ٿي وئي. وري اهو به سوچيائين ته هوءَ پاڻ وري هن سان ڪهڙو چڱو هلي هئي! سندس رويو به ته ايڏو منجهيل هو سو نيٺ ته ڪير ڪيترو برداشت ڪندو؟ ڪٿي هو رابيل کان ناراض ته نه هو. اگر ائين هو ته ڪيس اها ڳالهه واضع ڪري ڇڏڻ گهربي هئي. ٻئي ڏينهن موڪل هئي ۽ اهو پورو ڏينهن به رابيل بيچين رهي. رات جو فون تي فيضان جو اجنبي لهجو ڇڻ ذهن جي ڪنهن ڪنڊ تي اٽڪي بيهي رهيو هو. رات جو نيٺ هن سوچيو ته هوءَ چو نه گهر جي نمبر تي هن سان ڳالهائي ۽ پڇي ته آخر ڳالهه ڇا هئي؟ هن فيضان جو نمبر ڊائل ڪيو ٻئي پاسي فيضان فون ريسور ڪري "هيلو" چيو. رابيل به "هيلو" چئي خاموش ٿي وئي. ڪيس وري فيضان جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو:

”هيلو...! هيلو... ڪير... !؟؟ اوهه تون ؟!! “ ۽ پوءِ وري فيضان جو خوشيءَ سان ڀرپور آواز آيو: ”ها...! تون آهين؟ ڪهڙاحال آهن... هيلو... آواز صاف طرح ٻڌڻ ۾ نه پيو اچي.“ رابيل ڪيس ٻڌايو ته هن کي پڻ سندس آواز بالڪل هلڪو پئي ٻڌڻ ۾ آيو. ٿوري دير هو ٻئي هيلو هيلو ڪندا رهيا ۽ پوءِ لائين ڪٽجي وئي هئي. هن سوچيو ته فيضان سندس آواز نه ٻڌي ورتو هو ان ڪري هو ضرور وري کيس فون ڪندو پر هوءَ انتظار ئي ڪندي رهجي وئي هئي. فيضان جي فون نه آئي. هن جي دل ۾ عجيب وهم وسوسا ۽ ڪٽڪا اچڻ لڳا. هن سوچيو هي اهو فيضان ته ناهي جنهن رابيل سان وعدو ڪيو هو ۽ کيس يقين ڏياريو هو ته جڏهن به هوءَ اداس ٿئي ۽ پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪري ته هوءَ فيضان کي فون ڪري ته هو کيس پورو ٽائيم ڏيندو...

هن وري سوچيو: ”منهنجي به ته بيوقوفي آهي جو هن سان ايڏيون اميدون وابسته ڪندي پئي وڃان، پوءِ جيڪڏهن اهي اميدون پوريون نه ٿينديون ته اجايو پاڻ کي ئي دکي ڪنديس.“

اسان ڇوڪريون/ عورتون به
عجيب هونديون آهيون
سورهن سالن جي
عمر کان
چاليهن سالن جي عمر تائين جون هجون
پر...
نفسيات ته
ساڳي ئي آهي
مردن جي واعدن
۽ خوبصورت ڳالهين
تي
اعتبار ڪري

اکين ۾
خواب سهڻا
اٿي ونديون
آهيون!

رابيل سوچن جي لهرن ۾ لڙهڻ لڳي! ڪهڙو حق آهي منهنجو هن شخص تي؟ ڇوته آئون سندس رويي تي اداس ٿيان... نه... منهنجي به ته انا آهي، خود داري آهي. سڀاڻي آفيس وينديس ته هن سان ڪابه شڪايت نه ڪنديس. هن کان ڪجهه به نه پڇنديس. جيڪڏهن هن کي منهنجي پرواهه نه آهي ته پوءِ آئون ڇو هن تي ظاهر ڪريان ته مون کي هن جي پرواهه آهي. آئون ڪجهه به نه چونديس. ڪوبه شڪوو نه ڪنديس، ڏک ڏوراپو نه ڪنديس! "

ٻئي ڏينهن هن ائين ئي ڪيو ۽ پورو وقت پنهنجي ڪم ۾ مصروف رهي ۽ پوءِ واپسيءَ جي وقت هن فائل کنيو ۽ فيضان جي آفيس ۾ وڃي خاموشيءَ سان سندس ٽيبل تي رکيو ۽ خاموش بيٺي رهي ته فيضان کيس چيو:

"تون بيٺي ڇو آهين؟ پليز! ويهه. هيءُ ته آئون پوءِ پڙهي وٺندس."

رابيل صوفي تي ويهي رهي ته فيضان وري چيو: "ڪهڙا حال آهن؟ طبيعت ته وري خراب نه ٿي هئي؟"

"نه ! آئون نيڪ آهيان." رابيل آهستي چيو.

"ها! ياد آيو. ان ڏينهن تو فون ڪئي هئي پر توسان صحيح نموني ڳالهه ٻولهه ٿي نه سگهي هئي."

رابيل اداسيءَ مان چيو: "ڪا ڳالهه نه آهي، مون ڪجهه پڇيو ته نه."

"پر آئون ته ٻڌائڻ چاهيان ٿو. جنهن وقت تون آفيس ۾ مون کي فون ڪئي هئي، ان مهل منهنجي آفيس ۾ منهنجا دوست ويٺا هئا، ان ڪري توسان ڳالهائي نه سگهيس."

”پر تنهنجو لهجو ايڏو رکو ڇو هو؟“
”نه اهڙي ته ڳالهه ڪانهي. مون کي ته ان جو احساس نه ٿيو.“
”ان مهل ته تو وٽ دوست ويٺل هئا پر پوءِ ته ڳالهائي پيو سگهين.“
”نه دراصل ان رات دوستن سان دير تائين آفيس ۾ ڪچهري ٿيندي رهي ۽ پوءِ وري آئوٽنگ تي هليا وياسين ۽ رات جو دير سان گهر اچڻ ٿيو، ان ڪري ان مهل مون توکي فون ڪرڻ مناسب نه سمجهيو.“
”... ۽ ڪالهه ڇا هو؟ آئون چڱي دير کان هيلو هيلو پئي ڪريان ۽ پوءِ لائين ڪٽجي وئي ۽ پوءِ آئون ڪيتري دير فون جي پرسان ويٺي رهيس. پر تو فون ئي نه ڪئي.“
”ها، دراصل ڪجهه ڏينهن کان فون صحيح ڪم نه پئي ڪري، اوهه! ته تون ان ڳالهه تي ناراض آهين. رابيل! تون آخر ايڏو جلدي بدگمان ڇو ٿي ويندي آهين؟ توکي مون تي اعتبار نه آهي؟“
رابيل واقعي شرمندي ٿي وئي، ته فيضان جي فون نه ڪرڻ تي هن الائي ڇا ما ن ڇا سوچي ورتو هو.
”دراصل آئون ڏاڍي پريشان ٿي وئي هئس. فيضان! مون کي تنهنجي اها ئي ڳالهه سٺي لڳندي آهي ته تون صاف ۽ کرو ماڻهو آهين. ان ڪري منهنجي ڪا به ڳالهه توکي خراب لڳي ته ڇٽي ڇڏجانءِ ۽ پلي مون سان جهيڙو ڪجانءِ ۽ دڙڪا ڏجانءِ پر ڪا ڳالهه دل ۾ نه رکجانءِ.“
”اول ته مون کي تنهنجي ڪا به ڳالهه خراب لڳندي ئي ناهي پر جيڪڏهن ائين ٿيو ته فکر نه ڪر پاڻ خوب جهيڙا ڪنداسين. هاڻي موڊ صحيح ڪر ۽ چهري جي خزان تي ڪجهه بهار آڻ ... تورو مرڪي ڏيکار.“
رابيل جي چهري تي هڪ اداس مرڪ اچي وئي. اڇ ڪيس پلين آف وائٽ سوٽ پاتل هو ۽ نيچرل ميڪ اپ ۾ هوءَ سادي

هجڻ سان گڏ تمام پرڪشش لڳي رهي هئي. هن محسوس ڪيو ته فيضان بار بار ڪيس ڏسي پيو ۽ پوءِ وري فطري سادگيءَ سبب هن تان نظرون هٽائي دريءَ ڪان ٻاهر ڏسڻ تي لڳو. هن ڪجهه چوڻ پئي چاهيو. عجيب سچوئيشن هئي. ٻنهي هڪ ٻئي کي دل پري ڏسڻ پئي چاهيو. رابيل کي خبر نه پئي ته اهو ڪجهه منٽن جو سفر هو يا صدين جو، جنهن ٻنهي جي خاموش هئڻ جي باوجود ٻه سمورا فاصلا طئه ڪري، هنن کي هڪ ٻئي جي تمام ويجهو آڻي ڇڏيو هو. رابيل جي دل چاهيو ته هو سدائين ائين هڪ ٻئي جي سامهون ويٺا رهن ۽ خاموشي سرگوشيون ڪري ٻنهي جي دل جي ساز کي ڇيڙيندي رهي.

هن
انهن لمحن کي
هميشه لاءِ
پنهنجي مُٺ ۾
قيد ڪرڻ
چاهيو
جيڪي هن
پنهنجي پرينءَ سان گڏ
گذاريا هئا

پر
هوءَ ائين
ڪري نه سگهي
ڇو ته
سندس
مقدر جي لڪيرن
کي
اها
دخل اندازي

پسند نہ آئي هئي
۽
سندس
بند مٺ کي
کولي
انهن
قيمتي لمحن کي هميشہ لاءِ
سندس
نصيب بنجڻ
کان
روڪي ڇڏيو هو.

نيٺ ان خاموشيءَ کي فيضان جي آواز ئي ٽوڙيو:
”رابيل!“
”جي!“
فيضان ڪجھ ڪنفيوز ٿيندي چيو: ”اڄ سٺي پئي لڳين.“
”جي!!“ رابيل حيران ٿيندي پنهنجي خوبصورت اکين سان هن کي ڏٺو تہ هو بالڪل نروس ٿي ويو ۽ پوءِ چيائين:
”منهنجو مطلب آهي تہ سوٽ سٺو آهي.“ رابيل سندس انداز تي هڪ بيساختہ مرڪ کي چپن ۾ لڪائيندي چيو:
”مهرباني!“
هو وري خاموش ٿي ويا. ڪجھ دير بعد وري رابيل چيو:
”ڇگو پوءِ آئون هلان ٿي.“
”تنهنجي مرضي!“ اهو چئي فيضان ڪنهن بار جيان ڦوڪجي بئي پاسي منهن ڪيو تہ رابيل کي سندس ان انداز تي بي ساختہ تمام گهڻو پيار اچي ويو. ڪجھ دير وري خاموشي رهي ۽ پوءِ رابيل چيو:
”آئون وڃان؟“
”وڃڻ چاهين ٿي؟“

"تون روڪڻ چاهين ٿو؟"

"ها."

"ڪيستائين؟"

"جيستائين ترسي سگهين."

رابيل اداس ٿي چيو: "نيٺ به ته وڃڻو آهي."

فيضان هڪ گهرو ساهه کنيو ۽ اداسيءَ مان چيو: "ها...! نيٺ به ته وڃڻو آهي."

"چڱو پوءِ... آئون هلان ٿي."

۽ پوءِ اٿي وڃڻ لڳي ۽ جڏهن هوءَ دروازي تائين پهتي ته پويان وري فيضان کيس سڏيو:

"رابيل!"

هن پنيان مڙي ڏٺو. فيضان وري بي تاب هو، بي چين هو ۽ هن کيس چيو:

"ڇا گهر وڃي ڪو ضروري ڪم ڪرڻو آهي؟"

"نه، ڪا خاص مصروفيت ته ڪانهي." فيضان وري ڪجهه ڪنفيوز ٿي ويو ۽ چيائين:

"چڱو آئون توسان فون تي ڳالهائيندس."

"يلي." رابيل چيو ۽ وري وڃڻ لاءِ مڙي ۽ هڪ قدم مس کنيائين ته پويان وري کيس فيضان جو بيتاب ۽ بي چين آواز ٻڌڻ ۾ آيو:

"رابيل! "

"جي." هن وري فيضان ڏانهن مڙندي چيو. هن جي انداز مان سندس اندر جي اٿل ٿڻ ۽ بي تابي ظاهر ٿي رهي هئي. هن هجت واري انداز ۾ چيو: "ٿورو ترسي پئه."

"جي...!؟" رابيل به پريشان ۽ حيران ٿيندي چيو ته فيضان چيو: "گهر وڃي به ته ويهي رهندينءَ، پوءِ ٿوري دير مون وٽ ويهه." هن جي انداز ۾ ايڏي ته هجت ۽ پنهنجائپ هئي جو رابيل سندس چوڻ ٽاري نه سگهي هئي ۽ واپس اچي ويهي

رهي. فيضان چانهه گهرائي ۽ پوءِ هو زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي ڳالهائڻ لڳا. رابيل جو ذهن به ڪافي هلڪو ٿي ويو ۽ پوءِ جڏهن هوءَ گهر پهتي ته تمام خوش هئي. هن وراندي ۾ وينل ماسيءَ وٽ ٿوري دير ويهي حال احوال ورتو. ڪِچن ۾ اچي گلان ۽ شفن کان رات جي مانيءَ بابت پڇي ورتو ۽ پوءِ بابا پيروءَ کي باغ ۾ نون گلن جي بوٽن لڳائڻ بابت ڳالهه ٻولهه ڪري رهي هئي ته سندس ڪمري مان ايندڙ فون جي گهنٽي وڳي. هوءَ بابا پيروءَ کي اتي ڇڏي پنهنجي ڪمري ۾ آئي ۽ ريسور کڻي "هيلو" چيائين. ٻئي پاسي فيضان جو آواز ٻڌي حيران ٿيڻ سان گڏ خوش به ٿيندي چيائين:

"اڄ لڳي ٿو ته اسان جون ڳالهيون ڪٿنديون ئي نه."

"ها!" ڪجهه ائين ئي آهي." فيضان به کلندي چيو ۽ پوءِ هو ڳالهائيندا رهيا. رابيل فيضان کان سندس زندگيءَ جي تجربن بابت پڇندي رهي ۽ فيضان به هن بابت هن کان ڪيئي ڳالهيون پڇيون ۽ کين احساس ئي نه رهيو ته هوڪيتري دير تائين ڳالهائيندا رهيا ۽ پوءِ مختلف موضوعن تي ڳالهائيندي فيضان اوچتو کيس چيو:

"رابيل! جيڪڏهن ناراض نه ٿئين ته اڄ آئون وري پنهنجي اڳ ۾ چيل هڪ ڳالهه ورجايان؟"

"ڪهڙي ڳالهه؟" رابيل حيران ٿيندي پڇيو.

"ائين سڄي زندگي ڪيئن گذاريندينءَ؟ تنها تنها... ڪجهه سوچ... آخر تون شادي ڇو نه ٿي ڪرين؟"

"ڇا شادي ڪرڻ ضروري آهي؟"

"ها! نه ته هيءَ اڪيلائي توکي بار بار فرسٽريشن ۾ مبتلا ڪندي رهندي. توکي ته اهو فيصلو ڪجهه سال اڳ ڪرڻ گهربو هو پر خير...! اڃان به وقت هٿن مان ناهي نڪتو."

رابيل ڏک مان چيو: ”فيضان، پهرئين تجربي مون کي ايڏو خوفزده ڪري ڇڏيو آهي، جو آئون وري ائين سوچي به نه ٿي سگهان... يا ته وري مون کي اهڙو ڪو سچو ۽ پرخلوص ماڻهو ملي، جيڪو منهنجو وڃايل اعتماد بحال ڪري ته پوءِ شايد آئون به ان بابت سوچيان.“

”بهرحال تون ان ڳالهه تي غور ضرور ڪجانءِ. متان ڪو اهڙو ماڻهو تنهنجي آس پاس هجي پر تون هن جي جذبي کي سمجهي نه سگهين ۽ اڳي وانگر ٿي تون هن کي وڃائي ڇڏين، چڱو هاڻي آئون به آفيس مان اٿان ٿو. وري پوءِ ڳالهائينداسين.“ ۽ پوءِ ٻنهي موڪلائي فون رکي ڇڏي.

ان رات ننڊ سندس اکين کان ڄڻ ڪيئي ڪوهه پري هئي. هن اکيون بند ٿي ڪيون ته بند اکين ۾ بار بار فيضان سان ٿيل اڄوڪي ملاقات جا منظر لهي ٿي آيا. سندس ڳالهايل لفظ، سندس نگاهون... سندس بيتابي... ۽ پوءِ هن سوچيو ته ”مون ته ڪڏهن ائين سوچيو به نه هو ته منهنجي زندگيءَ ۾ اوچتو اها تبديلي اچي ويندي ۽ جنهن محبت ۽ پياري ماڻهوءَ جا سپنا مون ٿين ايج ۾ ڏٺا هئا، اهو پيار ۽ پيارو ماڻهو مون کي هن عمر ۾ ۽ زندگيءَ جا تلخ تجربا ٿيڻ کان پوءِ ملندو.“

هاءِ ڙي عورت!

يا ته به ڏينهن اڳ فيضان جي رويي مون کي ايڏو هرٽ ڪيو ۽... اڄ وري سچوئيشن ئي ٻي ٿي وئي... ۽ سندس اڄوڪي رويي مون کي سڀ ڪجهه وسارڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. اکين وري خواب ڏسڻ شروع ڪري ڇڏيا آهن ۽ دل عجيب انداز ۾ ڌڙڪڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي ۽ محبت جهڙي جذبي کان ته آئون واقف ئي هاڻي ٿي آهيان ۽... دل چريءَ ۾ اها خواهش بار بار جنم پئي وٺي ته ڪاش! هو منهنجي جيون جي سفر ۾ منهنجو ساٿي بڻجي... هو بار بار مون کي شادي ڪرڻ لاءِ ٿو چوي... ڪٿي... ڪٿي ائين ته نه

آهي ته هو خود مون کي پروپوز ٿو ڪرڻ چاهي... ڪو ٻيو ماڻهو ائين چاهي ها ته شايد آئون سوچيان به نه ها... پر ... فيضان...! هو ته دل جي گهرائين ۾ لهندو پيو وڃي... آهستي... آهستي...غير محسوس طريقي سان...!

ڪجهه رات جو ننڊ نه اچڻ جو سبب هو ۽ ڪجهه وري صبح جو يونيورسٽيءَ ۾ سندس ڪليگ سان ٿيندڙ مسئلي جو اثر هو جو شام جو به سندس موڊ عجيب اداس ۽ من وياڪل رهيو ۽ پوءِ جڏهن هوءَ ڪم ختم ڪري فيضان کي وڃڻ جو اطلاع ڏيڻ آئي ته سندس چهري تي وڪريل اداسيءَ ۽ پريشانيءَ جا تاثر ڏسي فيضان ڪيس چيو هو:

”رابيل! تنهنجي طبيعت ته ٺيڪ آهي؟“

”ها.“ رابيل آهستي چيو.

”مون کي ته نه ٿو لڳي، چهري تي ته ٻارنهن پيا وڄن.“

”نه... ڪا خاص ڳالهه ڪانهي، آئون ٺيڪ آهيان.“

”چڱو تون ٿورو ويهه ته سهي.“ رابيل خاموشيءَ سان ويهي رهي. سندس اکين ۾ بي اختيار پاڻي پرجي آيو ته هن ان کي لڪائڻ خاطر نظرون جهڪائي ڇڏيون. فيضان بي چين ٿي پڇيو:

”ڪجهه ته ٿيو آهي رابيل، هتي آفيس ۾ ڪنهن ڪجهه چيو آهي؟“

”نه“ رابيل نظرون جهڪائيندي ئي جواب ڏنو. فيضان وري چيو: ”مون کي نه ٻڌائيندينءَ؟“

”آئون وڃڻ ٿي چاهيان.“ رابيل آهستي چيو.

”جيستائين تون مون کي اداسيءَ جو سبب نه ٻڌائيندينءَ آئون توکي وڃڻ نه ڏيندس.“

”ڪا خاص ڳالهه ڪانهي. بس اڄ يونيورسٽيءَ ۾ منهنجي ڪليگ جڏهن سندس گهرو مسئلا ٻڌايا ته آئون تمام اداس ٿي ويس. گهرن کي ائين ٽٽندو ڏسي مون کي ڏاڍو ڏک ٿيندو آهي.“

”ڇا ٿيو آهي هن سان؟“

”هن جو ڪيس بہ عجيب آهي، سندس محبت جي شادي هئي. شاديءَ کان اڳ ۽ ڪجهہ عرصو پوءِ تائين تہ هو ٻئي هڪ ٻئي جي لاءِ چريا هئا ۽ پوءِ آهستي آهستي هنن ۾ اختلافات ٿيڻ شروع ٿيا. ائين ئي گهر جي ننڍي وڏي مسئلي معاملي تان سندن جهيڙا ٿيندا هئا پر هاڻي تہ سندن وچ ۾ ايڏا تہ فاصلا ٿي چڪا آهن جو ٻنهي کي هڪ ٻئي جي شڪل کان بہ نفرت ٿي چڪي آهي. هر ٻئي ٽئين ڏينهن هوءَ پريشان هوندي آهي. ڇوتہ اڄ ڪلهہ تہ سندن جهيڙن جو سبب وري اهو آهي تہ سندس گهر وارو ڪنهن ٻي ڇوڪريءَ جي چڪر ۾ آهي. فيضان!... ائين ڇو آهي؟ ڇا شديد محبت اڳتي هلي شديد نفرت ۾ بہ بدلجي سگهي ٿي؟ ۽ مٿن مائٽن سان ايڏو ضد ڪري ڪين پسند جي شاديءَ لاءِ راضي ڪرڻ وارا اڳتي هلي ائين بي وفائي بہ ڪري سگهن ٿا؟“

فيضان جيڪو غور سان سندس ڳالهہ ٻڌي رهيو هو، هڪ گهرو ساهہ کڻندي چيو:

”نہ... آئون تہ ائين نہ ٿو سمجهان، جيڪڏهن ٻن دلين جي وچ ۾ محبت هوندي آهي تہ پوءِ ڪيترائي اختلاف هوندي بہ محبت ڪرڻ وارا هڪ ٻئي سان نباهہ ڪندا آهن. مسئلا ۽ اختلاف پنهنجي جاءِ تي پر پوءِ بہ محبت تہ آهي نہ. محبت جن دلين ۾ هوندي آهي اتي نفرت ۽ بيزاري اچي ئي نہ ٿي سگهي. مسئلو درحقيقت هي آهي تہ اڪثر نوجوان جوڙا شاديءَ کان اڳ ۾ پيار ۽ انڊراسٽنڊنگ جي دعويٰ ڪندا آهن پر درحقيقت اهو پيار نہ پر ڪو وقتي جذبو هوندو آهي، هو محبت نہ ڪندا آهن پر محض اهو جيون ساٿيءَ جو انتخاب هوندو آهي ۽ انڊراسٽينڊنگ جي باوجود اها انڊراسٽينڊنگ نہ هوندي آهي. ڇو تہ شاديءَ کان اڳ ۾ اهڙا جوڙا محض محدود

وقت لاءِ پاڻ ۾ ملندا آهن ۽ اهو سمورو وقت جڻ هو ڪنهن سپنن جي سنسار ۾ رهندا آهن. پيار ۽ محبت جون ڳالهيون ڪندي گذاريندا آهن پر شاديءَ کان پوءِ نه فقط هو پريمين مان زال مڙس بنجي ويندا آهن پر عملي زندگيءَ جا مسئلا جڏهن سندن سامهون ايندا آهن ته پيار محبت جو سمورو طلسم وجي پٽ پوندو آهي. انهيءَ ڪري ئي منهنجو فلسفو به اهوئي آهي ته عشق جو انجام شادي نه هئڻ گهرجي ڇوته عشق خوبصورت، رنگين ۽ نازڪ جذبن سان اٽيل هڪ اهڙو خواب آهي جنهن تي شاديءَ جو پٿر ڪرڻ سان ان جو طلسم جلد ئي ٽٽي پوندو آهي ۽ خوبصورت جذبو محض گهر جي حساب ڪتاب، سيڌي پاڌي، يوٽيلٽي بلن ۽ ٻارن جي اسڪول جي مسئلن جي حوالي ڪرڻ زيادتي آهي.“

فيضان جي اها ڳالهه ٻڌي رابيل کي ائين محسوس ٿيو ته سندس دل جي اندر نازڪ ۽ سهڻي شيشي جهڙي خواهش هڪ زوردار ”ڇٽڪاٽ“ سان وجي پٽ پئي هجي. هن ڏاڍي مشڪل سان چيو:

”تون عجيب ڳالهيون ٿو ڪرين. خوابن ۽ طلسم جي دنيا ۾ رهڻ جي به هڪ عمر ۽ هڪ دور هوندو آهي. سڄي عمر ته ڪو به طلسمي دنيا ۾ رهي نه ٿو سگهي ان ڪري محبت جو انجام شادي ئي هئڻ گهرجي ڇو ته نيٺ حقيقي دنيا ۾ ئي رهڻو آهي ۽ اها حقيقت تلخ ئي ڇو نه هجي. سڄي عمر عاشق ۽ معشوق محض هڪ ٻئي لاءِ آهون ڀري ته نه ٿا سگهن. مون کي ان ڳالهه کان انڪار ڪونهي، آئون خود ڪنهن زماني ۾ ساڳئي فلسفي جي قائل هئس پر اڄ... زندگيءَ جي تلخ تجربن مان گذرڻ کان پوءِ آئون محسوس ڪريان ٿي ته جنهن دنيا ۾

اڄ اسين رهون ٿا، اتي هڪ اڪيلي عورت لاءِ قدم قدم تي جهنم آهي ۽ جيستائين ڳالهه محبت ۽ شاديءَ جي آهي ته اسين جنهن سماج جا فرد آهيون، اتي هڪ دفعو ڪنهن ڇوڪريءَ يا عورت جو نالو ڪنهن ڇوڪري يا مرد سان گڏ اچي وڃي ٿو ته جيستائين ان تعلق کي شاديءَ جهڙي مضبوط بنڌڻ ۾ نه ٿو ٻڌجي ته پوءِ عورت بدنام ٿي وڃي ٿي ۽ هن سان جيڪڏهن مرد واقعي سچي محبت ڪري ٿو ته هو خود به ائين نه چاهيندو ته هو جنهن سان پيار ڪري ٿو، ان کي بدنامي ڏئي ۽ محض اسڪينڊل ڏئي، پڻنڪندڙ ڪتن اڳيان اڇلائي هليو وڃي... نه بلڪ هو ته ڪيس پنهنجو نالو ڏيندو، ڇپر ڇانو ۽ سماج ۾ هڪ عزت ڀريو مقام ڏيندو، گهر ڏيندو، اعتماد ڏيندو نه ته ماڻهو اهڙي عورت کي جيئڻ ئي نه ڏيندا.“

”رابيل! تون ته آرٽسٽ آهين. تهنجي سوچ ته عام ماڻهن کان مختلف هئڻ گهرجي پر تون به هن سماج جي پرواهه ڪرين ٿي. ڪڏهن تو ان ڳالهه تي غور ڪيو آهي ته هن سوسائٽيءَ جي هٽ نوڪين معزز ماڻهن ۽ سماج جي ٺيڪيدارن جي پنهنجي دامن تي ڪيڏا داغ لڳل آهن. رابيل! زندگي فقط هڪ ڀيروئي ملندي آهي ان کي پنهنجي مرضيءَ سان گذار، ماڻهن جي مرضيءَ سان نه، ڇوته جيڪڏهن تون هنن جي پرواهه ڪندينءَ به ته هو توکي ان جي بدلي ڪو سرٽيفڪيٽ يا اعزاز نه ڏيندا.“

ايستائين فون جي رنگ وڳي ته فيضان ريسور کنيو. شايد ڪو دوست هو. فيضان هن کي چيو:

”هن وقت آئون تمام بزي آهيان، پوءِ ڳالهائينداسين.“ فون بند ڪري وري رابيل کي چيائين:

”پلا تون واقعي پنهنجي ڪليگ جي مسئلي سبب اداس آهين، يا اجا ڪا ٻي ڳالهه آهي؟“

رابيل اداسيءَ مان چيو: ”فيضان! آئون پنهنجي حالتن سان ڪمپرومائز ڪري چڪي هئس پر تون منهجي زندگيءَ ۾ اچي مون کي ڊسٽرب ڪري ڇڏيو آهي. اڪثر آئون تنهنجي رويي سبب شديد ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي ويندي آهيان. مون کي توکان پري ٿي ٻه چين نه ٿو ملي ۽ جيڪڏهن ويجهو اچان ٿي ته وري ماڻهن جي ڳالهين ناهڻ جو ڊپ ٿو ٿئي ۽ يقين ڪر ته آئون جڏهن هتي ائين توسان ويهي ڳالهايان پئي تڏهن ٻه مون کي ائين پيو محسوس ٿئي ته هتي تون ۽ آئون اڪيلا نه آهيون پر ديوارن، درن ۽ درين کي چيري ٻه ڪجهه اکيون اسان کي ڏسن پيون ۽ ڪن آهن جيڪي سڀ ڪجهه ٻڌن پيا ۽ آئون uneasy ٿي محسوس ڪريان.“

رابيل چيو: ” ican'taffordany scandal“

فيضان: ”آخر ڇو؟“

هو ٻئي ڪجهه دير خاموش رهيا ۽ پوءِ رابيل چيو: ”ڇڱو پوءِ آئون هلان ٿي.“

۽ حسب معمول فيضان ٺوڪجي چيو: ”مرضي آهي تنهنجي. مون کو روڪيو آهي توکي!“

رابيل اٿي ۽ آفيس کان ٻاهر هلي وئي. گهر اچي ٻه هوءَ تمام اداس رهي ۽ اهوئي سوچيندي رهي ته فيضان هن جي زندگيءَ ۾ عجيب تبديلي ڪٿي آيو آهي. هڪ ڏينهن سندس رويو سندس لاءِ خوشيءَ جو پيغام ڪٿي ايندو آهي ته ٻيو ڏينهن وري اداسيون ۽ پريشانيون. ٻئي ڏينهن آفيس مان ڪم ختم ڪري هوءَ فيضان جي آفيس ڏانهن وئي پر ڪيس ڪجهه

داڻهن سان گفتگو ۾ مصروف ڏسي گهر هلي آئي ۽ پوءِ فريش ٿيڻ بعد هن فيضان کي فون ڪري چيو: ”تو وٽ ڪجهه ماڻهو ويٺل هئا، ان ڪري آئون موڪلائي نه سگهيس. ان ڪري هينئر فون ڪئي اٿم.“

”سنو ڪيئي، ٻيو ڏي خبر ته آفيس ۾ ته ڪم صحيح پيو هلي نه. ۽ ها...! اڄ توهان جي شعبي ۾ نئين ڇوڪري سائره به موڪلي اٿم، اها ڪيئن آهي؟“

رابيل کيس تنگ ڪرڻ خاطر چيو: ”سني آهي، بلڪ بي حد خوبصورت آهي.“

”مون ان لحاظ کان ته نه پڇيو.“

”پر مون ته ان لحاظ کان چيو. بهرحال سنو ڪم پئي ڪري. ها!سڀاڻي کان عيد جون موڪلون پيون ٿين، ان ڪري آئون توکي عيد جي ايڊوانس مبارڪ ڏيان ٿي.“

”ان خلوص لاءِ مهرباني، عيد تي آئون توکي فون ڪندس.“

”مون کي تنهنجي فون جو انتظار رهندو.“ ۽ پوءِ ٻنهي موڪلائي فون رکي ڇڏي.



جيتوڻيڪ هيءَ قربانيءَ واري عيد هئي پر رابيل هن عيد لاءِ پنهنجن ڪپڙن لاءِ خاص اهتمام ڪيو ۽ ان ڏينهن هوءَ سالن بعد ڪنهن عيد تي سني نموني تيار ٿي هئي، ڇو ته اڄ ڪلهه جڻ ته هوءَ هوائن ۾ اڏامي رهي هئي ۽ پوءِ ڪچن ۾ وڃي الاهي عرصي بعد ڪجهه طعام تيار ڪيائين پر ڪم جي دوران به سندس ڌيان ٽيليفون جي رنگ ڏانهن رهيو ته متان فيضان فون ڪري! ائين ئي ٻن پهرن جو وقت ٿيو ۽ ماني کائي هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ اچي ويهي رهي. ڪيس شدت سان فيضان جي فون جو انتظار هو. ٻن پهرن مان شام ٿي وئي پر اڃا تائين فيضان جي فون نه آئي هئي. سندس ڪن فون جي گهنٽيءَ جو آواز ٻڌڻ جا منتظر رهيا ۽ هر گهنٽيءَ تي دل جي ڌڙڪن تيز ٿي پئي وئي پر ٻين جا فون آيا هئا. هوءَ وري اداس ٿيڻ لڳي ۽ سوچيائين "هن کي منهنجي يادگيري ڇو هوندي؟ هو ته دوستن سان ڪچهرين ۽ گهمڻ ڦرڻ ۾ مصروف هوندو. هن کي ڇا آهي؟ سندس زندگي ته ڀرپور گذري رهي آهي ۽ سندس چواڻي ته ڪيس ته ڪيترين ئي محبتون مليون آهن، پوءِ هن لاءِ منهنجو پيار ته فقط هڪ اضافي محبت آهي، ضرورت نه. جڏهن ته هن وقت منهنجي لاءِ سندس پيار انتهائي اهم آهي ڇو ته مون کي سندس محبت جي ضرورت آهي جو هن وقت منهنجي زندگيءَ ۾ هن کان سواءِ ٻيو ڪو ماڻهو آهي ئي ڪونه. شاهه صاحب چواڻي:

"مون ور تون ئي تون، تو ور وهون ڪيترين."

منهنجون ته سيئي سوچون، سيئي ڏک سک ۽ انتظار فقط هن جي ئي ذات سان وابسته آهن پر ڪيس منهنجي پرواهه ئي ڪانهي ۽ ڪيس اهو احساس ئي ناهي ته منهنجي عيد جي واحد خوشي فقط سندس هڪ فون ڪال ئي ته آهي پر ڪيس پنهنجي مصروفيت مان فرصت ئي ڪونهي. آخر آئون ڇو زنده آهيان، ڪنهن جي لاءِ...؟ ڪنهن کي به ته منهنجي ضرورت ڪونهي."

سندس اکين مان ڳوڙها ڪرندا رهيا، هوءَ ڪيتري ئي دير روئيندي رهي هئي.

شام مان وري رات ٿي ته رابيل ٽڪيل ٽڪيل انداز ۾ پلنگ تان اٿي ۽ آئيني جي اڳيان اچي بيهي رهي. سندس خوبصورت ڪارين اکين ۾ پيل ڪجل روئڻ سبب ڪجهه ڦهلجي ۽ هلڪو ٿي چڪو هو ۽ اکين جي ڳاڙهاڻ سندس اکين کي وڌيڪ حسن بخشي رهي هئي. لپ اسٽڪ به هاڻي ڪافي هلڪي ٿي چڪي هئي ۽ چهري جي آسپاس وارن جون لٽون پکڙجي ويون هيون. هوءَ پوءِ به تمام پرڪشش لڳي رهي هئي. هن پنهنجن ڪپڙن ۽ پنهنجي سراپي جو بيحد اداسيءَ مان جائزو ورتو ته اوچتو فون جي رِنگ وڄڻ تي سندس دل زور سان ڌڙڪي ۽ هن بيتابيءَ سان فون جو رسيور کڻي "هيلو" چيو ۽ فيضان جو آواز ٻڌي ڪيس هڪ لمحي ۾ سڀ ڪجهه وسري ويو هو.

"عيد مبارڪ!" فيضان ڳنڀير لهجي ۾ چيو.

رابيل بناوٽي ناراضگيءَ سان چيو: "توکي فرصت ملي وئي پنهنجن عزيزن ۽ دوستن کان؟ هينئر يادگيري آئي آهي توکي منهنجي؟"

"ڳالهه دراصل هيءَ آهي ته قربانيءَ واري عيد آئون هميشه پنهنجي ڳوٺ، پنهنجي حويليءَ ۾ ئي ڪندو آهيان ۽ پوءِ اتي سڄو ڏينهن ماڻهو ملڻ لاءِ پيا ايندا آهن. بس، ٿوري دير اڳ

ئي هتي پهتو آهيان. في الحال صرف توکي عيد جي مبارڪ ڏيڻ لاءِ فون ڪئي اٿم. تفصيل سان وري پوءِ ڳالهائينداسين.“

رابيل مايوسيءَ مان چيو: ”مون تہ ايڏو ڪجهہ سوچي رکيو هو تہ توسان هي ڳالهائيندس، هو ڳالهائيندس پر تو وٽ تہ ٽائيم ئي ڪونهي. فيضان آئون پاڻ کي تمام اڪيلو پئي محسوس ڪريان. مون سان ڳالهاءِ. اڄ پاڻ الاهي ساريون ڳالهيون ڪنداسين.“

”آئون سياڻي فون ڪندس، پوءِ پاڻ الاهي ساريون ڳالهيون ڪنداسين، هن وقت مون کي ٻاهر وڃڻو آهي ۽ واپسيءَ تي وري متان وڏيڪ دير ٿي وڃي.“

”جيئن تنهنجي مرضي.“ رابيل اداس ٿي وئي ۽ پوءِ ٻنهي موڪلائي فون بند ڪري ڇڏي.

هوءَ ٻئي ڏينهن سڄو وقت انتظار ڪندي رهي، پر فيضان فون نہ ڪئي. ائين ٽيون ڏينهن گذري ويو پر فيضان هن سان رابطو نہ ڪيو. هوءَ شديد ذهني ڪشمڪش مان گذرڻ لڳي ۽ وري منفي خيال سندس ذهن ۾ ديرو ڄمائڻ لڳا.

هن سوچيو:

هڪ ڀيري
مون
توکان پڇيو هو
تہ
هن رستي تي
اڃڻ کان پوءِ
منهنجو مستقبل
ڇا ٿيندو؟
تو چيو هو:
”اهو اسان
وقت تي ڇڏيون ٿا

وقت خود
ان ڳالهہ جو
فيصلو ڪندو“
... ۽...
اج تائين
وقت
ڪوبہ فيصلو
نہ ڪري سگهيو
آهي
بلڪ
قدم قدم تي
مون کي
پوئتي
ڌڪي رهيو آهي
ياد رکجانءِ!
وقت
خاموشيءَ سان
هٿن مان
نڪري ويندو
تنهنجي
مجبورين جو
انت
نہ ايندو
زندگيءَ جو
انت
اچي ويندو...!

... ۽ پوءِ هن هڪ فيصلو ڪيو. هوءَ اها پيڙا انهيءَ ڪري
پوڳي رهي آهي جو هن فيضان جي ڳالهين ۾ سندس واعدن

تي اعتبار ڪيو هو. جڏهن کان هو سندس زندگيءَ ۾ آيو هو، سندس آرام ڪسجي ويو هو. جيڪڏهن محبت ڪرڻ جو اهو ئي انجام آهي ته پوءِ بهتر آهي ته هوءَ فيضان جي محبت کي پنهنجي دل جي اونهائين ۾ لڪائي پوئتي هٽي وڃي. فيضان مان هوءَ اميدون وابسته نه ڪندي. سندس فون جو هاڻي ڪڏهن به انتظار نه ڪندي، نه ته هي ڏک ۽ عذاب جيڪو خوشيءَ جي ريپنگ پيپر ۾ ويڙهجي ڪيس بار بار ملي ٿو، اهو نه ته ڪيس جيئڻ ڏيندو ۽ نه ئي مرڻ!

عيد جي موڪلن کان پوءِ پهرئين ڏينهن هوءَ آفيس وئي. آفيس ٽائيم ختم ٿيڻ تي هن فائيل ڪنيو ۽ فيضان جي آفيس ۾ وئي. هو آفيس جي ورڪر راحيل سان ڪنهن معاملي تي ڊسڪس ڪري رهيو هو. رابيل ڪيس فائيل ڏنو ۽ سامهون پيل ڪرسيءَ تي ويهي رهي. فيضان هن کان رسمي حال احوال وٺي وري راحيل سان گفتگو ۾ مصروف ٿي ويو. رابيل کي محسوس ٿيو ته هو ڪيس نظرانداز پيو ڪري ۽ پوءِ ڪجهه دير بعد هوءَ ڪيس خداحافظ چئي گهر هلي آئي هئي. هن ته سوچيو هو ته فيضان واعدو ڪرڻ جي باوجود عيد جي ٻئي ڏينهن فون نه ڪرڻ تي سوري ڪندو ۽ سبب ٻڌائيندو پر فيضان کي ته ڄڻ ڪو احساس ئي ڪونهي. نه ئي هن وري فون ڪئي. رابيل کي فيضان جي رويي سان ايڏو ته ڏک پهتو هو جو هوءَ ٻئي ڏينهن آفيس ئي نه وئي ۽ سوچيائين ته فيضان ضرور، فون ڪري پڇندو پر فيضان جي فون نه آئي ۽ هوءَ وڌيڪ دکي ٿي وئي، هوءَ ٻئي ڏينهن به آفيس نه وئي. فيضان وري فون ڪري سندس خبر نه ورتي ته سندس همت جواب ڏئي وئي ۽ پوءِ هن سوچيو ته جيڪڏهن هن اڄ فيضان سان ان معاملي تي کُلي نه ڳالهايو ته شايد نروس بريڪ ڊائون ٿي وڃي... ۽ پوءِ... هن ڏڪندڙ هٿن سان

فيضان جو نمبر ڊائل ڪيو. ٻئي پاسي فون فيضان کنئي ۽ پوءِ رسمي حال احوال ونڻ بعد هن چيو:

”تون اڄ آفيس ڇو نہ آئينءَ؟“ خير تہ آهي؟“

رابيل تلخيءَ سان چيو: ”شڪر آهي منهنجي فون ڪرڻ تي توکي مون کان اهو پڇڻ جو خيال تہ آيو.“

”لڳي ٿو اڄ موڊ وري خراب آهي.“

”تو واعدو ڪرڻ جي باوجود عيد جي ٻئي ڏينهن تي بہ فون نہ ڪئي- ڇو؟“

”اوهہ ساري! دراصل ٻئي ڏينهن تي صبح سان ئي منهنجا دوست اچي ويا هئا ۽ پوءِ اهو سڄو ڏينهن گهر کان ٻاهر گذاريو هو ۽ گهر موٽندي وري مون کي الاهي دير ٿي وئي هئي، ان ڪري فون نہ ڪري سگهيس.“

ٻئي ڏينهن تہ ڳالهائي پئي سگهئين ۽ اهو سڀ ڪجهہ ٻڌائي پئي سگهئين.“

”ها...! هُو دراصل ذهن تان ڳالهہ لهي وئي.“

رابيل ڏک مان چيو: ”ڇا...! ڇا اها ڪا معمولي ڳالهہ هئي، جو ذهن تان لهي وئي؟! آخر توکي ڇا پيو ٿيندو وڃي!؟ ڪيڏانهن ويو اهو تنهنجو واعدو تہ جڏهن بہ آئون اداس ٿيان تہ توکي فون ڪريان تہ تون مون کي پورو ٽائيم ڏيندين، هيءَ آهي تنهنجي زبان... تنهنجو قول!!؟“

فيضان شرمندو ٿي چيو: ”I am really Sorry واقعي مون کان غلطي ٿي آهي، آئون ان جو اعتراف ٿو ڪريان.“

رابيل ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ چيو: ”ڇا تنهنجي محض Sorry چوڻ سان منهنجو ڏک ختم ٿي ويندو...؟! مون ڪيڏو انتظار ڪيو هو، تنهنجي فون جو؟ منهنجي عيد جي ڏينهن بہ ڪجهہ بہ تہ نہ هو، فقط تنهنجي هڪ فون ڪال کان سواءِ فيضان! مون تہ توسان گهڻيون اميدون ۽ آسرا تہ اڃا وابستہ ڪيا ئي ناهن، ڪجهہ گهريو ئي ڪونهي... سواءِ پندرهن ويهن منٽن جي!!؟؟

پر... تو تہ مون کي ايترو بہ ٽائيم نہ ڏنو، اجا تون چوين ٿو تہ آئون ڪنهن فيصلي تي چو نہ ٿي پهچان...؟ محبت جي واٽ تي اڳتي چو نہ ٿي وڌان...؟ آئون تہ هاڻي اهو ئي سوچي خوفزده ٿي وئي آهيان تہ تون هڪ معمولي ڳالهہ لاءِ پنهنجي زبان تي قائم نٿو رهي سگهين تہ اڳتي ڪا ٻڏي اميد تومان ڇا رکان؟"

فيضان پشيمان ٿيندي چيو: "رابيل! مون کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس آهي ۽ آئون پنهنجي ڪوتاهي تسليم ڪريان ٿو. هن وقت جيڪڏهن تون منهنجي سامهون هجين ها تہ آئون تنهنجا هٿ پڪڙي معافي گهران ها!"

رابيل وري جذباتي ٿيندي چيو: "توکي جيڪڏهن پنهنجي غلطيءَ جو احساس هجي ها تہ آئون ٻن ڏينهن کان آفيس نہ پئي اچان گهٽ ۾ گهٽ فون ڪري منهنجي خبر تہ وٺين ها، پر... توکي منهنجو ڪو احساس ئي ڪونهي."

فيضان هڪ گهرو ساهہ کڻي چيو: "تون تہ مون سان ايڏيون شڪايتون ڪرين پئي پر جڏهن تون خود مون کي هرٽ ڪندي آهين ۽ زيادتيون ڪندي آهين، تڏهن منهنجو احساس توکي ٿيندو آهي؟ ان ڏينهن بہ تون الائي ڇا ڇا چئي هلي وئي هئينءَ... پوءِ... ڇا مون توسان ڪا شڪايت ڪئي؟"

رابيل پريشان ٿي پڇيو: "ڇا چيو هو مون؟"

"اهو ئي تہ آئون تنهنجي زندگيءَ کي ڊسٽرب ٿو ڪريان ۽ تون هاڻي منهنجي آفيس ۾ نہ ايندينءَ، مون سوچيو تہ مون وٽ اچڻ ۽ ويهڻ سان، منهنجي فون ڪرڻ سان، تون ڊسٽرب ٿي ٿئين تہ ڀلي تون مون وٽ نہ اچ ۽ فون تي نہ ڳالهاءِ."

"فيضان! اها حقيقت آهي تہ مون هڪ روٽين لائيف پئي گذاري ۽ سڀ ڪجهہ ڇڏي هڪ ڪنڊ وسائي هئي پر تون منهنجي زندگيءَ ۾ اچي منهنجي دل ۽ ذهن کي ائين جهنجهوڙيو آهي جو منهنجو تہ سڪون ڪسجي ويو آهي. ان

ڪان تہ اهو وقت بهتر هو، گهٽ ۾ گهٽ مون کي ڪنهن جي فون ڪال جو تہ انتظار نہ هوندو هو.“ رابيل پل اَپل ساهي ڪنئي ”فيضان، تو مون کي شديد ڊسٽرب ڪري ڇڏيو آهي!“

فيضان بہ جذباتي ٿيندي چيو: ”ها...! مون توکي ان ڪري ڊسٽرب ڪيو آهي تہ مون بينل پاٽيءَ ۾ پٿر اڇلي، ان ۾ لرزش پيدا ڪئي آهي!!؟ مون توکي انهن جذبن ڪان آشنا ڪيو آهي، جن ڪان تون اڄ ڏينهن تائين ناواقف هئينءَ ۽ هاڻي وقت آيو آهي تہ تون انهن کي face نٿي ڪري سگهين!؟“

رابيل ڪجهہ ٿڌي ٿي ۽ پوءِ چيائين: ”تون تہ آهين رائيٽر سو لفظن ۾ تہ آئون توسان پڄي نہ ٿي سگهان. بهرحال مون فيصلو ڪري ورتو آهي تہ آئون واپس پوئتي هٽي ويندس، هي روز جيئڻ ۽ روز مرڻ مون ڪان برداشت نہ ٿيندو.“

”ڏس رابيل ائين ڪري تون مون سان زيادتي ٿي ڪرين.“

”ٻيو ڀلا ڇا ڪريان...!!؟؟ جڏهن تنهنجي نظرن ۾ منهنجي ڪا اهميت ئي ڪانهي؟“

فيضان ڏک ڀرئي لهجي ۾ چيو: ”تون پنهنجي اهميتً کي فقط هڪ فون ڪال سان مشروط ڪري ايڏو وڏو فيصلو ڪري مون سان زيادتي پئي ڪرين. توکي منهنجو خلوص نظر ئي نٿو اچي؟ يقين ڪر، مون تنهنجي روپ کي نہ چاهيو آهي، پر تنهنجي اندر سان پيار ڪيو آهي. تنهنجو رويو بہ تہ سدائين غير واضع رهيو آهي. اڄ توکي ٻڌايان ٿو تہ مون بي حد محبت سان تنهنجي لاءِ هڪ خوبصورت تحفو خريد ڪيو آهي ۽ مون ڪيترائي ڀيرا توکي ڏيڻ چاهيو پر تنهنجي رويي جي ڪري مون توکي اهو نہ ڏنو، جو تہ اهو محض تحفو ناهي، پر منهنجا جذبا آهن ۽ ائين نہ ٿئي تہ تون منهنجن جذبن جو قدر نہ ڪرين ۽ آئون وڏيڪ هرٽ ٿي وڃان، تون تہ هاڻي منهنجي آفيس ۾ اچڻ ۽ ڪجهہ وقت ويهڻ لاءِ ئي تيار ناهين تہ وڌيڪ ڇا چوان؟“

”فيضان! اسين جنهن سوسائٽيءَ ۾ رهون ٿا اتي مردن لاءِ الڳ معيار آهن ۽ عورتن لاءِ الڳ. تون مرد آهين ان لاءِ تنهنجي لاءِ اهو چوڻ تمام آسان آهي پر آئون عورت آهيان، مون کي هر قدم کڻڻ کان اڳ ۾ ڏهه ڀيرا سوچڻو پوندو آهي.“

”ٺيڪ آهي جيڪڏهن تون منهنجي آفيس ۾ مون سان رليڪس ٿي نه ٿي ڳالهائي سگهين ته پوءِ ڀلا ٻاهر ڪٿي مل جتي پاڻ آرام سان ڳالهائي سگهون.“

”آئون ڪنهن به اهڙي شخص سان اهڙيون ملاقاتون نٿي ڪري سگهان جيڪو مون سان بي انتها محبت جي دعويٰ ته ڪري ٿو پر مون کي پنهنجو نالو ڏيڻ لاءِ تيار ڪونهي، مون کي هڪ گهر ۽ هن معاشري ۾ عزت ڀريو مقام ڏيڻ لاءِ تيار ناهي ۽ مون کي بگهڙن جي وچ ۾ اڪيلو بيٺل ڏسي به خاموش تماشائي بڻجي بيٺو آهي.“

”رابيل! ڪاش آئون توکي سمجهائي سگهان ها. تنهنجي سوچ جي سُئي ته ان هڪ نقطي تي اچي اٽڪي ٿي پئي. جڏهن ته آئون چاهيان ٿو ته تون ٻين جو سهارو ڳولهڻ بدران پاڻ بولڊ ٿئين ۽ پنهنجا مسئلا Face ڪرين. آئون ائين ڪرڻ ۾ تنهنجو ساٿ ڏيندس، پر تون خود به ته ڪجهه همت ڪر.“

رابيل ٿڪل آواز ۾ چيو: ”پر... شايد هاڻي آئون توسان وڌيڪ هلي نه سگهان. فيضان! آئون الاهي ٿڪجي پئي آهيان، مون ۾ هاڻي تنهنجي ساٿ ڏيڻ جي همت ڪونهي.“

فيضان به ڪاوڙ ۾ اچي چيو: ”پوءِ ائين چئو نه ته خود تو ۾ حوصلو ڪونهي. پوءِ پنهنجي بزدليءَ جو الزام مون تي ڇو رکندي آهين، جيڪڏهن منهنجو ساٿ توکي قبول ناهي ته پوءِ تو منهنجي فون ڪال جو ايڏو انتظار ڇو ڪيو هو؟ ان مان ته ثابت ٿئي ٿو ته تون محبت جي واٽ تي اچي چڪي آهين ۽

بنهي پاسي ساڳيا ئي جذبات آهن، پوءِ چو تي پاڻ تي ايڏو جبر
ڪرين، چو نہ تي اعتراف ڪرين...!!!؟؟؟"
"اهو غلط آهي، مون کي توسان پيار ناهي، آئون ان
رستي تي آئي ئي ناهيان."
جواب ۾ فيضان زوردار ٺهڪ ڏئي کليو هو. رابيل
چڙندي وري چيو: "مون سوچي سمجهي فيصلو ڪري ڇڏيو
آهي تہ آئون توسان گڏ نہ ٿي هلي سگهان. اهو بہ ٻڌائي ڇڏيان
تہ اهو فيصلو ڪرڻ منهنجي لاءِ بہ ايڏو آسان نہ هو پر تو
جيڪو مون کي ڏک پهچايو آهي، ان مون کي تمام خوفزده
ڪري ڇڏيو آهي. توکي تہ سڀ خبر آهي تہ آئون ڪهڙين
حالتن مان گذري تو تائين پهتي آهيان ۽ نروس بريڪ ڊائون ۽
شديد ڊپريشن جي دورن مان گذري آهيان، پوءِ بہ تو مون کي
نہ سمجهيو ۽ مون کي وڏيڪ هرٽ ڪيو آهي ۽ هاڻي مون
کي وڌيڪ ڪو ڏک سهڻ جو حوصلو ڪونهي."
فيضان سندس اها ڳالهہ ٻڌي انتهائي بي تاب، بيچين ۽
پريشان ٿي چيو:
"آءِ ايم ساري! رابيل! مون کي لڳي ٿو تہ تون هينئر بہ
شديد ڊپريسڊ آهين. پليز! دوا وٺي ٿورو ريسٽ ڪر. پاڻ پوءِ
ڳالهائينداسين. نيڪ آهي نہ."
"هون!"
"پليز رابيل...! دوا وٺي ريسٽ ضرور ڪجانءِ، پنهنجو
خيال رکجانءِ."
هن ڪانئس موڪلائي فون رکي ڇڏي. رابيل ڏڪندڙ هٿن
سان دوا کاڌي ۽ ڪجهہ دير بعد هوءَ بي خبر ٿي سمهي رهي.



ٻئي ڏينهن هن يونيورسٽيءَ مان ٻه موڪل ڪئي ۽ سڪون جي دوائن جي اثر هيٺ آرام ڪندي رهي. شام جو هن پاڻ کي ڪافي بهتر سمجهيو ۽ باٿ وٺڻ بعد هن چانهن جو ڪوپ پيتو ۽ ذهن ڇڻ اچا ٻه هلڪو سلڪو محسوس ڪيائين، تڏهن ڪيس سندس ڪالهوڪي رويي تي بي انتها شرمندگي ٿي ته هن فيضان کي الائي ڇا ڪجهه چيو هو. رات جا اٺ ٿيا هئا. ان مهل هن سوچيو ته فيضان ته شايد آفيس مان اٿي ويو هوندو، پوءِ ٻه هن فون ڪئي ته ٻئي پاسان ڪيس فيضان جو ٿڪل ٿڪل ۽ ڳرو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. رابيل چيو:

”مون توکي سوري چوڻ لاءِ فون ڪئي آهي.“

”ڇا جو ساري؟“ فيضان پڇيو.

”ڪالهه مون توکي الائي ڇا ڪجهه چيو. مون توکي الاهي هرٽ ڪيو، ان لاءِ.“

”مون توسان ڪا شڪايت ته نه ڪئي.“

”پر مون کي ته احساس ٿئي ٿو، آئون پنهنجي رويي تي الاهي شرمنده آهيان.“

”جڏهن ڪا ڳالهه ئي ڪانهي ته پوءِ شرمندگي وري ڇا جي؟ پاڻ اهي ئي ساڳيا آهيون.“

”اڄ تون ايڏي دير تائين آفيس ۾ آهين خير مان؟“

”دراصل آئون ڪنهن ڪم سان ٻاهر ويل هوس ۽ آفيس ۾ ڪجهه دير اڳ ئي پهتو آهيان ۽ وڃڻ جي ارادي سان اٿيو ئي هئس ته تنهنجي فون اچي وئي.“ اهو چئي گهرا گهرا ساهه کڻڻ لڳو ته رابيل چيس:

”تون اڄ ڏاڍو ٿڪل پيو لڳين، طبيعت صحيح نہ آهي ڇا؟“
”ها ڪجهہ اهڙي ئي ڳالهہ آهي، طبيعت ڪجهہ مزي ۾ نہ آهي.“
رابيل بيچين ٿي چيو: ”فيضان تون ڪم بہ تہ ايڏو ٿو ڪرين جو پاڻ کي ٿڪائي ٿو ڇڏين. پليز پنهنجي صحت جو خيال رک. ڪجهہ آرام بہ ڪر.“
فيضان انتهائي پيار ۽ پنهنجائپ سان چيو: ”چڱو منهنجا سائين، ٻيو ڪو حڪم.“
رابيل کِلي پئي ۽ ٻوءِ ٻنهي موڪلائي فون رکي ڇڏي.



ٻئي ڏينهن کان رابيل وري آفيس وڃڻ شروع ڪيو، ڪجهہ ڏينهن معمول مطابق رهيا پر وري هڪ ڏينهن اهڙو واقعو ٿيو جو رابيل جو دماغ وري گهمي ويو، انڊس آرٽ سرڪل پاران ٿيندڙ نمائش جي رپورٽنگ لاءِ فيضان اڳ ۾ رابيل کي چيو هو پر پوءِ ڪيس ٻڌائڻ کان سواءِ رپورٽر رضوان کي موڪلي ڇڏيو هو. ڪيس سخت ڪاوڙ آئي، هوءَ فيضان جي آفيس ۾ وئي جيڪو پنهنجي ڪم ۾ مصروف هو. رابيل ڪاوڙ ۾ چيو:

”فيضان! مون کي توسان ضروري ڳالهائڻو آهي.“

”رابيل پليز! ڏس اڄ آئون تمام مصروف آهيان، پاڻ سياڻي ڳالهائينداسين.“

رابيل کي وڌيڪ ڪاوڙ لڳي ۽ هن چيو: ”سياڻي کان آئون آفيس ايندس ئي نہ.“

فيضان لکندي لکندي هٿ روڪي ڇڏيو ۽ چيائين: ”وري ڇا ٿيو آهي، آفيس ۾ ڪنهن ڪجهہ چيو آهي؟“

”توکي ان سان ڇا؟ تون تہ بيحد مصروف آهين.“ ائين چوندي هوءَ مڙي ۽ وڃڻ لڳي تہ ڪيس پنيان فيضان جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، ”آئون واندو ٿي توسان گهر تي فون تي ڳالهائيندس.“

رابيل ڪيس ڪو جواب نہ ڏنو ۽ آفيس مان نڪري هلي وئي.



فون جي رِنگ وڄڻ تي رابيل فون جو رسيور کڻي "هيلو" چيو. ٻئي پاسي فيضان هو. هن چيو:

"رابيل! ڇا ڳالهائڻو هو توکي؟"

"آئون شام کان وٺي تنهنجي فون جو انتظار ڪري رهي آهيان ۽ هاڻي جڏهن رات ٿي چڪي آهي ته مون سمجهيو ته تون هليو ويو هوندين. هونئن ايڏي دير تائين آفيس ۾ ڇو ٿو ويهين؟"

"پرچي جو مواد تقريباً سڀ مڪمل ٿي چڪو آهي ۽ ڪمپوزنگ ٻه ڪلاڪ ٽي وئي آهي، باقي ڇپائيءَ جا ڪجهه مرحلا رهيل آهن، پر ان جو اهو مطلب ٻه ڪونهي ته آئون پنهنجي مصروفيت ۾ توکي فون ڪرڻ وساري ويهندس."

رابيل اداسيءَ مان چيو: "خير، جيڪڏهن تون مون کي فون نه ٻه ڪرين ها ته آئون توسان شڪايت نه ڪريان ها، ڇو ته هاڻي آئون تنهنجي ان رويي جي عادي ٿيندي پئي وڃان. اهو وقت ئي گذري ويو جڏهن منهنجي صرف "هيلو" ٻڌي ئي بيچين ٿي ويندو هئين ۽ ٻيو نه ته ٻه تنهنجي چواڻي ته منهنجون "سَت سُريون" ٻڌڻ لاءِ ٻه فون ڪندو هئين. مون ته توکي اڳ ۾ ئي چيو هو ته ان رستي تي نٽا هلون، نه ته قدم قدم تي هرٽ ٿينداسين پر تو ئي چيو هو ته ائين نه ٿيندو. اها ٻه تنهنجي دعوا هئي ته تون ان تعلق کي نيائي ڏيڪاريندين ۽ مون کي ٽريڪ (Track) تي وٺي ايندين ته پوءِ هاڻي مون کي اڌ رستي ۾ ئي ائين ڇو پيو رلائين؟"

فيضان ڏک مان چيو: ”رابيل! تون مون کي منهنجي محبتن جو اهو صِلو پئي ڏين؟ پر اهو بہ تہ ڏس تہ جڏهن بہ مون ان رستي تي اڳتي وڌڻ چاهيو تہ مون کي روڪڻ واري بہ تہ خود تون ئي رهي آهين. تون تہ اهو ئي چاهين تہ دل جون ڳالهيون زبان تي نہ اچن، پر پوءِ بہ منهنجي دل ۾ تنهنجي لاءِ پيار جا جذبا آهن ۽ هميشہ رهندا.“

”فيضان! تون ئي تہ هئين جنهن مون کي گمناميءَ جي کنڊ مان ڪڍي وري فن جي دنيا ۾ آندو ۽ تنهنجي ئي خاطر مون پنهنجو پاڻ کي ايڏو بدلايو آهي ۽ آهستي آهستي پنهنجو وڃايل اعتماد بحال ڪندي پئي وڃان، پر جڏهن تو اندس آرٽ سرڪل واري نمائش ۾ مون کان پڇڻ کان سواءِ ئي رضوان کي ان پروگرام جي رپورٽنگ لاءِ موڪليو تہ مون کي محسوس ٿيو آهي تہ توکي منهنجي صلاحيتن تي شڪ آهي، توکي مون تي اعتماد ناهي تہ پوءِ هاڻي آفيس اچي ڇا ڪريان؟“

فيضان گهرو ساهہ کڻندي چيو: ”هون..! تہ اها ڳالهہ آهي، ڏس رابيل مون توکان بہ ٽي ڀيرا ان پروگرام ۾ وڃڻ لاءِ پڇيو پر تو پڪ نہ ڏيکاري، سو ڪالهہ بہ سوچيم تہ توکي چوندس تہ تون جواب ڏئي ڇڏيندينءَ ان ڪري مون رضوان کي موڪليو.“

”مون جو پنهنجو پاڻ کي ذهني طور ماڻهن کي face ڪرڻ لاءِ تيار ڪري ڇڏيو هو ۽ مون سوچيو هو تہ آئون تنهنجي اعتماد تي پورو لهي ڏيکاريندس. پر تو مون کي موقعو ئي نہ ڏنو. آخر آئون بہ تہ آفيس ۾ ئي موجود هئس. مون کان پڇين ها! پوءِ، جيڪڏهن آئون توکي جواب ڏئي ڇڏيان ها تہ پوءِ رضوان کي موڪلين ها. تنهنجي ان حرڪت مون کي الاهي هرٽ ڪيو آهي.“

”توکي تہ هر ڳالهہ هرٽ ٿي ڪري. ٻئي پاسي تنهنجي حالت اها آهي تہ ڪوبہ مسئلو ڊسڪس ڪرڻ لاءِ تون منهنجي آفيس ۾ اچڻ لاءِ تيار ناهين. توکي تہ صرف اهو فڪر هوندو آهي تہ ماڻهو

ڇا چوندا؟ پوءِ ائين ڪم ڪيئن هلندو، تو پنهنجي سڄي عمر ائين ئي ڏجي گذاري ڇڏي، پوءِ انهن ماڻهن توکي ان جو ڇا صلو ڏنو؟ ڪهڙي عزت ۽ مانُ ڏنو؟ تون پنهنجو پاڻ تي ظلم تي ڪرين، جبر تي ڪرين. باقي رهي رضوان کي موڪلڻ جي ڳالهه ته آئون باس آهيان، جنهن ڪم لاءِ جنهن کي به مناسب سمجهندس ان کي ڏيندس، منهنجي مرضي.“

رابيل ڪاوڙ ۾ چيو: ”ته پوءِ منهنجي به مرضي آهي، سياڻي ڪان آئون آفيس ڪو نه ايندس.“

فيضان سختيءَ سان هڪ هڪ لفظ تي زور ڏيندي چيو: ”رابيل! تون سياڻي آفيس ايندينءَ.“

”ڪو نه ايندس، ڇا ڪندين؟“ رابيل ساڳئي ڪاوڙيل لهجي ۾ چيو.

”اها توکي سياڻي خبر پئجي ويندي ته آئون ڇا ٿو ڪري سگهان.“

رابيل خوفزده ٿيندي چيو: ”پر آخر ڇا ته ڪندين؟“

”سياڻي خبر پئجي ويندي، نه ته سوچي وٺ.“

اهو چوندي فيضان فون بند ڪري ڇڏي ۽ رابيل تمام گهڻي پريشان ٿي وئي.



ٻئي ڏينهن صبح کان وٺي رابيل وري پنهنجي ذهن تي ڳراڻ ۽ طبيعت ۾ عجيب اداسي محسوس ڪئي. يونيورسٽيءَ ۾ ٻه جيئن تيئن وقت گذاري منجهند جو ماني جا ٻه ٽي گرهه کائي ليٽي پئي. هن سمهڻ چاهيو پر طبيعت ۾ موڊ ۾ ڏاڍي بيچيني محسوس ڪئي ۽ نيٺ پوءِ سڪون جي دوا وٺڻ کان پوءِ ائين بيخبر ستي شام جو ذري گهٽ سج لهڻ واري وقت تي اک کليس. هوءَ هٿ منهن ڌوئي فريش ٿي آئي ته ڏٺائين ته گلان چانهن جو گرما گرم مگو سندس ٽيبل تي رکي وئي هئي. چانهن پيئڻ بعد هن پاڻ کي وڌيڪ بهتر سمجهيو ۽ پوءِ کيس فيضان جي ڪالهوڪي ڏنل ڌمڪيءَ جو خيال آيو. هن وال ڪلاڪ ڏانهن ڏٺو ته آفيس جو ٽائيم ختم ٿيڻ وارو هو پر اڃا تائين ته فيضان جي ڌمڪيءَ مطابق ڪجهه به نه ٿيو هو ۽ پوءِ وري کيس پنهنجي ڪالهوڪي رويي تي شرمندگي محسوس ٿي ۽ سوچيائين ته آخر ننڍيون ننڍيون ڳالهيون به مون کي ايڏيون وڏيون ۽ ڳنڀير ڇو محسوس ٿينديون آهن، جو آئون فيضان سان جهيڙو ٿي ڪريان، پر آفرين آهي هن شخص جي صبر ۽ جذبي کي جو هن ڪڏهن به مون سان منهنجي خراب رويي سبب ڪاوڙ ۾ اچي ڪو اهڙو قدم ڪونهي کنيو جيڪو مون کي تڪليف پهچائي. سندس چپن تي هڪ آسوده مرڪ اچي وئي ۽ فيضان تي بي انتها

پيار ۽ پوءِ سندس آڱريون فيضان جو نمبر ڊائل ڪرڻ لڳيون فيضان جو آواز ٻڌي ڪيس تنگ ڪرڻ خاطر چيائين:

”مون ته ڪجهه ٿيڻ جو انتظار پئي ڪيو ۽ تنهنجي پاران ڪجهه ڪرڻ بابت پئي سوچيم. پر تو ته ڪجهه به نه ڪيو.“

فيضان ڏک مان چيو: ”آئون ڇا ڪندس؟ تو هميشه پنهنجي مرضي هلائي آهي ۽ منهنجن جذبن جو احساس ڪيو ئي ناهي.“

”حقيقت هيءَ آهي ته منهنجي ڪاوڙ ته هاڻي ختم ٿي چڪي آهي، يقين ڪر آئون پنهنجي ضد سبب آفيس نه آئي آهيان، پر منهنجي طبيعت صحيح نه آهي ۽ پوءِ سڪون جي دوا کائي سمهي رهيس ۽ ڪجهه دير اڳ ئي اٿي آهيان.“

”تون وري دوائن جي عادي پئي ٿئين. رابيل! ڏس ان حالت مان توکي پنهنجي قوت ارادي سان ٻاهرنڪرڻو آهي، پر تون ته فراريت جو رستو پئي اختيار ڪرين.“

”ناراض آهين؟“

فيضان ناراضگيءَ مان چيو: ”توکي منهنجي ناراضگيءَ جي پرواهه آهي؟“

رابيل پيار مان چيو: ”بلڪل آهي .فيضان! تون پنهنجي زبان سان ته پنهنجن جذبن جو اظهار هاڻي تو ڪرين پر مون ته شروعات جي انهن ڏينهن ۾ ئي گهڻو ڪجهه محسوس ڪيو هو، جڏهن اڃان تو پنهنجي زبان سان اهڙو ڪو اقرار به نه ڪيو هو. تون ڇا ٿو سمجهين...! ڇا آئون ايڏي بي حس آهيان؟ نه... ائين ناهي آئون گهڻو ڪجهه سمجهان به ٿي ۽ محسوس به ڪريان ٿي، پر بس شديد ڊپريشن جي دورن ۾، مون کي ننڍا ننڍا ڏک به انتهائي وڏا محسوس ٿيندا آهن ۽ پوءِ شديد رد عمل ڏيکاريندي آهيان. فيضان...! آئون بي

سمجهه بہ ناهيان. سمجهان ٿي تہ هن وقت منهنجي سامهون فقط بہ رستا آهن. هڪ اهو تہ پاڻ ۾ اعتماد پيدا ڪريان ۽ حالتن ڪي جرئت سان Face ڪيان ۽ ٻيو اهو تہ سڀ ڪجهہ ڇڏي واپس گمناميءَ جي ساڳي ڪنڊ وڃي وسايان... پر فيضان! آئون تڏهن ئي پراعتماد ٿي سگهان ٿي، جڏهن تون مون کي ذهني ۽ جذباتي طرح Support ڏيندين. تو مون کي ڪافي حوصلو ڏنو آهي. پر اڃا بہ مون کي تنهنجي ڀرپور ساٿ جي ضرورت آهي. تون منهنجو ساٿ ڏيندين نہ؟“

”مون تہ ڪڏهن انڪار ڪيوئي ڪونهي. مون تہ سدائين اهو ئي چاهيو آهي تہ تون پنهنجي ماضيءَ جي تجربن سبب جيڪا پنهنجي خود اعتمادي ۽ همت وڃائي ويٺي آهين، هاڻي وري ٻيهر پنهنجي ڀرپور شخصيت سان منظر عام تي اچين.“

”مون کي اهو بہ ٻڌائڻو هو تہ سڀاڻي کان يونيورسٽيءَ ۾ امتحان شروع ٿي رهيا آهن، ان ڪري هاڻي مصروفيت ڪجهہ وڌي ويندي، ان لاءِ آئون اٺ ڏهہ ڏينهن آفيس اچي نہ سگهنديس، ان سان ڪا پريشاني تہ نہ ٿيندي يا پرچو تہ متاثر نہ ٿيندو؟“

”نہ، تون بلڪل بہ پريشان نہ ٿي. تون پلي انن ڏهن ڏينهن کان پوءِ رليڪس ٿي اچ. اڃا ٽائيم آهي اسان وٽ ۽... ها...! پنهنجو خيال رکجانءِ.“

”تون بہ!“ رابيل بيحد خلوص مان چيو.

ٻنهي موڪلائي فون بند ڪئي. رابيل هاڻي پنهنجي دل ۽ دماغ کي ڪافي هلڪو محسوس ڪيو. اڳيون هفتو هوءَ يونيورسٽيءَ ۾ ٿيندڙ امتحانن سبب بيحد مصروف رهي هئي هڪ بہ ڏينهن آرام ڪري هن وري فيضان جي آفيس جوائن

ڪئي هئي. پرچو بہ تقريباً تيار ٿي چڪو هو ۽ ڪم معمول مطابق هليو پئي تہ ٻئي ڏينهن جڏهن رابيل پنهنجي آفيس ڪم ۾ مصروف هئي تہ هڪ پٽيوالي اچي ڪيس فيضان جو نياپو ڏنو تہ هو ڪيس سڏي پيو. هوءَ فيضان جي آفيس ۾ وئي ۽ پڇيائين:

”فيضان! تو مون کي سڏيو؟“ رابيل محسوس ڪيو تہ فيضان ڪجھ ڪمزور پئي لڳو ۽ سندس چهري تي هلڪي پيلاڻ هئي. هن رابيل کي چيو: ”ها! تون انڻ ڏينهن ڪان نہ پئي آئينءَ، ان وچ ۾ الحمرا آرٽ گيلريءَ وارن طرفان هڪ نئين آرٽسٽ جي تيار ڪيل Paintings جي نمائش جو ڪارڊ موڪليو هو. نمائش اڄ آهي، بلڪ ڪجھ دير بعد شروع ٿيندي، تون ان جي رپوٽنگ لاءِ وڃ. فوٽوگرافر بہ توسان گڏ هوندو ۽ گاڏي بہ موجود آهي، تيار آهين ان ۾ وڃڻ لاءِ؟“

”ها! آئون ويندس.“ ۽ پوءِ هن ڪجھ ترسي چيو: ”فيضان انڻ ڏهن ڏينهن جي موڪل ڪان پوءِ مون ڪالهہ آفيس جوائن ڪئي آهي ۽... اڄ سيما مون کي ٻڌايو تہ ان وچ ۾ تنهنجي طبيعت اوچتو شديد خراب ٿي وئي هئي مون کي تہ ڪالهہ تائين بہ ان ڳالهہ جي خبر نہ هئي.“

فيضان انتهائي ڏک مان چيو: ”خبر رکڻ سان ئي خبر پوندي آهي ۽ جيڪو ماڻهو خبر رکڻ ئي نہ چاهي تہ ان کي ڇا ڪجي؟“

”تو مون کي ڇو نہ ٻڌايو؟“

”مون توکي پريشان ڪرڻ نہ پئي چاهيو.“

”چڱو هينئر تہ مون کي نمائش ۾ وڃڻو آهي، وڌيڪ ڳالهيون پوءِ ڪنداسين.“

واپسيءَ تي رات ٿي وئي هئي پر فيضان رابيل جي واپسيءَ تائين آفيس ۾ ويٺو رهيو. جڏهن رابيل پهتي ته هن ڪانئس پڇيو: ”تون اچي وئينءَ؟ ڪيئن رهيو پروگرام؟“

”تمام سٺو.“

”ڪا پريشاني ته ڪانه ٿي؟“

”نه، هونئن ته ڪا پريشاني ڪانه ٿي پر پروگرام جي پڄاڻيءَ مهل ٿوري مهل گهٻراهٽ ٿي ۽ پاڻ کي un-easy محسوس ڪيم، پر پوءِ همت ڪيم ۽ سمورا تفصيل نوٽ ڪري فوٽو گرافس نهرائي ورتم ۽ آرٽسٽ سان به ڳالهه ٻولهه ڪري ورتم.“

”گڊ! مون ته اڳ ۾ ئي توکي چيو هو ته تون تمام talented آهين. بس صرف همت ڪر ۽ بي اعتماديءَ جي خول مان پاڻ کي آجو ڪر.“

”تنهنجون ڳالهيون ئي ته مون ۾ سگهه پيدا ڪنديون آهن نه ته جيڪر آئون ڪجهه به نه ڪري سگهان ها. نمائش جي تفصيلي رپوٽ آئون سياڻي تيار ڪري وننديس.“



ٻئي ڏينهن هن تمام محنت سان نمائش جي تفصيلي رپورٽ تيار ڪئي ۽ فيضان ڪي ڏيڪارڻ لاءِ هن جي آفيس ۾ وئي ته ان مهل ناهيد پنهنجي سمورين ادائن ۽ ناز وانداز سان فيضان جي طبيعت جي خرابيءَ تي هن ڪي پنهنجي پريشانيءَ کان آگاهه ڪري رهي هئي ۽ فيضان سندس انهن جذبن لاءِ هن جا ٿورا مڃي رهيو هو. رابيل ڪي جڻ ننهن کان چوٽيءَ تائين باهه لڳي وئي. هن تقريباً اڇلڻ واري انداز ۾ رپورٽ فيضان جي ٽيبل تي رکي ۽ وڃڻ لاءِ مڙي ته ڪيس فيضان ترسڻ لاءِ چيو. ناهيد هن ڪي ڏسي هلي وئي. تڏهن فيضان ڪيس چيو:

"رابيل! تون بيٺي ڇو آهين؟ ويهه نه."

رابيل ڪاوڙ ۾ چيو: "نه منهنجي خيال ۾ منهنجي هتي ضرورت ڪانهي ۽ هونءَ به مون شايد ٻنهي ڪي ڊسٽرب ڪري ڇڏيو."

فيضان هن ڏانهن اداسيءَ سان ڏسندي بيحد ڏکويل لهجي ۾ چيو:

"ڇاٽي ويو آهي توکي؟ تون ائين ڇو سوچڻ لڳي آهين؟"

"ائين سوچڻ تي مون کي تو ئي مجبور ڪيو آهي. تنهنجي طبيعت ايڏي خراب رهي پر مون کي تو ٻڌائڻ به پسند نه ڪيو، مون کي ته ان بابت آفيس جي ماڻهن کان ئي خبر پئي. ان جو مطلب ته تون مون کي پنهنجو سمجهين ئي نه ٿو. پوءِ آئون هتي ويهي ڇا ڪريان. بهتر آهي ته اهي ئي ماڻهو تو وٽ ويهن جن سان تون پنهنجون پريشانيون ۽ تڪليفون شيئر ڪرين ٿو ۽ پنهنجي دردن جا داستان کولي ٻڌائين ٿو. آئون وڃان پئي."

هوءَ ڪاوڙ ۾ مڙي ۽ هلي وئي. پنيان فيضان هن کي سڏيندو ئي رهيو پر هن پوئتي نهاريو به نه ۽ گهر هلي آئي.



هميشہ جيان ٻئي ڏينهن هوءَ آفيس نہ وئي پر پوءِ وري بہ رهي نہ سگهي. هميشہ وانگر فيضان سندس ڪالهوڪي رويي بابت فون ڪري ڪا شڪايت نہ ڪئي تہ هوءَ بيچين ٿي وئي. هوءَ سندس ان خاموش فطرت جي ڪري ئي سڀ ڪجهہ جلد وساري ڇڏيندي هئي. هن سوچيو تہ هو منهنجي هر زيادتي چو ٿو سهي وڃي. مون سان جهيڙو چونہ ٿو ڪري. مون سان ناراض چو نہ ٿو ٿئي؟ ڪجهہ تہ چوي. ائين خاموش نہ رهي. نيٺ هن ئي فيضان کي فون ڪئي. فيضان سندس آواز سڃاڻي ڪيس چيو:

”رابيل! آئون توسان پوءِ ڳالهايان ٿو. هن وقت آئون بيحد مصروف آهيان.“

رابيل وري چڙي پئي ۽ ڪيس چيائين: ”فيضان! هاڻي تہ توکي الائي ڇا ٿيندو پيو وڃي. جيڏي مهل بہ فون ڪندي آهيان تون مون کي اهوئي جواب ڏيندو آهين.“

فيضان وري ساڳي نرميءَ سان چيو: ”مون چيو نہ، تہ آئون توسان پوءِ ڳالهايان ٿو.“

”چو؟ ڇا تنهنجي آفيس ۾ هن وقت ڪير موجود آهي؟“

”ها، ائين ئي ڪٿي سمجهہ.“

رابيل طنزيہ اسٽائيل ۾ چيو: ”اوهہ، هاڻي سمجهيم، هوندي ڪا سويٽ ڪمپني.“

فيضان هڪ گهرو ساهه کڻندي آهستي چيو: ”چا چوان آئون توکي، پليز تون فون رک، آئون پوءِ توسان ڳالهايان تو.“

رابيل فون رکي ڇڏي ۽ پوءِ ڪمري کان ٻاهر ورانڊي ۾ اچي ويٺي. شام جا پاڇا گهرا ٿيندا پئي ويا. هن ورانڊي ۾ لان ۾ لڳل لائيٽ کولي ۽ لان ۾ واڪ ڪرڻ لڳي. ڪيڏي مهل گهري ٿيندڙ آسمان تي گهرن ڏانهن موٽندڙ پکين کي ڏسندي رهي ۽ ڪڏهن وري پري پري ننڍڙن ڪکرن تي لهندڙ سج جو ڳاڙهو عڪس پوندي ڏسندي رهي. هوءَ مسلسل واڪ ڪندي رهي ۽ هوا ۾ گهرا گهرا ساهه کڻندي رهي. ائين شام مان رات ٿي وئي ۽ هوءَ ٿڪل قدمن سان پنهنجي ڪمري ۾ اچي ويني ئي مس ته فون جي رنگ وڳي. هن بيتابيءَ سان ريسور کڻي ”هيلو“ چيو. ٻئي پاسي فيضان ڳالهائي رهيو هو، هن چيو:

”سوري رابيل! مون کي فون ڪرڻ ۾ ڪجهه دير ٿي وئي، جنهن مهل تون مون کي فون ڪئي هئي ان مهل مون کو بيحد ضروري ڪم پئي ڪيو ۽ پوءِ وري ناهيد اچي وئي هئي.“

رابيل تلخيءَ سان چيو: ”مون اڳ ۾ تنهنجي باري ۾ صرف ڳالهيون ٻڌيون هيون، پر انهن تي اعتبار نه ايندو هو، پر... هاڻي ته آئون پنهنجي اکين سان گهڻو ڪجهه ڏسي رهي آهيان.“

”اڪثر ائين به ٿيندو آهي ته جيڪي ڳالهيون بظاهر نظر اينديون آهن، ائين اصل ۾ نه هونديون آهن. باءِ دي وي تو اکين سان چا ڏٺو آهي؟“

”آئون ايڏن ڏينهن کان ڏسي رهي آهيان ته ناهيد تو وٽ گهڻو اچڻ ۽ ويهڻ لڳي آهي ۽ تون به هن کي لفٽ ڪرائين تو.“

”اوهه...! مون هاڻي تنهنجو مسئلو سمجهيو... Jealousy؟“

رابيل چڙندي چيو: ”تو ڪجهہ ناهي سمجهيو. تون مون کي نہ تو سمجهي سگهين.“

فيضان ڏک مان چيو: ”مون کي افسوس آهي تہ تون منهنجي باري ۾ ائين بہ سوچي سگهين ٿي. مون تہ توکي Sensible سمجهيو هو. مون کي حيرت آهي تہ تون آرٽسٽ هوندي بہ عام عورتن جيان سوچين ٿي. تنهنجي سوچ تہ بنهہ عام آهي. ناهيد جي شادي ٿيڻ واري آهي پر ان سلسلي ۾ هن جا ڪجهہ مسئلا آهن، جنهن سبب هوءَ آفيس مان موڪل وٺڻ چاهي ٿي، ڪجهہ عرصي لاءِ. ان سلسلي ۾ ئي اڄ هوءَ منهنجي آفيس ۾ آئي هئي. باقي ان ڏينهن جڏهن هوءَ منهنجي طبيعت پڇي رهي هئي تہ منهنجو بہ فرض هو تہ سندس ٿورا مڃان. باقي رهي لفٽ ڪرائڻ واري ڳالهہ تہ منهنجي لاءِ هر ڇوڪري ۽ عورت قابل احترام آهي سو ڪنهن کي عزت ڏيڻ ڇا غلط آهي؟ ان ڏينهن بہ تون مون کي الائي ڇا ڇا طنز ڪندي هلي وئينءَ. آئون پنيان سڏيندو ئي رهجي ويس پر تو جواب ئي نہ ڏنو ۽ هلي وئينءَ ۽ هاڻي هي سڀ ڳالهيون ڪري تون واقعي مون کي tease ٿي ڪرين. تون مون کي ڏک ٿي پهچائين.“

رابيل بہ واقعي ڏاڍي سرمشار ۽ ڏکي ٿي چيو: ”فيضان! توکي ڏک ۽ اذيت پهچائي، آئون بہ تہ خوش نہ رهندي آهيان بلڪ آئون خود بہ ان ڏک ۽ اذيت جي ڪيفيت مان گذرندي آهيان پر... ڇا ڪريان... تنهنجي ٿوري بہ بي توجهي يا بي رخي مون کان برداشت نٿي ٿئي. تون مون کي ٿورو بہ Ignore ٿو ڪرين تہ آئون بيچين ٿي وڃان ٿي.“

”چڱو رابيل! هاڻي رات به ٿي چڪي آهي ۽ منهنجو ڊرائيور به پهچي چڪو آهي ان ڪري هاڻي آئون هلان ٿو.“

رابيل بيچين ٿي پڇيو: ”چو...؟! ڊرائيور ڇو آيو آهي؟ تون ته پاڻ ڪار ڊرائيو ڪندو آهين.“

فيضان انتهائي ٿڪل لهجي ۾ چيو: ”منهنجي طبيعت اڄا صحيح نه ٿي آهي... آئون پاڻ ڪار ڊرائيو نٿو ڪري سگهان.“

رابيل بيتابيءَ سان پڇيو: ”ڇا ٿيو آهي توکي؟ آخر تون مون کي ٻڌائين ڇو نه ٿو؟“

”ڪيترن ڏينهن کان بخار بس بيهي رهيو آهي. دوائن مان ڪجهه ته فرق پيو آهي. هاڻي مڪمل رپورٽون ڪرائيندس اٿم. پرچو به آخري مرحلي ۾ پهچي چڪو آهي، جيئن ئي اهو ڇپجي پڌرو ٿيندو ته پوءِ ريسٽ ڪندس.“

رابيل ڏکي ٿيندي چيو: ”آءِ ايم سوري فيضان. آئون توکي ايڏي تڪليف پهچائيندي آهيان. پاڻ پوءِ ڳالهائينداسين، پليز پنهنجو خيال رکجانءِ.“

ٻنهي موڪلائي فون بند ڪري ڇڏي.

هن وري آفيس وڃڻ شروع ڪيو ۽ هفتي کن ۾ جڏهن آرٽ سيڪشن جو مواد مڪمل ڪرائي ۽ ڪمپوزنگ ڪرائي چڪي تڏهن هوءَ اهو اطلاع ڏيڻ لاءِ وڃڻ کان اڳ ۾ فيضان جي آفيس ۾ آئي ۽ چيائين:

”آرٽ سيڪشن جو ڪم مڪمل ٿي چڪو آهي.“

”ٿينڪ يو رابيل! تو ان سلسلي ۾ منهنجي گهڻي مدد ڪئي آهي ۽ ثابت ڪيو آهي ته تون واقعي باصلاحيت آهين.“

رابيل هن ڏانهن ڏسندي اداسيءَ مان چيو: ”بس! پوءِ هاڻي آئون آفيس نه ايندس.“

”پنهنجو فون تي رابطو رهندو ۽ چاهين ته منهنجي اِي ميل ايڊريس تي مون کي ميل ڪرين يا وري انٽرنيٽ تي به رابطو رکي سگهون ٿا. بي ڳالهه ته هيستائين ته اسان فقط مئگزين جو ڪم ڪيو آهي ۽ جڻ ته صرف Theoritical ڪم ڪيو آهي. عملي ڪم ته باقي آهي.“

”چا مطلب؟“ رابيل حيران ٿيندي پڇيو.

”ماٺهن جي ڏکن، ان سان ٿيندڙ ظلمن ۽ ناانصافين تي محض لکڻ ۽ پينٽنگ ڪرڻ سان مسئلا حل نه ٿيندا. اسان کي عملي طرح پڻ فورم جي پليٽ فارم تان ڏکويل انسانن جي خدمت ڪرڻي آهي. ڪتاب ته اڳئين هفتي تائين ڇپجي منظر عام تي اچي ويندو پر پوءِ فورم جي سوشل ورڪ ونگ تان اسان کي اجا ڪم ڪرڻو آهي ۽ هڪ ٽرسٽ قائم ڪرڻو آهي. تون منهنجو ساٿ ڏيندينءَ نه؟ “

رابيل مرڪي چيو: ”مون ڪڏهن انڪار ڪيو آهي؟ چڱو پوءِ... آئون هلان ٿي. مون کي فون تي پنهنجي طبيعت بابت اطلاع ڏيندو رهجانءِ ۽ پليز هاڻي ڪجهه آرام به ڪر. تون ايڏو ڪمزور ٿي ويو آهين. پنهنجو خيال رکجانءِ.“

”تون به.“ فيضان مسڪرائي چيو.

رابيل هن کان موڪلائي گهر هلي آئي.



ڪجھ ڏينهن گذريا تہ هڪ شام جو فيضان جي فون آئي هئي، هن چيو:

”هيپي برٿ ڊي ٽو يو...! “

رابيل کي بي انتها خوشي ٿي. هن چيو: ”ٿينڪ يو! پر توکي منهنجي Date of Birth ڪيئن خبر پئي؟“

”پئي! خبر رکڻ سان ئي خبر پوندي آهي. بهرحال نمائش وارن ڏينهن ۾ توکان ورتل Bio-Data ۾ تنهنجي پيدائش جي تاريخ بہ لکيل هئي.“

”پر ان ڳالهہ کي بہ تہ ڪافي وقت ٿيو آهي، پر توکي اڃا تائين يادگيري آهي؟ “

”هون...! ڏس...“

”پلا منهنجي برٿ ڊي تي مون کي ڪهڙو گفٽ ٿو ڏين؟“

”جيڪو چئہ. پنهنجي پسند بڌائيندينءَ يا منهنجي پسند تي اعتماد ڪندينءَ؟“

”اون... هون!“

”آئون... هو... مون کي بيو ڪوبہ گفٽ نٿو کپي. اڄوڪي ڏينهن تي آئون توکان جيڪو ڪجهہ گهرڻ چاهيان ٿي، ڏيندين؟“

”هون بڌاءِ.“

”منهنجي دل کي فقط اهو يقين ۽ مون کي اهو اعتماد ڏي تہ تون واقعي مون سان محبت ڪرين ٿو.“

نيڪ ان مهل آذان جو آواز گونجيو ۽ فيضان ڳنڀير لهجي ۾ چيو:

”هي ٻڌ، آذان اچي پئي ۽ ان اذان جي دوران، آئون پنهنجي رب کي گواهه بڻائي، تنهنجي دل کي اهو يقين ۽ توکي اهو اعتماد ڏيان ٿو ته آئون دل جي گهرائين سان توسان محبت ڪريان ٿو.“

”فيضان! تون ڪڏهن منهنجي اعتماد کي دوکو ته نه ڏيندين؟“

”بلڪل نه ڏيندس.“

”اڳتي وڌڻ کان پوءِ وري ڪڏهن پوئتي ته نه هٽي ويندين؟“

”سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، جو ته آئون ان ڳالهه تي فخر محسوس ڪندو آهيان ته تون مون سان پيار ڪرين ٿي.“

”I am also Proud of you.“ منهنجي ته خود دل چاهيندي آهي ته آئون زندگيءَ جي هرقدم تي تنهنجو ساٿ ڏيان، توسان گڏ هلان... پر اهو شايد اسان جي نصيب ۾ لکيل ئي ناهي. پوءِ به مون لاءِ اهو احساس ڪافي آهي ته تو جهڙو پيارو ماڻهو منهنجي زندگيءَ ۾ شامل آهي.“

”رابيل! اهو يقين رک ته آئون سڄو سارو فقط تنهنجوئي آهيان.“

”فيضان! اهو هميشه ياد رکجانءِ ته مون توتي اعتماد ڪيو آهي. اهو فقط منهنجو اعتماد ناهي پر جڻ هڪ عورت جو هڪ مرد تي اعتماد آهي، هڪ انسان جو ٻئي انسان تي اعتماد آهي ۽ ٻن بندن جو پنهنجي رب تي اعتماد آهي، جنهن کي اڄ اسان گواهه بڻايو آهي. ۽... پوءِ اڄ آئون به توتي اهو واضع ڪرڻ چاهيان ٿي ته آئون ته محبت جي واٽ تي غير

محسوس طريقي سان اچي چڪي هيس پر منهنجي دل ۽ دماغ جي وچ ۾ هلندڙ جنگ مون کي اهو اعتراف ڪرڻ نہ ڏنو. پر...اڄ... آئون سڀ انديشا، سڀ وسوسا ختم ڪري اهو اعتراف ڪريان ٿي تہ مون دل جي گهرائين سان توکي چاهيو آهي ۽ ٿين ايج ڪان وٺي ڪنهن پياري ماڻهوءَ لاءِ سانديل پيار جا سمورا جذبا، اڄ توکي ارپيان ٿي. منهنجو پهريون ۽ آخري پيار آهين. اڄ آئون تمام خوش آهيان.“

”آئون بہ.“ فيضان چيو.

۽ پوءِ ٻئي ڏينهن ڳالهائڻ جو واعدو ڪري ٻنهي فون بند ڪري ڇڏي.

ٻئي ڏينهن بہ هو ڳالهائيندا رهيا ۽ هنن الاهي ساريون ڳالهيون ڪيون، پوءِ اوچتو ئي رابيل فيضان کي چيو:

”فيضان، مون سان واعدو ڪر تہ زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ جيڪڏهن مون پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪيو تہ ان مهل تون مون کي اڪيلو نہ ڇڏيندين.“

”اڪيلو نہ ڇڏڻ جون بہ معنائون آهن، تنهنجو اشارو ڪهڙي طرف آهي؟“

”ان جو فيصلو تہ وقت ڪندو في الحال تہ منهنجي ذهن ۾ بہ ڪا ڳالهہ ڪانهي پر... فيضان! فرض ڪر، جيڪڏهن آئون چاهيان تہ تون... مون کي... پنهنجو نالو ڏين... تہ...؟“

فيضان هڪ گهرو ساهہ کڻندي چيو: ”اهو آئون نہ ڪري سگهندس.“

رابيل جي دل ٽُٽي پئي ۽ هن ڏک مان چيو: ”صاف صاف چو نہ ٿو چوين تہ تون هڪ ميچوئر ۽ طلاق يافتہ عورت سان

شادي نہ تو ڪري سگهين. توکي تہ ڪا بہ خوبصورت، نوجوان ۽ غير شادي شده ڇوڪري ملي سگهي ٿي.“

”تنهنجي سوچ غلط آهي رابيل، توکان وڌيڪ منهنجي لاءِ ڪير بہ ڪونهي.“

”تون فڪر نہ ڪر، ايتري انا ۽ خود داري مون ۾ بہ آهي. منهنجي بہ عزت نفس آهي. زبردستيءَ گلي پوڻ وارن مان آئون بہ ناهيان.“

”ڇري! محبت ۾ انا ۽ خود داريءَ کي ڇڏڻو پوندو آهي. ان روحاني تعلق ۾ عزت نفس ڪان مٿاهون ٿي سوچڻو پوندو آهي.“

”بهرحال في الحال منهنجو توکي اڪيلو نہ ڇڏڻ ڇوڻ جو مقصد اهو آهي تہ تون هر ان وقت مون کي ذهني Support ڏيندين، جڏهن آئون پاڻ کي اڪيلو ۽ اداس پائنيان. اسان کي هڪ ٻئي تي ايڏو اعتماد هئڻ گهرجي جو اسان پنهنجو هر ڏک سک هڪ ٻئي سان شيئر ڪريون ۽ اداس لمحن ۾ اسان کي اهو خيال اچي تہ سڄي ساري دنيا ۾ هڪ ماڻهو اهڙو ضرور آهي، جنهن سان ڳالهائيندي خوشي محسوس ٿئي ٿي “

”ان ڪان وڌيڪ ماڻهوءَ کي گهرجي بہ ڇا؟“ فيضان چيو.

ڪيئي ڏينهن گذري ويا، فيضان فون نہ ڪئي ان وچ ۾ رابيل ٽي چار پيرا ڪيس فون ڪئي پر فيضان ڪيس چيو تہ هو تمام مصروف هو ۽ ڪجهہ دير بعد هو جيئن ئي واندو ٿيندو تہ پاڻهي ڪيس فون ڪندو ۽ پوءِ رابيل ڪلاڪن جا ڪلاڪ سندس فون جو انتظار ڪندي رهند هئي پر فيضان فون نہ ڪندو هو ۽ هوءَ ڪڏهن وري ابتيون سبتيون ڳالهيون سوچيندي هئي پر ٻئي ئي لمحي ڪيس فيضان جي محبت سڀ

ڪجهه وسارڻ تي مجبور ڪري ڇڏيندي هئي ۽ پوءِ نيٺ هڪ ڀيري هن ڪيس فون ڪري چيو:

”بس ٺيڪ آهي، تون مون کي فون نہ ڪرين تہ پوءِ هاڻي آئون بہ فون نہ ڪنديس.“

”اهي حساب ڪتاب رکڻ وري ڪڏهن کان سکي آهين؟“

رابيل شڪايت ڪندي چيو: ”توکي احساس ئي نہ ٿو ٿئي تہ جڏهن تون چوندو آهين تہ تون مون کي فون ڪندين تہ پوءِ مون کي تنهنجي فون ڪال جو شديد انتظار هوندو آهي ۽ پوءِ تون فون نہ ڪندو آهين تہ مون کي تمام ڏک ٿيندو آهي.“

”تنهنجي دل ايڏي ننڍي ڇو آهي. دل وڏي ڪر. آئون اڄ ڪلهہ تمام گهڻو مصروف آهيان. هڪ پاسي تہ پرچو ڇپجي چڪو آهي ۽ ٻيو مون توکي ٻڌايو هو تہ مون کي هڪ ٽرسٽ بہ قائم ڪرڻو آهي. ان سلسلي ۾ بہ مون کي الاهي ڪم ڪرڻا آهن.“

”مون کي تنهنجي صحت جو الاهي فڪر آهي، تون بلڪل بہ ريسٽ نٿو ڪرين. طبيعت هاڻي ڪيئن آهي؟“

”هينئر تہ ڪافي بهتر آهي، سياڻي ڪراچيءَ وڃان پيو. اتان مڪمل ٽيسٽ ڪرائڻا آهن. ان ڪري هڪ بہ ڏينهن لڳي سگهن ٿا.“

”پنهنجو خيال رکجانءِ فيضان.“ رابيل پيار مان چيو.

”... ۽... تون بہ.“ فيضان بہ ساڳئي لهجي ۾ چيو.



وقت پنهنجي رفتار سان گذرندو رهيو. اٺ ڏهه ڏينهن گذري ويا، پر فيضان رابيل سان رابطو نہ ڪيو. هوءَ فيضان کي فون ڪندي هئي تہ يا تہ خبر پوندي ھئي تہ هو پنهنجي سيٽ تي نہ آهي يا وري ساڳيو جواب ڏيندو هو تہ هو مصروف آهي، پوءِ ڳالهائيندو. ائين هفتو کن اجا بہ گذري ويو. رابيل ڪڏهن ڪاوڙ مان شڪايت ڪندي هئي تہ هو فقط اهو ئي چوندو هو "چا ٿيو آهي، رابيل! چو پريشان آهين، اها بہ ڪا ناراض ٿيڻ جي ڳالهہ آهي."

تڏهن هڪ ڏينهن سندس آڱريون ڪمپيوٽر جي ڪِي بورڊ تي هلڻ لڳيون ۽ هن فيضان کي اِي ميل ڪئي. هن لکڻ شروع ڪيو ۽ خيال خود بخود لفظن جو روپ وٺندا ويا.

منهنجا سائين!
مون اهي
سمورا
شيشي جهڙا نازڪ جذبا
پوپٽن جهڙا خواب
پنکڙين جهڙيون اميدون
جيڪي
مون
ڪيترن ئي سالن کان
هڪ هڪ ڪري چونڊي
پنهنجي
دل جي

تهہ خاني ۾
سانڍي رکيا هئا
ڪنهن
پياري شخص لاءِ
اهي سيئي
مون
تنهنجي راهن ۾
وڇائي ڇڏيا آهن
وقت
انهن سمورن جذبن تي
اثر انداز
تي نہ سگهيو آهي
۽... اهي
اڄ بہ
ايڏا ترو تازه ۽
مهڪندڙ آهن
جيڏا
اڄ ڪان
ڪيئي سال اڳ هئا
... ۽... جڏهن
اڄ تون
انهن سيني ڪي
پنهنجن
پيرن جي هينان
چيپاتي
هلي رهيو آهين
تڏهن..
آئون..

روئندي
وکرندي
پنهنجي پنکڙين جهڙين اميدن
پور پور ٽيل شيشي جهڙن نازڪ جذبن
۽ ڪجهه اڌري ويل
پوپٽن جهڙن خوابن کي
۽ سالن جي
من پاتال ۾ سانديل
اڻ ڇهي محبت کي
پنهنجي دامن ۾ ميڙيان پئي
سهيڙيان پئي
تڏهن
تون
هر قدم تي
حيران ٿيندي
فقط
اهو ئي پڇندو آهين
”ڇا ٿيو آهي...؟؟!!
ڇا پئي ميڙين؟!!
ڇا ڪجهه وڃائجي ويو آهي...!!؟؟“

تڏهن رابيل جي موڪليل اها اِي ميل پڙهي فيضان بيچين ٿي ويو ۽ ان رات ئي کيس فون ڪري چيائين:

”رابيل! ڇا ٿيو آهي، ڇو ٿي ائين سوچئين؟ مون تي اعتبار نہ اٿئي؟ مسئلو اهو آهي رابيل تہ اجڪلهہ مون وٽ ايڏو ڪم آهي ڪرڻ لاءِ ۽ مون وٽ وقت الاهي گهٽ آهي.“

”ڇا مطلب...!؟ ڇا ڪيڏانهن وڃڻو آهي؟“

”ها...! وڌيڪ تفصيل آئون توکي پوءِ ٻڌائيندس، هينئر نہ.“

”پر اها ڳالهہ تہ پاڻ ۾ طئہ ٿيل آهي تہ پاڻ هڪ ٻئي کان ڪجهہ

به نه لڪائيندا سين ۽ هر ڏک سک هڪ ٻئي سان شيئر ڪندا سين.“
فيضان ڳنڀير لهجي ۾ چيو: ”رابيل! آئون انهن ماڻهن مان آهيان جيڪي پنهنجي اندر جون ڳالهيون پنهنجو پاڻ کان لڪائيندا آهن. آئون پنهنجا ڏک ۽ مسئلا اڪيلو سهڻ جو عادي آهيان. توکي ان لاءِ به نه ٿو ٻڌائي سگهان، ته منهنجا ڏک الاهي وڏا آهن ۽ تنهنجي دل آهي ميڻ جيان نرم ۽ طبيعت انتهائي حساس آهي. ان لاءِ توکان شايد اهي ڳالهيون برداشت نه ٿين. بهرحال وقت سان گڏ توکي سڀ ڪجهه خبر پئجي ويندي. في الحال ته ڪجهه ڏينهن ۾ آئون ڳوٺ پيو وڃان، ڏهن پندرهن ڏينهن لاءِ ان ڪري توکي ٻڌائي ٿو ڇڏيان، متان وري تون پريشان ٿئين.“
”وڃڻ کان اڳ ۾ مون سان ضرور ڳالهائج.“
”ظاهر آهي توکان موڪلائڻ کان سواءِ ڪيئن ويندس.“



ڪجهہ ڏينهن ۾ فيضان جڏهن ڪيس فون ڪري ٻڌايو تہ هو ٻن ڏينهن کان پوءِ ڳوٺ ويندو، تڏهن ان رات رابيل سندس گهر فون ڪئي هئي تہ جيئن ڪيس الوداع چوي، هن ڪيس چيو: ”تون سڀاڻي صبح جو سوير ڳوٺ ويندين، ان ڪري هينئر فون ڪئي اٿم، توکي خدا حافظ چوڻ لاءِ.“

فيضان چيو: ”ها! پهرين تہ سڀاڻي وڃڻ جو پروگرام هو، پر هاڻي وري ارادو بدلجي ويو آهي. سڀاڻي نہ ويندس. پر هڪ ٻن ڏينهن ۾ ويندس.“

رابيل ڪيس تنگ ڪرڻ لاءِ چيو: ”اوهو...! معنيٰ تہ مون اجائي پنهنجي فون ڪال ضايع ڪئي.“

”اڇا! تہ تو مون تي فون ڪال ضايع ڪئي آهي؟ نيڪ آهي.“

”ها...! ۽ ٻيو تہ مون ايڏا رومينٽڪ الوداعي جملا سوچيا هئا، اهي بہ سڀ وسري ويا.“

”تہ پوءِ ائين ڪج تہ اڄ وري اهي سڀ ياد ڪري هڪ ڪاغذ تي لکي رکجانءِ ۽ پوءِ وڃڻ مهل مون کي فون ڪري ٻڌائجانءِ.“

”چڱو نيڪ آهي.“ رابيل کلندي چيو.

۽ پوءِ ٻن ڏينهن بعد هن فيضان جي آفيس ۾ شام وقت ڪيس فون ڪري چيو: ”يلا سڀاڻي تہ پڪ سان ويندين نہ؟“

فيضان زوردار ٽهڪ ڏيندي چيو: ”ها صبح جو نہ پر اڄ رات جو ئي آئون نڪري ويندس. پوءِ يلا اڄ آئون توسان ٿوري هجت ڪريان“ I real'y Miss you.

”ڪهڙي؟“ رابيل پڇيو.

فيضان پيار مان چيو: الاهي ڏينهن ٿيا آهن، توکي ڏسندي، سچ ڏاڍو ياد ٿو ڪريان.“

”I miss you too!“ رابيل چيو.

فيضان شرارت مان چيو: ”I Love you.“

اهو ٻڌي رابيل چپ ٿي وئي. تڏهن فيضان وري تنگ ڪيس. جواب ڏي نہ ”I am waiting for your reply.“

رابيل وري ڪو جواب نہ ڏنو تہ هن سنجيده ٿيندي چيو.

”رابيل! صرف ٿوري دير لاءِ ئي سهي هينئر منهنجي آفيس ۾ مون سان ملڻ اچ.“

”هينئر بلڪل بہ ٻاهر نڪرڻ جو موڊ ڪونهي، ڳوٺ مان موٽي اچي فون ڪجانءِ، پوءِ ملڻ ايندس.“

فيضان وري تنگ ڪرڻ خاطر چيو:

”ملڻو اٿئي تہ هاڻي ملي وڃ. اسين آهيون وڏا ماڻهو پوءِ ملڻ لاءِ appointment وٺڻو پوندئي ۽ شايد پوءِ آئون توکي ٽائيم بہ نہ ڏيان. پوءِ اچين ٿي؟“

”اها دعوت آهي يا ڌمڪي؟“

”جيڪو بہ سمجھ.“ فيضان لاپرواهيءَ سان چيو.

”فيضان هينئر ٻاهر نڪرڻ تي دل نٿي چوي، وري ڪڏهن ايندس.“

”تنهنجي مرضي.“ فيضان ڪجھ ڏک ۽ ناراضگيءَ مان چيو.

رابيل سندس لهجي تي پريشان ٿيندي چيو: ”ڇا مطلب؟ اهڙي نموني ڇو پيو ڳالهائين؟“

”ڪا نئين ڳالھ ڪانهي، تو هميشہ پنهنجي ئي مرضي هلائي آهي، نيڪ آهي.“

”ناراض آهين؟“

”توکي ڪهڙو ٿو فرق پوي.“ ۽ پوءِ موڪلائي فون بند ڪري ڇڏيائين.

رابيل پريشان ٿي وئي. اها به حقيقت هئي ته ان وقت سندس دل بلڪل به ٻاهر نڪرڻ تي نٿي چاهيو، ٻئي پاسي فيضان به يڪو پندرهن سورنهن ڏينهن لاءِ ڳوٺ پئي ويو ۽ ان وچ ۾ هو رابطو رکي نه ٿي سگهيا، سو نيٺ هن فيصلو ڪيو ته ڪيس فيضان سان ملڻ گهربو هو. سندس ان خواهش جو احترام ڪرڻ گهربو هو، سو ڪجهه ئي دير ۾ هوءَ فيضان جي آفيس ۾ پهچي وئي. ان مهل هو آفيس ۾ اڪيلو هو ۽ ڪيس ائين اوچتو سامهون ڏسي هو بي اختيار اٿي بيٺو. سندس چهري تي حيرت ۽ خوشيءَ جا مليل جليل تاثر هئا. جڏهن ته رابيل جي چهري تي اداسي ـئي، جڏهن هو ٻئي ويهي رهيا ته فيضان ڪيس ڏسندي چيو:

"خير ته آهي؟"

رابيل آهستي چيو: "ڪجهه به ڪونهي. سڀ خير آهي."

فيضان ڪيس چيڙيندي چيو: "ٿوري دير اڳ ته تو فون تي چيو هو ته تون نه ايندينءَ، پوءِ چو آئي آهين، ٻڌاءِ نه... خاموش ڇو آهين؟"

رابيل جي اکين ۾ هلڪي آلاڻ اچي وئي ۽ هن نگاهون هيٺ ڪري چيو: "توکي ته خوش ٿيڻ گهرجي ڇو ته تون مون کي ٿوڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهين."

فيضان ڏک مان چيو: "پليز رابيل! ائين ڇو ٿي سوچين؟ مون ته ڪڏهن به توکي ٿوڙڻ نه چاهيو بلڪ ان خوف ۽ بي اعتماديءَ جي خول کي ٿوڙڻ چاهيو، جيڪو تو پنهنجي چوڌاري ويڙهي ڇڏيو آهي. ڇگو پلا هاڻي موڊ ٺيڪ ڪر. ان موڊ سان مون کي رخصت ڪندينءَ؟"

رابيل پوءِ واقعي پنهنجو موڊ ٺيڪ ڪيو ۽ پوءِ ڪجهه دير بعد هو ٻئي فيضان جي گهرايل ڪولڊ ڊرنڪ پيئندا رهيا. ٻئي پنهنجي سوچن ۾ گم هئا ڄڻ ٻنهي ئي گهڻو ڪجهه چوڻ پئي چاهيو پر ٻئي چئي نه پئي سگهيا. نيٺ رابيل چيو:

”بس! ڏسي ورتئي مون کي؟ هاڻي هلان؟“
”تورو ترس. ڪهڙي تڪڙ آهي؟“
”ايڏي دير تہ وينيس پوءِ ڇا ٿيو؟“
فيضان شرارت مان چيو: ”ڇا مطلب؟ ڪجھ ٿيڻ گهربو هو؟“
رابيل ڪنفيوز ٿي وئي ۽ پوءِ چيائين:
”منهنجو مطلب آهي تہ پلا ويهڻ مان فائدو؟“
”تون ڪيئن ٿي چوين تہ ويهڻ مان فائدو نہ ٿيو، اهو فائدو تہ آئون چاڻان ٿو، تون الائي ڪهڙو فائدو ٿي چاهين؟“
”فيضان...! فيضان...“ رابيل چري سندس پيپر ويٽ ڪڻندي چيو: ”وري ڪا فضول ڳالھ چئي اٿئي تہ هي پيپر ويٽ مٿي ۾ هڻي ڪڍنديسانءِ.“
”نقصان تہ وري بہ تنهنجو ئي ٿيندو.“ هن ڪيس ڏسي مُرڪندي چيو.
”ڇا مطلب؟“ رابيل حيران ٿيندي پڇيو.
فيضان وري ڪيس چيڙيو: ”تون اهو پيپر ويٽ مون ڪي مٿي ۾ اڇلائي هڻندينءَ. پوءِ رت نڪرندو. جيتوڻيڪ رت مون ڪان نڪرندو، پر ان جي تڪليف وري توکي ٿيندي. ٻڌاءِ مون کي تڪليف ۾ ڏسي سگهندينءَ؟“
”آئون وڃان ٿي.“ رابيل مصنوعي ڪاوڙ ۾ اٿي بيٺي.
”اها ڪهڙي شرافت آهي؟ ائين تہ آئون بہ توکي وڃڻ نہ ڏيندس.“
رابيل ڪيس چيڙائڻ لاءِ چيو: ”شرافت ڏيکاربي آهي شريف ماڻهن کي. ڏسان تہ تون مون کي ڪيئن ٿو روڪين؟“
”تون نہ سترندينءَ“ فيضان ڪيس تيز نظرن سان ڏسندي چيو.
”نہ!“ چوندي رابيل [illegible]ي وڃڻ لڳي تہ ڪيس فيضان سڏ ڪيو. هن بيٺي بيٺي هن دانهن مُڙي ڏٺو. هن ڪيس بيحد پيار مان ڏسندي چيو:
”رات جو نائين تائين آئون گهر هوندس. مون کي فون

ڪجانءِ. منهنجي فون صحيح ڪم نہ ٿي ڪري. ون وي ٿي وئي آهي.“

”ٺيڪ آهي.“ رابيل چيو ۽ پوءِ هلي وئي.

رات جو هن ڪي فيضان ڪي فون ڪرڻ ۾ ٿوري دير ٿي وئي. هن ساڍي نوين وڳي سندس گهر فون ڪئي، ڪيتري ئي دير رِنگ وڄندي رهي ۽ ڪنهن فون نہ کنئي ۽ پوءِ شايد نوڪر فون اٽينڊ ڪئي.

”فيضان صاحب آهي؟“ رابيل پڇيو.

”نہ مئڊم. صاحب تہ ٿوري دير اڳ ڳوٺ لاءِ روانا ٿي ويا آهن.“

”چڱو ٺيڪ آهي.“ رابيل اهو چئي فون رکي ڇڏي.



اهي ڏينهن رابيل هر وقت فيضان جي ۽ سندس ڪيل ڳالهين کي ياد ڪندي گذاريا. تڏهن فيضان کان ايڏا ڏينهن پري رهي، هن کي بار بار اهو خيال ذهن ۾ ايندو هو ته فيضان واقعي هن سان سچي محبت ڪندو هو پر هو ٻئي هڪ ٻئي کي ايڏو چاهڻ جي باوجود، ڪنهن اڻ ڏٺي ديوار جي ٻنهي پاسي بيٺل اهڙا انسان هئا، جيڪي نه ته ان ديوار کي ٽوڙي ۽ نه ئي پار ڪري هڪ ٻئي سان گڏجي ٿي سگهيا. بس فيضان ديوار جي هُنَ پار هو ته هوءَ وري هِن پار، پر پوءِ به سندن محبت، جذبن ۽ تعلق وچ ۾ اها ديوار ڪابه رڪاوٽ وجهي نه سگهي هئي. هوءَ ڏينهن رات فيضان جي لاءِ دعائون ڪندي هئي، کيس ياد ڪندي هئي، هو سندس اونداهيءَ زندگيءَ ۾ روشنيءَ جو واحد ذريعو هو.

هو ڳوٺان موٽي آيو، کيس فون ڪيائين ۽ وڏيڪ ٻئي پيري ڳالهائڻ جو چئي وري فون نه ڪيائين. تڏهن هڪ رات وري رابيل جون آڱريون ڪمپيوٽر جي Key Board تي هلندي ڪجهه خيال لفظن جي صورت ۾ تخليق ٿيڻ ڪري وينيون. هن لکيو:

منهنجا سائين!

تون چوين ٿو:

”آئون سڄو سارو تنهنجو آهيان.“

آئون ڪيئن مڃان؟

ڇو ته

تون

ديوار جي
هن پار
لڳل اها وَلُ آهين
جنهن
پنهنجون شاخون
منهنجي اڱڻ ۾ به
پکيڙيون آهن
۽ ان ول جي سهڻن گلن
منهنجي جيون کي
پيار جي
خوشبوءِ سان
واسي ڇڏيو آهي
پر... پوءِ به
اها حقيقت آهي ته
اسان جي وچ ۾
هڪ اڻ ڏٺل ديوار موجود آهي
ان لاءِ
توتي منهنجو وس نه آهي
حق نه آهي
ڇو ته
ان ول جون پاڙون
منهنجي اڱڻ ۾ نه پر
ديوار جي هُن پار
زمين ۾ کتل آهن
آئون ڪيئن اعتبار ڪريان
ته تون
سڄو سارو منهنجو آهين؟!!!
ڇو... ته...

خبر اٿم تہ
تون ديوار جي هن پار
لڳل
روشنيءَ جو
اهو محور آهين
جنهن هُن پار
سان گڏ
منهنجي اڱڻ تي پڻ
پيار جي
روشني
گهورَ ڪئي آهي
۽ منهنجو جيون
جرڪائي ڇڏيو آهي
پر
خبر اٿم
تہ
ان روشنيءَ کي
آئون
هميشہ لاءِ
حاصل نہ ٿي ڪري سگهان.
آئون ڪيئن مڃان...!!؟؟
تہ
تون سچو سارو منهنجو آهين؟
چو تہ....
سمجهان ٿي تہ
تون منهنجو پيار آهين
اعتبار آهين
تون منهنجي سگهہ آهين

سپنو آهين
تون
مون لاءِ
سيڪجهہ آهين
پر تون منهنجو
نصيب نہ آهين...!!

لکڻ بعد هن سندس دل جو اهو پيغام اِي ميل ڪري فيضان کي موڪلي ڇڏيو. ڪيس سندس موٽ جو شدت سان انتظار رهيو پر ٻئي پاسي جي مستقل خاموشيءَ وري رابيل کي چيڙائي وڌو ۽ ڪاوڙ ۾ هڪ شام هن وري فيضان کي فون ڪري چيو:

”توکي منهنجي موڪليل اِي ميل ملي؟“

”ها! تون تہ لڳي ٿو تہ هاڻي شاعره ٿي وئي آهين، ٻيو ٻڌاءِ ڇا حال آهي؟“

رابيل ڪاوڙ ۾ چيو: ”توکي منهنجي حال سان ڇا؟ جيئان يا مران؟“

”لڳي ٿو تہ مرڻ ڪائي ويٺي آهين.“ فيضان چيڙيس.

” تون تہ هر ڳالهہ کي مذاق ٿو سمجهين. توکي احساس آهي تہ تنهنجي بي رخيءَ سان آئون ڪيڏي هرٽ ٿيندي آهيان؟“

”لڳي ٿو تہ وري جهيڙي جو موڊ آهي.“

”تو وٽ منهنجي لاءِ ٽائيم ئي ڪونهي؟ شايد منهنجو ئي دماغ خراب آهي جو آئون تنهنجي پنيان تنهنجي واعدن تي لڳي آهيان. اها ذهني Support ڏني آهي تو مون کي؟ مون تنهنجي واعدن ۽ زبان تي اعتبار ڪيو ۽ ايڏو اڳتي وڌي آيس... پر... فيضان...! تو تہ مون کي هڪ اهڙي درد ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي، جيڪو نہ تہ مون کي جيئڻ ٿو ڏئي ۽ نہ وري مرڻ ٿو ڏئي. تو مون کي ڏنو ئي ڇا آهي سواءِ انتظار جي...؟

تو تہ مون کي اڌ رستي ۾ ئي رلائي ڇڏيو آهي...“

فيضان پريشان ٿيندي چيو: ”رابيل پليز! هوش کان ڪم وٺ. ائين مون کي هرٽ نہ ڪر. توکي احساس آهي تہ تون ڇا پئي ڳالهائين. تون دوا وٺي سمهي پئہ. آئون پوءِ توسان آرام سان ڳالهائيندس.“

رابيل وڌيڪ چڙي پئي ۽ چيائين: ”تنهنجي نظر ۾ تہ آئون صرف نفسياتي مريضہ آهيان نہ. مون کي هاڻي تنهنجي فون جي ڪابہ ضرورت ڪانهي.“

رابيل ڪاوڙ مان فون بند ڪري ڇڏي ۽ پوءِ ٻئي هٿ مٿي تي رکي ويهي رهي. هيءَ حقيقت هئي تہ ڊاڪٽر احسن بہ ڪيس چيو هو تہ هوءَ اڳي کان ڪافي بهتر ٿي وئي هئي پر پوءِ بہ ٿورو گهڻو ڊپريس هوءَ ڪڏهن ٿي ئي ويندي هئي. اڄڪلهہ بہ ڪافي ڏينهن کان پوءِ هن وري اهڙي حرڪت ڪئي هئي.

ان رات هن وري هڪ ڀي اِي ميل ذريعي پنهنجن خيالن کي لفظن جو روپ ڏئي فيضان ڏانهن موڪليو:

مون کي
محبت جيءَ
بي منزل سفر تي
آڻ وارا...!
جيڪڏهن
تون
مون سان
اهو واعدو نہ ڪرين ها
تہ تون مون کي
ان سفر ۾
ڪڏهن بہ اڪيلو نہ ڇڏيندين
تہ آئون ڪڏهن بہ

ايڏو اڳتي نہ وڌي اچان ها
جتي
اچ آئون
اڪيلي بيٺل آهيان
هڪ اهڙي واٽ تي
جتان
آئون
نہ تہ
اڳتي وڌي سگهان ٿي
۽
نہ ئي
پوئتي
هٽي سگهان ٿي....!

ٻئي ڏينهن جڏهن سندس ڪاوڙ گهٽ ٿي چڪي هئي تہ ڪيس عادت مطابق وري فيضان سان سندس ڪالهوڪي رويي تان شرمندگي محسوس ٿي. هن ڪيس فون ڪئي ۽ سندس آواز ٻڌندي ئي چيائين:

"آءِ ايم ساري، ساري ساري and that is all."

"sorry for what."

رابيل حيران ٿي پڇيو: "هيءُ جو ڪالهہ پاڻ ۾ وري ايڏو جهيڙو ٿيو؟"

فيضان ٿهڪ ڏيندي چيو: "جهيڙو آئون تہ نہ ڪندو آهيان، هميشہ تون ئي ڪندي آهين. زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن سان مِٺي لهجي ۾ پيار سان بہ ڳالهايو اٿئي؟"

رابيل سڪون جو ساهہ کڻندي چيو: "ان جو مطلب تہ تون ناراض نہ آهين؟ منهنجي دل تي تہ الاهي بار هو."

فيضان چيو: "تو سنڌي گرامر پڙهيو آهي؟"

"اسڪول ۾ پڙهو هئو ڪنهن زماني ۾... ڇو...؟" رابيل

حيران ٿيندي پڇيو.

”پوءِ سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ جا لفظ تہ پڙهيا ئي هوندا.“

رابيل: ”ها... ڇو؟“

”ڳالهائڻ جي لفظن مان پنجون نمبر لفظ ڪهڙو آهي؟“

رابيل حيران ۽ پريشان ٿيندي چيو: ”ڪهڙو آهي؟“

”اسم، ضمير، صفت، فعل... ۽...“

”ظرف؟“ رابيل هڪدم چيو.

”هون.“ فيضان چيو ”ماڻهوءَ ۾ ظرف هئڻ گهرجي.“

”مجان ٿي تہ تون اعليٰ ظرف آهين. مون وٽ ٿي سگهي ٿو تہ ظرف نہ هجي پر ڳالهائڻ جو ٻيو لفظ ”ضمير“ ضرور آهي. هينئر ضمير جي آواز ڪان ئي مجبور ٿي توڪان پنهنجي ڪالهوڪي رويي جي معافي وٺان پئي.“

”تنهنجي ضمير توکي هرويرو ڊسٽرب ڪيو آهي، ان لاءِ بهتر آهي تہ ان کي ڊراپ ڪري ”صفت“ کي ڪٽي وٺ.“

ٻئي کلڻ لڳا ۽ پوءِ رابيل چيو: ”پر... اهو وري ڇو؟“

”اهو ان ڪري جو مون کي تنهنجي ڪابہ ڳالهہ خراب نہ لڳندي آهي. اڪثر تہ دل چوندي آهي تہ خاص طور تي فون ڪري توڪان ”تنهنجا ست سُر“ ٻڌان. هونئن جيڪڏهن تون منهنجي زال هجين ها تہ منهنجو تہ جيئڻ ئي جنجال ڪري ڇڏين ها.“

”آئون تنهنجي زال هجان ها تہ توکي سڌاري ڇڏيان ها. باقي رهيو منهنجا سُر ٻڌڻ جو شوق اٿئي تہ ان جي تہ مون وٽ ڪمي ڪانهي. ڇيڙي تہ ڏس.“

فيضان پوءِ سنجيده ٿيندي چيو: ”چڱو هاڻي آئون توکي هڪ اهم خبر ٻڌايان ٿو، دل وڏي ڪري ٻڌجانءِ.“

رابيل پريشان ٿي پڇيو: ”اهڙي آخر ڪهڙي ڳالهہ آهي؟“

”اڳئين هفتي آئون آمريڪا پيو وڃان.“

رابيل جي ڪنن ۾ ڄڻ هڪ زوردار ڌماڪو ٿيو. هن ڏاڍي مشڪل سان همٿ ڪري پڇيو: ”ڇو... ڇو... پيو وڃين... اهو

به اوچتو، تو ته ڪڏهن اهڙي ڳالهه جو ذڪر به نه ڪيو؟"
"اها منهنجي عادت آهي، آئون هر ڳالهه اڳ ۾ نه ٻڌائيندو آهيان، جڏهن سمجهندو آهيان ته صحيح وقت پهچي چڪو آهي، تڏهن ٻڌائيندو آهيان."
رابيل جي ڪنن ۾ ڄڻ زوزاٽ پئي ٿيا. هن ذري گهٽ روئندي چيو: "فيضان! تون مون کي ائين ڇڏي هليو ويندين؟ توکان سواءِ منهنجي زندگيءَ ۾ رکيو ئي ڇا آهي؟ آئون ڪنهن جي سهاري جيئنديس؟"
"رابيل توکي منهنجي، سهاري کان سواءِ جيئڻ جو حوصلو پاڻ ۾ پيدا ڪرڻو آهي."
"ڪيتري عرصي لاءِ پيو وڃين؟"
فيضان ڄڻ خوابناڪ لهجي ۾ چيو: "خبر ناهي ٿي سگهي ٿو ته پوءِ ان کان به اڳتي وڃان ۽ اهو سفر ڪٿي ختم ٿيندو، ان بابت آئون ڪجهه چئي نه ٿو سگهان."
رابيل اداسيءَ مان چيو: "ها! تو مون کي ٻڌايو هو ته تون هڪ هنڌ گهڻو عرصو ويهي نه سگهندو آهين وري نڪري پوندو آهين، ڪا نئين دنيا ڏسڻ پر... آخر اهي سفر ڪڏهن ڪٿندا ۽ ڪٿندا به يا نه؟ ۽ منهنجي پوءِ تنهنجي زندگيءَ ۾ ڇا حيثيت آهي؟"
فيضان هڪ گهرو ساهه کڻندي چيو: "ماڻهوءَ جي پوري زندگي هڪ سفر ئي ته هوندو آهي ۽ هر مسافر کي ان سفر دوران ڪيترين ئي اسٽيشنن تي لهڻو پوندو آهي. ڪيترائي مسافر ڪجهه وقت لاءِ هن جا همسفر بڻبا آهن. پاڻ به ان سفر ۾ ٿوري عرصي لاءِ همسفر بڻياسين پر اسان جو هڪ ٻئي سان تعلق ڪڏهن به ٽُٽي نه ٿو سگهي. اڳتي پاڻ سان ڇا ٿيڻو آهي؟ اها مون کي خبر ڪانهي. في الحال ته مون کي توکي ان سفر ۾ اڪيلو ڇڏي هڪ نئون سفر اختيار ڪرڻو آهي."
"۽ پوءِ... هي سڀ تنهنجا خواب...؟ هڪ معياري ڪتابي سلسلو، ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون ۽ ڏکويلن جي فلاح ۽ بهبود لاءِ هڪ ٽرسٽ جو قيام!؟"

”ها...! اهي سڀ منهنجا خواب آهن ۽ مون هڪ ڏيئو ٻاري ڇڏيو آهي ۽ ان ڏيئي مان ڪيترائي ماڻهو ٻيا ڏيئا ٻاريندا. آئون ويندس تہ ڪو ٻيو منهنجي آفيس سنڀاليندو. آرٽ سيڪشن لاءِ تہ تون موجود آهين.“

رابيل چيو: ”۽... هُو عملي طور تي ڪم ڪرڻ وارو پروگرام ان جو ڇا ٿيندو؟“

”ايڏا ڏينهن آئون ان سلسلي ۾ ئي تہ مصروف هئس. اهو ٽرسٽ قائم ٿي چڪو آهي ۽ منهنجي غير موجودگيءَ ۾ تون ان ٽرسٽ جي چيئرپرسن هوندينءَ. هر مهيني ٽرسٽ ڪي منهنجي اڪائونٽ مان مخصوص رقم ملندي رهندي.“

رابيل پريشان ٿي چيو: ”آئون...آئون... اهو سڀ ڪيئن سنڀالي سگهنديس؟ اها تہ تمام وڏي ذميواري آهي.“

فيضان مضبوط لهجي ۾ چيو: ”تون ان ذميواريءَ کي ڪڍڻ جي اهل آهين. مون کي توتي پورو اعتماد آهي.“

”پر فيضان...! آئون هڪ اڪيلي عورت... اهو بار ڪيئن کڻي سگهنديس؟“

”رابيل! پليز هاڻي نڪري اچ ان هيٺائپ، ڪمزوري ۽ بداعتماديءَ جي خول مان. عورت ڪمزور ڪانهي. تون اهو يقين چو نٿي ڪرين تہ تون ڪمزور ناهين، نہ ئي تون اڪيلي آهين. روحاني طور آئون توسان هر قدم تي، گڏ هوندس ۽ پوءِ جڏهن تون ذڪويل انسانيت جي مدد ڪرڻ لاءِ، جيئن ئي قدم ٻہ قدم اڳتي وڌندينءَ تہ هر قدم تي، ڪيترائي ماڻهو پڻ توسان ان سفر ۾ شامل ٿيندا ويندا. تون فقط پنهنجي دل ۾ عزم ۽ پڪو يقين رک.“

رابيل ڏڪندڙ آواز ۾ چيو: ”تون بلڪل اوجتو مون کي اهو سڀ ٻڌائي پريشان ڪري ڇڏيو آهي.“

فيضان ڪيس آٿت ڏيندي چيو: ”پاڻ کي بلڪل پريشان نہ ڪر. پاڻ پوءِ آرام سان ان بابت ڳالهائينداسين.“

پوءِ ٻنهي موڪلائي فون رکي ڇڏي.



رابيل تہ فيضان جي آمريڪا وڃڻ بابت ٻڌي بلڪل اداس ٿي وئي. هوءَ سوچي بہ نہ ٿي سگهي تہ ٻنهي ڪهاڻيءَ جو ڊراپ سين ايڏو اوچتو ۽ ڏکدائڪ ٿيندو. هن جي اکين ۾ تہ فيضان جي خوبصورت ساٿ جا سپنا لهي آيا هئا. اڄ ڪيس احساس ٿيو تہ هن سان شادي نہ ٿيڻ سان هوءَ ايڏي هرٽ نہ ٿي هئي، جيترو هن جي پري وڃڻ جو ٻڌي ٿي هئي. بيشڪ هو سندس جيون ساٿي نہ بڻجي پر اکين جي اڳيان تہ هجي. هو ڳالهائي تہ سگهن. مون هن سان ڪيڏا جهيڙا ڪيا، پر سندس چپن تي ڪابہ شڪايت نہ هوندي هئي.

اڃا هوءَ ان اوچتي اطلاع تي ئي حيران ۽ پريشان هئي تہ فيضان وري ڪيس هڪ سپرائيز ڏني. هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ وينل هئي تہ بابا پيروءَ ڪيس ٻڌايو تہ فيضان هن سان ملڻ آيو هو ڪيس سِٽنگ روم ۾ ويهاري آيو هو. هوءَ بي اختيار اٿي ان ڪمري ڏانهن وئي. ماسي اتي وينل هئي ۽ فيضان کان حال احوال وٺي رهي هئي ۽ پوءِ رابيل کي ڏسي اٿي وئي. رابيل حيران ۽ پريشان فيضان جي اڳيان بيٺي رهي. هو تہ ڪيس ڏسي عادت جي مطابق اٿي بيٺو هو پاڻ سان گڏ آندل ڪيڪ رابيل کي ڏنائين تہ هن پڇيو:

”هي ڇا آهي؟ ڪهڙي خوشيءَ ۾؟“

”هي ڪيڪ آهي اڄ منهنجو Birthday آهي.“

”اوهہ“ رابيل هن کان ڪيڪ وٺي ٽيبل تي رکيو ۽ پاڻ بہ هڪ صوفي تي ويني تہ فيضان بہ ويهي رهيو. رابيل ڪيس چيو:

“Happy birth day to you!”

"Thanks!" فيضان چيو.

ايستائين بابا پِيرو چانهن کڻي آيو ته رابيل هن کي ڪيڪ جي ڪٽڻ لاءِ ڇري کڻي اچڻ لاءِ چيو ۽ هو ڇري ڏئي هليو ويو، تڏهن رابيل اتي ڪيڪ کڻي ڪٽيو ۽ هڪڙو پيس کڻي فيضان ڏانهن وڌايو ته فيضان ان پِيس جا ٻه اڌ ڪيا ۽ اڌ پِيس کيس ڏنو ۽ پوءِ ٻنهي ڪيڪ پِيس کاڌو ۽ پوءِ چانهن پيئڻ دوران رابيل هن کي چيو:

"برٿ ڊي جو گفٽ تون منهنجي پسند تي وٺندين يا پنهنجي پسند تي؟"

فيضان هن ڏانهن گهرين نظرن سان ڏسندي چيو: "ٻيو ڪو گفٽ نه پر جيئن تو پنهنجي جنم ڏينهن تي مون کان ڪجهه گهريو هو تيئن اج آئون به ڪجهه گهرڻ چاهيان ٿو."

"مون وٽ آهي ئي ڇا؟" رابيل اداسيءَ مان پڇيو.

"مون سان اج تون اهو واعدو ڪر ته منهنجي وڃڻ کان پوءِ تون وري اُڃي جيان نه ٿيندينءَ، پر همٿ ۽ حوصلي سان زندگيءَ جي مسئلن کي منهن ڏيندينءَ."

رابيل جي اکين ۾ وري آلاڻ جمع ٿيڻ لڳي.

هن چيو: "آئون تو ٻنان ڪيئن جي سگهنديس؟ تون ته منهنجي زندگيءَ جو لازمي حصو بڻجي چڪو آهين. ڇا توکي جدائيءَ جو ڏک نٿو ٿئي؟"

"بلڪل ٿئي ٿو." فيضان به ڏک سان چيو.

رابيل هن ڏانهن ڏسندي چيو: "... پوءِ به... وڃين ٿو؟"

"مجبوري آهي."

"ڪهڙي مجبوري؟"

فيضان هڪ گهرو ساهه کڻندي چيو: "ائين کڻي سمجهه ته تنهنجي زندگيءَ جي خوشي ڳولهڻ ٿو وڃان. منهنجي وڃڻ کان پوءِ پريشان نه ٿجان، پاڻ انٽرنيٽ تي رابطو رکنداسين. اج مون کي اهو واعدو گفٽ ۾ ڏي ته اڳتي جيڪي به حالتون

تنهنجي زندگيءَ ۾ اينديون، انهن جو همٿ سان مقابلو ڪندينءَ. اهو ياد رکجانءِ جيڪڏهن تون روئيندينءَ يا وڪرندينءَ ته آئون ڪٿي به هوندس ته بيچين ٿي پوندس. جيڪڏهن پنهنجو رابطو نه به رهي سگهيو ته پريشان نه ٿجان ۽ دعا ڪجانءِ ته آئون توکي تنهنجي زندگيءَ جي هڪ وڏي خوشي ڏئي سگهان.“

”ڪهڙي خوشي؟“

”وقت اچڻ تي توکي سڀ ڪا خبر پئجي ويندي.“

رابيل اداسيءَ مان پڇيو: ”فيضان! هڪ ڀيري مون توکان پڇيو هو ته هن اڻ ڄاتل منزل جي سفر ۾ آخر منهنجو مستقبل ڇا ٿيندو؟ تڏهن تو جواب ڏنو هو ته ان جو فيصلو وقت ڪندو، پوءِ وقت جو هن وقت فيصلو ڇا آهي؟“

”في الحال ته وقتي جدائي آ، پوءِ جي ڪا خبر ڪانهي. وقت پاڻهي ٻڌائيندو.“

”تون ته منهنجي خزان رسيده زندگيءَ ۾ ايندڙ واحد شخص آهين، جنهن منهنجي زندگيءَ جي ويران موسم کي بهار ۾ بدلايو... پوءِ ڇا بهار جي موسم ايڏي ئي مختصر هوندي آهي؟“

”هون... شايد. رابيل! پرينئن صبح جو منهنجي فلائيٽ آهي، آمريڪا جي، اسان وٽ باقي هڪ ڏينهن آهي، سياڻي شام جو منهنجي هڪ دوست جي فارم هائوس جي خوبصورت لان تي فورم جي سوشل ونگ جي ٽرسٽ جي افتتاح جي تقريب آهي، جنهن ۾ توکي ان ٽرسٽ جي چيئرپرسن طور پڻ متعارف ڪيو ويندو ۽ فورم جي ميمبرن پاران منهنجي مانَ ۾ ڊنر پڻ رکي وئي آهي، اڄ ڏينهن تائين مون تنهنجي مرضي رکي ۽ ڪڏهن به توکي مجبور نه ڪيو ته تون مون سان ٻاهر ڪٿي ملين. پاڻ وٽ فقط سياڻي جي شام ئي آهي، جنهن کي پاڻ گڏجي گذاري هميشه لاءِ يادگار بڻائي سگهون ٿا.“

رابيل اداسيءَ مان مرڪي چيو: ”يقين ڪر فيضان

منهنجي پنهنجي شديد خواهش آهي ته پاڻ ڪجهه وقت گڏجي گذاريون. مون ڪيتري ئي عرصي کان پنهنجي ئي زندگي ڊڄي ڊڄي گذاري آهي. آخر منهنجو به ته زندگيءَ تي ڪجهه حق آهي. آئون به انسان آهيان. صرف هڪ شام... ها هڪ شام ته منهنجي به نصيب ۾ هجي، جنهن ۾ آئون پنهنجا سڀ خوف ۽ انديشا هڪ پاسي رکي ۽ سماج جي ڻاهيل اصولن کي لنوائي پوري اعتماد سان توسان گڏ هلان چو ته تو هميشه مون کي محبت ئي نه پر عزت به ڏني آهي."

"مون کي تنهنجي مسئلن جو احساس هميشه کان رهيو آهي ۽ مون ان ڳالهه جو به خاص ڌيان رکيو آهي ته تنهنجو مقام ۽ عزت ڇا آهي؟ مون کي خبر آهي ته تون به هن ڌرتيءَ جي ڇاتل سڃاتل شخصيت آهين ۽ ان ڪري مون توکي ڪڏهن به مجبور نه ڪيو هو، چو ته ڪنهن پبلڪ مقام تي اسان کي گڏ ڏسي ڪيئي چوٻول تي سگهيا ٿي، پر سڀاڻي جي شام اسان جي آهي. اهو پروگرام آهي ئي تنهنجي ۽ منهنجي مانَ ۾. منهنجي هميشه کان خواهش رهي آهي ته پاڻ گڏجي لانگ ڊرائيو تي وڃون. قسمت اسان کي ازخود اهو موقعو ڏئي رهي آهي. منهنجي دوست جو فارم هائوس شهر کان ٻاهر هڪ خوبصورت، سرسبز ۽ فطري حسن سان ڀرپور جڳهه تي آهي. لانگ ڊرائيونگ به ٿي ويندي ۽ هڪ خوبصورت يادگار شام به گڏجي گذاريندا سين."

"يقين ڪر فيضان اها ئي منهنجي به هڪ وڏي خواهش رهي آهي."

"تڏهن ئي ته چوندو آهيان ته محبت هڪ روحاني تعلق آهي، جڏهن تون ڪجهه سوچين ته آئون سمجهي وڃان ۽ آئون ڪجهه سوچيان ته تون سمجهي وڃين."

پوءِ فيضان هن سان ٻي شام جي پروگرام بابت ڳالهه ٻولهه ڪئي ۽ هليو ويو.



ڪار شهر جي رونقن کان نڪري هائي واءِ وي تي ڊوڙي رهي هئي. فيضان ڪار ڊرائيو ڪري رهيو هو ۽ رابيل سندس پرسان ويٺل هئي. ٻئي شاندار لڳي رهيا هئا. فيضان نيوي بليو سوٽ ۾ انتهائي هئنڊسم پئي لڳو ۽ رابيل ڪي پڻ هڪ خوبصورت سائي ۽ بلو ڪامبينيشن تي هلڪي خوبصورت پرٽ تي سُوٽ پيل هو. ڪنن ۾ سونيون واليون ۽ ڳلي ۾ خوبصورت چين. ڪيس پرڪشش بڻائي رهي هئي. ٻئي خاموش هئا. ٻنهي جي گڏ سفر ڪرڻ ۽ هڪ شام گڏجي گذارڻ جي خوشيءَ ۽ ٻئي ڏينهن کان جدا ٿيڻ جي غم جي گڏيل سڏيل ڪيفيتن مان گذري رهيا هئا. شام جا پاڇا آهستي آهستي گهرا ٿي آسمان تي خوبصورت رنگ پکيڙي رهيا هئا. روڊ جي ٻنهي پاسن کان وڻن ۽ ٻنين جو سلسلو شروع ٿي چڪو هو. انهن جي وچ ۾ ڪڏهن هاري ناري گهرن ڏانهن موٽندي نظر ٿي آيا ته ڪٿي وري ڳوناٺيون عورتون ۽ ٻار به نظر ٿي آيا. حد نظر تائين فطرت جا خوبصورت رنگ نظر اچي رهيا هئا. رابيل انهن خوبصورت رنگن کي ڏسڻ ۾ محو هئي ته اوچتو فيضان ساڻس مخاطب ٿيو:

"رابيل! تو ڪڏهن گلابن جو فصل ڏٺو آهي؟"

"نه."

فيضان چيو: "جنهن دوست جي فارم هائوس ڏانهن اسين وڃي رهيا آهيون، اهو گلابن جي فارمنگ به ڪندو آهي. ٿورو اڳتي کان گلابن جو فارم آهي ۽ پوءِ اڳتي هلي سندس فارم هائوس آهي، ڇا خيال آهي؟ فارم تي هلڻ کان اڳ توکي

گلابن جي فصل جو سير ڪرايان؟“
رابيل مرڪي هن ڏانهن ڏسي چيو: ”هون، ضرور شايد اتي پڪڙيل فطرت جو حسن منهنجي اندر جي فنڪار ۾ ٻيهر هڪ نئون روح ڦوڪي هن کي نئين زندگي ڏي.“
ڪجهه دير کان پوءِ فيضان ڪار کي ڪچي ڏانهن ويندڙ هڪ رستي ڏانهن موڙيو ۽ پوءِ اڳتي هليو، هڪ هنڌ ڪار بيهاري رابيل کي چيو:
”هاڻي اڳتي پنڌ هلڻو پوندو.“ هو ٻئي ڪار مان هيٺ لٿا ته رابيل کي پنهنجي ڪنن ۾ خوبصورت ٽليون وڄندي محسوس ٿيون. هن مڙي ڏٺو ته پريان هڪ دراز ڏڙ ڪاهي موٽي رهيو هو ۽ مال جي ڳلي ۾ ٻڌل مختلف سائيز جي ننڍين وڏين ٽلين جي آواز عجيب سهڻي موسيقي پيدا ڪري ماحول کي وڌيڪ سحر انگيز بڻائي ڇڏيو هو. پري کان ۽ ويجهو کان ايندڙ ڪوئل جي ڪُوڪُو ۽ پکين جا مختلف آواز، فطرت جي خاموش فضا ۾ خوبصورت، ارتعاش پيدا ڪري رهيا هئا. رابيل آسمان ڏانهن نهاريو. لهندڙ سج جا سهڻا رنگ ۽ گهرن ڏانهن موٽندڙ پکين جا ولر ۽ زمين تي، وري ٿورو اڳتي کان حد تائين پکڙيل گلابن جي ٻوٽن رابيل کي جڻ سحرزده ڪري ڇڏيو. هو وري اڳتي هليا ته فضا ۾ پکڙيل گلابن جي خوشبوءِ سان سڄو ماحول خوابناڪ ٿي ويو. فيضان هلندي هلندي بيهي رهيو ۽ آسمان تي اڏامندڙ اڇن پکين جي ولر ڏانهن ڏسي چوڻ لڳو:
”رابيل! ڏس، هي سيئي پکي پنهنجن پنهنجن ماڳن ڏانهن موٽي رهيا آهن. ڪڏهن منهنجي به دل چاهيندي آهي ته آئون به ڌرتيءَ جي حدن مان نڪري آسمان جي پراسرار وسعتن ۾ گم ٿي وڃان ۽ ڪي نيون دنيائون ڳولهيان.“
”مون کي ته تنهنجون ڳالهيون سمجهه ۾ ئي نه ٿيون اچن.“
”توکي اهي ڳالهيون سمجهه ۾ اينديون به نه. بهرحال

ڪڏهن نہ ڪڏهن هي خوبصورت منظر Paint ڪجانءِ. رابيل! هاڻي اهو وقت اچي ويو آهي جو تون پنهنجي ذات جي دائري مان نڪري، ٻين لاءِ بہ ڪم ڪرين. فقط پاڻ لاءِ جيئڻ ڪو ڪارنامو نہ آهي. بلڪ ٻين لاءِ جيئڻ عظيم ڪم آهي. الله تعاليٰ انسانن جي دلين ۾ رهي ٿو ۽ انسانن کي خوشيون ڏيڻ سان ئي اسين پنهنجي رب کي راضي رکي سگهون ٿا. توکي ڀرپور صلاحيتن ۽ همٿ ۽ حوصلي سان ٽرسٽ هلائڻو آهي. فقط لکڻ ۽تصوير ڪشي ڪرڻ سان اسان جون ذميواريون ختم نہ ٿيون ٿي وڃن. اسان کي ماڻهن جا ڏک درد ونڊڻا آهن." فيضان جهٽ لاءِ چپ رهي، وري ڳالهہ جي تند جوڙي "اسپتالن ۾ ڏس تہ ڪيئن نہ غريب ۽ لاچار مريض زندگيءَ آڏو هارائيندا نظر ايندا آهن. معصوم گلن جهڙا ٻارڙا روڄن تي پنڻ لاءِ مجبور آهن. ڪينسر ۽ هيپاٽائيٽس جا مريض علاج مهانگو هئڻ سبب ۽ سهولتون نہ هئڻ سبب ڪيئن نہ بي وسيءَ ۾ تڙپي تڙپي مري رهيا آهن. ماڻهو غربت جي ڪري پنهنجا گُڙدا وڪڻڻ تي مجبور آهن. عدالتن ۾ وڃي ڏس، ڪيترا بي ڏوهي سيخن جي پنيان ڦاسيءَ جي ڦندي آڏو بيٺا آهن، ڪيترائي غريب ۽لاچار انصاف جي تلاش ۾ آهن. ڳوٺن ۾ وڃي ڏس تہ ڪيئن نہ غيرت جي نالي بي گناهہ عورتن کي بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويندو آهي. ٻڌين پئي نہ ، ابيل!"

"هون...؟... ها." رابيل چيو.

فيضان ڪلندي چيو: "منهنجي خيال ۾ ايڏي خوبصورت ماحول ۾ توکي وڌيڪ اداس نہ ڪريان." ان کان پوءِ هن رابيل ڏانهن هڪ نئيو خوبصورت پيڪيٽ وڌائيندي چيو: "هيءُ ڏس مون تولاءِ الاهي اڳ ۾ هي تحفو خريد ڪيو هو، پر ڏيان ۽ اڄ پيو."

"Thank you!" چوندي رابيل هن کان گفٽ وٺي ان جو ريپنگ پيپر کوليو تہ هڪ باڪس ۾ خوبصورت نازڪ واچ تي نظر پيس. هن باڪس مان نازڪ ۽ نفيس قسم جي واچ

ڪيڏي ڏني ۽ چيائين:
"ڪيڏي نه خوبصورت ۽ نفيس واچ اهي. مون کي تمام گهڻي پسند آئي." هن اهو چوندي واچ کي تورو اتلائي ڏنو ئي پئي ته اها اوچتو سندس هٿ مان ڇڏائجي پرسان هڪ کڏ ۾ پيل وڏي پٿر جي متان وڃي ڪري. رابيل بيچين ٿي ان کي کڻڻ لاءِ وڌي ئي هئي ته فيضان ڪيس اتي ئي روڪي پاڻ وڃي واچ کڻي آيو ۽ چيائين:
"هيءَ ته بند ٿي وئي. لڳي ٿو ته خراب ٿي وئي آهي."
رابيل چيو: "واچ جيڏي مهل مون توکان ورتي ڏني پئي ته ان مهل ته اها ڪم ڪري رهي هئي ۽ بلڪل نيڪ ٽائيم ٻڌائي رهي هئي."
"ڇڱو ڇڏينس، آئون آمريڪا مان تنهنجي لاءِ ڪو ٻيو تحفو موڪليندس."
"نه... نه... مون کي اها ئي واچ کپي." رابيل بيتابيءَ مان سندس هٿ مان اها واچ کڻندي چيو.
"پر... هيءَ ته بيهي رهي آهي." فيضان ڪيس حيران ٿي ڏسندي چيو.
رابيل مرڪي چيو: "نه، اها واچ بيٺي نه آهي، پر هن وقت کي ڪهڙي هنڌ بيهاري ڇڏيو آهي. بلڪه هميشه لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيو آهي."
فيضان حيرت مان پڇيو: "ڪهڙو وقت؟"
رابيل هن ڏانهن بي انتها پيار مان ڏسندي چيو: "هيءُ وقت، جنهن ۾ پاڻ بيئي گڏ آهيون. خوبصورت ماحول آهي. نيڻ نهار تائين ڦهليل آسمان آهي. گلن جي خوشبوءِ سان مهڪندڙ هوا ۽ فضا آهي، دور تائين پکڙيل گلاب آهن، ڪنن ۾ وڄندڙ ٽلين جو مڌر سُر آهي ۽ پکين جا منڙا گيت آمن. مون کي جڻ ته هن وقت سڀ ڪجهه ملي ويو آهي."
ايترو چئي رابيل ڪجهه دير لاءِ خاموش ٿي وئي ۽ پوءِ

اداس ٿي چيائين:

”پر... سياڻي تون نه هوندين. فيضان توکان پري ٿيڻ جو تصور ڪري ئي آئون ڏڄي وئي آهيان. تو ته مون سان واعدو ڪيو هو ته تون مون کي اڪيلو نه ڇڏيندين.“

”رابيل! تون اڪيلي نه هوندينءَ ڇو ته روح جا رشتا بيحد مضبوط هوندا آهن، جيئن لطيف سائين فرمائي ٿو ته:

”نڪا ڪُن فَيَڪُونِ هئي، نڪو لِڳ لَحمُ،
بنيو هو نه بُتَ ۾، اجا ڪِي آدَمُ،
مون توهين سي سَڱُ، اها ساڃاءِ سپرين.

تون جڏهن به پاڻ کي اداس پائين يا پريشان ٿئين ته هن وقت جو تصور ڪجان ۽ پوءِ جڏهن سچ پچ توکي ائين محسوس ٿئي ته تون ۽ آئون حقيقت ۾ هن خوبصورت ماحول ۾ گڏ بيٺل آهيون. يقين رکجانءِ ته ان مهل آئون به اهو سڀ ڪجهه محسوس ڪري رهيو هوندس. آئون چاهي جتي به هجان پر روحاني طور توسان گڏ هوندس. چڱو هاڻي رات پئي ٿئي، اسان کي فارم هائوس تي به پهچڻو آهي. اتي سڀ اسان جو انتظار ڪري رهيا هوندا.“

هو ٻئي ڪار وٽ آيا ۽ ڪجهه دير کان پوءِ هو فارم هائوس تي پهتا ته فورم جي ميمبرن ۽ ٻين مهمانن سندن گرم جوشيءَ سان استقبال ڪيو ۽ پوءِ پروگرام جي شروعات ٿي. اهي ئي روشن اکين ۽ پرجوش دلين وارا نوجوان ڇوڪرا، ڇوڪريون ۽ ٻيا سينيئر ميمبر هئا. ٽرسٽ جي چيئرپرسن طور رابيل جو نالو ڪال ڪيو ويو ۽ تاڙين جي گونج ۾ سندس حوالي ان جي ذميواري ڪئي وئي. رنگا رنگ پروگرام کان پوءِ ڊنر هئي. ڊنر ڪرڻ بعد مختلف ماڻهو ٽولا ٺاهي ڳالهين ۾ مصروف ٿي ويا. فارم هائوس تمام خوبصورت هو ۽ پروگرام ان جي لان ۾ رکيو ويو هو، جيڪو

تمام خوبصورت روشنين سان سجايو ويو هو. ڊنر کان پوءِ رابيل چانهه جو مگ کڻي لان جي هڪ پاسي نهيل حوض جي ڪناري پيل بينچ تي اچي ويهي رهي. فيضان ڪيس ائين اڪيلو ۽ اداس ڏٺو ته هو به هن جي پرسان اچي ويهي رهيو. نيڪ ان مهل نوجوان جيڪي اسٽيج تي مختلف گانا ڳائي انجواءِ ڪري رهيا هئا، هڪ نوجوان جديد سازن جي خوبصورت ٻيٽ تي شيخ اياز جي وائي ڳائڻ شروع ڪئي. سندس آواز خوبصورت ۽ پرسوز هو. رابيل کي ان وائيءَ جو هڪ هڪ لفظ پنهنجي دل ۾ لهندي محسوس ٿيو:

”تڙي پوندا ٿاريئين، جڏهن، ڳاڙها گل الو ميان،
تڏهن ملنداسين!“

رابيل جون نظرون حوض جي پاڻيءَ ۾ چنڊ جي عڪس تي کُتل هيون. آهستي آهستي سندس اکين جي ڪنارن تي لڙندڙ لڙڪ تارا بنجي چمڪي رهيا هئا ۽ پوءِ هن سُر سامونديءَ جو هڪ بيت پڙهيو:

”اڄ پڻ وايون ڪَنِ، وڻجارا، وَڃَڻَ جُون،
هلڻ هارا سُپرين، رُئان تان نہ رَهَنِ،
آئون جهليندي ڪيترو؟ آيل ساموندين،
پَڳهُ ڇوڙي جَنِ، وِڏا ٻيڙا ٻارِ ۾.“

فيضان آهستگيءَ سان هن جي هٿ تي پنهنجو هٿ رکندي چيو:
”ايڏي اداس نہ ٿي، مون کي مُرڪي رخصت ڪر، نہ تہ منهنجي من تي بار رهندو.“
رابيل هن ڏانهن مرڪي ڏٺو هو، اکين ۾ لڙڪن جي آلاڻ هئي ۽ چپن تي مرڪ جي چانڊاڻ!
اها شام هميشه لاءِ رابيل جي دل ۾ زنده رهي... ها... زندگيءَ کان ورتل خوشين پري فقط هڪ شام ئي ڪيس ملي هئي.
فيضان ٻئي ڏينهن آمريڪا روانو ٿي ويو ۽ اتي پهچندي

ئي رابيل کي خيريت سان پهچڻ جو اطلاع ڏنو هئائين. رابيل اداس ته بيحد هئي پر هن پاڻ کي سنڀاليو، ڇو ته فيضان طرفان سونپيل ذميواري کيس ئي نڀائڻي هئي. وقت گذرندو رهيو. رابيل پهرين کان بلڪل بدلجي وئي. هوءَ هاڻي بااعتماد ۽ باهمت ٿيندي پئي وئي. سندس ۽ فيضان جو ڪڏهن انٽرنيٽ تي رابطو رهندو هو، ڪڏهن وري فون تي. هڪ ڀيري نيٽ تي Chathng دوران فيضان کيس شاهه سائينءَ جو هيءُ بيت لکي موڪليو:

"ڇئي ڪُن فَيَڪُون، جڏهن خلقيا روحَ خداءِ،
گَڏ جِتِ گذرانُ هو، جَڙُ لڳي تنهن جاءِ،
مون توهين سين آهه، اها ساڃاءِ، سپرين!"

رابيل وري جواب ۾ سُر ساموندي‌ءَ جو هيءُ بيت لکي موڪليس:

"سيئي جوين ڏينهن، جڏهن سَجڻ سَفَرَ هَليا!
رُئان رَهِنِ نه سُپرين، آيل! ڪريان ڪيئن؟
مون کي چاڙهي چئين، ويو وَڻجارو اوهري."

ڪجهه وقت گذريو ته اوچتو ئي فيضان هن سان رابطو ڪرڻ بند ڪري ڇڏيو ته هوءَ بيحد پريشان ٿي وئي. نه ته هو نيٽ تي مقرر ڪيل وقت تي آن لائن هوندو هو. هاڻ نه ئي سندس فون هُو اٽينڊ ڪندو هو. رابيل ڏاڍي پريشان ٿي وئي. تڏهن اوچتو هڪ ڏينهن کيس فيضان طرفان موڪليل اِي ميل ملي، جنهن ۾ هيءُ پيغام هو:

"رابيل! مون کي خبر آهي ته منهنجي رابطي نه رکڻ جي ڪري تون بيحد پريشان هوندينءَ، ٿي سگهي ٿو ته اڳتي آئون ڪڏهن رابطو نه رکي سگهان ته پريشان نه ٿجانءِ، پنهنجو واعدو ياد رکجان ۽ ها جلد ئي توکي هڪ سٺي خبر ملندي. ياد

رڪجانءِ منهنجي طرفان رابطو نہ رکڻ ڪان پوءِ ڪڏهن نہ ڪڏهن تنهنجي لاءِ تنهنجي زندگيءَ جي هڪ وڏي خوشيءَ جو تحفو موڪليندس، پنهنجو خيال رکجانءِ.“

وقت گذرندو رهيو. ان وچ ۾ رابيل ان يادگار شام جي خوبصورت Painting بہ پينٽ ڪري پنهنجي ڪمري ۾ لڳائي ڇڏي هئي. ڇهہ ست مهينا ٻيا گذريا. اِي ميل ڪان پوءِ بہ هن هڪ بہ دفعا نيٽ تي رابطو رکيو هو ۽ پوءِ فيضان جي طرفان وري ڪيس ڪو پيغام نہ مليو هو. ڊاڪٽر احسن ڪيس ٻڌايو تہ هوءَ هاڻي اڳي ڪان تمام بهتر هئي ۽ جلد ئي بلڪل نارمل ٿي ويندي. هوءَ يونيورسٽيءَ جي جاب سان گڏ ٽرسٽ جون ذميواريون بہ سنڀالي رهي هئي.

هڪ شام هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ هئي تہ بابا پيروءَ ڪيس اطلاع ڏنو تہ آمريڪا مان فيضان جي پيڻ مسز احمد آئي آهي، جنهن کي هو سِٽنگ روم ۾ ويهاري آيو هو. تقريباً ڊوڙندي سٽنگ روم ۾ وئي تہ هڪ گريس فُل ۽ خوبصورت عوڙت ڪيس ڏسي اٿي بيٺي. ساڻس گڏ ڇهن ستن سالن جو هڪ خوبصورت ٻار هو، هن ڪيس ڏسي چيو:

”توهين... رابيل آهيو؟“

”جي ها!“

”رابيل، آئون مسز احمد آهيان... فيضان جي پيڻ.“ هن پنهنجو تعارف ڪرايو.

”جي ها! فيضان مون سان ذڪر ڪيو هو تہ توهين آمريڪا ۾ رهنديون آهيو، پليز، ويهو نہ.“

”آئون فيضان پاران توهان کي توهان جي زندگيءَ جي هڪ وڏي خوشي ڏيڻ آئي آهيان. سجاڻو... هيءُ ڪير آهي؟“ مسز احمد ٻار جو هٿ پڪڙيندي هن ڏانهن وڌائيندي چيو.

”هيءُ... هيءُ...؟“ رابيل حيران ٿي پڇيو.

”پنهنجي شان کي نٽا سجاڻو؟“ مسز احمد مرڪندي چيو.

”ممي- ممي-“ چوندي ٻارڙو ڪيس چنبڙي پيو ۽ رابيل به هن کي ڀاڪر ۾ ڀريو. سندس اکين ۾ لڙڪ اچي ويا هئا ۽ هوءَ هن کي ڀاڪر ۾ ڀري مسلسل چئي رهي هئي ”شان!... شان...! منهنجا شان.“

ڪجهه دير بعد جڏهن هوءَ ڪجهه هوش ۾ آئي ته هن مسز احمد کان پڇيو:

”پر... مسز احمد... هيءُ توهان کي مليو ڪيئن؟“

مسز احمد هڪ گهرو ساهه کڻندي چيو: ”رابيل! اها هڪ تمام ڏکي ڪهاڻي آهي. نيويارڪ جهڙي شهر ۾ ائين ڪنهن کي ڳولهڻ ايڏو آسان ڪم نه هو پر فيضان ڏينهن رات ان ڪوشش ۾ هو ته ڪيئن به ڪري هُو تنهنجي زندگيءَ جي واحد سهاري ۽ خوشيءَ کي ڳولي رهندو. هن جي پيءُ کي به اسين تمام مشڪل سان قائل ڪري سگهياسين. هن اتي هڪ آمريڪن عورت سان شادي ڪري ڇڏي آهي ۽ هاڻي ڪافي حد تائين هن جا هوش ٺڪاڻي اچي چڪا آهن. مشرقي زال تي رعب ۽ حڪم هلائيندڙ مرد آمريڪن زالن سان سِڌا هوندا آهن. ڪين گهر جو ڪم به ڪرڻو پوندو آهي ۽ زال ڊيوٽيءَ تي هجي ته گهر ۽ ٻار به سنڀالڻا پوندا آهن. سندن سڀ آڪڙ نڪري ويندي آهي. بهرحال هُو اتي پنهنجي زال ۽ ٻارن سان سيٽ آهي. سندس آمريڪن زال شان کي پاڻ سان گڏ رکڻ لاءِ تيار نه هئي. ان ڪري شان کي پيءُ بورڊنگ ۾ داخل ڪرائي ڇڏيو. منهنجي ۽ فيضان جي ڪيترن ئي ڏينهن جي ڪوشش سان، اسين ڪيس قائل ڪري سمجهائي سگهياسين ته شان جي سڳي ماءُ ئي هن جي بهتر تربيت ڪري سگهي ٿي. رابيل! هيءُ تمام سمجهدار ۽ ذهين ٻار آهي. هن کي اسان تو بابت گهڻو ڪجهه ٻڌائي ۽ سمجهائي ڇڏيو آهي. ڏس ڪيئن نه ڏسندي ئي توکي ”ممي“ چئي چنبڙي پيو.“

اهو چوڻ کان پوءِ مسز احمد رابيل جي ويجهو آئي ۽

سندس چهرو پنهنجي هٿن ۾ جهلي چوڻ لڳي:
”فيضان کي تنهنجي اڪيلائيءَ جو تمام گهڻو احساس هو. هن توسان شادي ان ڪري نه ڪئي جو ڪيس خبر هئي ته هو گهڻو وقت تنهنجو ساٿ ڏئي نه سگهندو. هو تنهنجو ايڏو ذڪر ڪندو هو ۽ کيس توسان ايڏو شديد پيار هو... ۽ جيئن هن ٻڌايو هو تون اهڙي ئي آهين، بلڪه ان کان به گهڻي پياري جو آئون توکي پنهنجي هٿن سان فيضان جي ڪنوار بڻائي وٺي اچان ها پر... پر (هن روئندي چيو) سندس حياتيءَ وفا نه ڪئي.“
”ڇا... ڇا...!؟؟“ رابيل کي اهو سڀ ڪجهه ٻڌندي ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ سندس دماغ ڦِنڊاٽيون کائي رهيو هجي، هن مسز احمد جا ٻئي هٿ مضبوطيءَ سان پڪڙي ڏڪندي چيو، ”ڇا مطلب آهي توهان جو؟“
مسز احمد کيس پنهنجي سيني سان لائيندي چيو: ”مون کي خبر آهي ته هن توکي ڪجهه به نه ٻڌايو هوندو... هو ائين ئي هوندو هو، جڏهن اجا هو آمريڪا ۾ هو ته ڪجهه سال اڳ سندس طبيعت خراب ٿي پئي. اهڙي جو نيڪ نه پئي ٿئي. پوءِ ڪجهه عرصي کان پوءِ مڪمل رپورٽون ڪرائڻ کان پوءِ اها خبر پئي ته کيس بلڊ ڪينسر هو. هن جو مسلسل علاج ٿيو ۽ هو ڪافي حد تائين نيڪ به ٿي ويو پر ڊاڪٽرن کي اهو شڪ هو ته ڪجهه عرصي کان پوءِ جيڪڏهن وري اها بيماري اٿلي پئي ته پوءِ هن جو بچڻ مشڪل هو. فيضان کي اهو سڀ ڪجهه ٻڌي هر وقت اهو فڪر رهندو هو ته هو پنهنجي ڌرتيءَ جي ماڻهن ۽ پنهنجي مٽيءَ جو قرض لاهي. هتي هو ان ئي سلسلي ۾ آيو هو ۽ پوءِ ٽرسٽ ناهڻ کان پوءِ هو ڪافي مطمئن هو، ڇو ته هتي سندس طبيعت خراب ٿيڻ ڪانپوءِ هو سمجهي ويو هو ته هاڻي هن وٽ وقت تمام گهٽ هو. آمريڪا ۾ ڊاڪٽرن جي گهڻين ڪوشش جي باوجود، هو ڪجهه مهينا

ئي جي سگهيو. هن سوچيو هو تہ توکي کا خوشي ڏئي نہ سگهيو ۽ سهارو بڻجي نہ ٿي سگهيو، ان لاءِ هن ڏينهن رات ڪوششون ڪري شان کي ڳولهي هٿ ڪيو.“

ان سڄي ڳالهہ دوران رابيل سڏڪي سڏڪي روئندي رهي. هوءَ ايڏو رني جو ذري گهٽ بيحال ٿي وئي ۽ پوءِ سُڏڪندي چيائين:

”توهان مون کي ڇو نہ ٻڌايو؟ هو ايڏي تڪليف ۾ رهيو ۽ آئون بيخبر رهيس. مون کي نئين زندگي ڏئي پاڻ منهنجي زندگيءَ مان نڪري اڪيلو ڪري ويو؟“

مسز احمد شان جو هٿ سندس هٿ ۾ ڏيندي چيو:

”نہ، هو توکي اڪيلو نہ ڇڏي ويو آهي، ڏس تو وٽ تہ هِن کي ڇڏيو اٿس.“

پوءِ ٿوري دير ۾ ماسي، پيرو بابا، گُلان ۽ شفن سڀ اتي پهچي ويا. عجيب منظر هو. هڪ طرف تہ هو سڀ شان کي ڏسي خوش هئا ۽ ٻئي پاسي فيضان بابت ٻڌي بيحد غمگين ٿي ويا هئا. خوشيءَ ۽ غم جو عجيب سنگم هو. رابيل کي ڪهڙي خبر هئي تہ هن پيري هن فيضان سان گڏجي سندس آخري جنم ڏينهن ملهايو هو.

ڪجهہ ڏينهن بعد مسز احمد واپس آمريڪا هلي وئي ۽ چوندا آهن تہ وقت سڀ کان وڏو مرهم هوندو آهي. رابيل ڏاڍو رني هئي پر وڃڻ وارا موٽي تہ نہ ايندا آهن، روئڻ سان. ڪيس رهي رهي هيءُ بيت ياد پوندو هو:

”مار پونئي موت، تون بي مُند آئين،
گهائي اهڙا گهوٽ، جن مُند نہ مرڻ جي!“

ان رات هوءَ شان سان ڳالهيون ڪندي رهي ۽ هو ڳالهائيندي ڳالهائيندي سمهي رهيو. تڏهن رابيل اٿي هئي ۽ سندس ڪمري ۾ لڳل اها خوبصورت Painting ڏسڻ لڳي جنهن ۾ هن فيضان سان گهاريل آخري شام جو عڪس چٽيو هو.

هن پنهنجي منهن ڳالهايو:
”فيضان! تون ڪيڏو عظيم آهين، ٻين کان ڪيڏو مختلف. تون نه ويندي ويندي بہ مون کي هڪ خوشي نہ پر زندگيءَ جي نويد ڏئي وئين.
آئون هن وقت عجيب صورتحال ۾ آهيان. روئڻ چاهيان ٿي نہ منهنجي اکين جي اڳيان شان جو چهرو اچي ٿو وجي ۽ شان کي پائي کِلڻ چاهيان ٿي تہ تون منهنجي سامهون اچي ٿو بيهين. شان مون کي تنهنجي موت جي خبر سان مليو. نہ نہ... تنهنجي موت جي خبر مون کي شان سان گڏ ملي. اُف...! هيءُ سڀ ڇا آهي، رئان يا کلان...؟!!“
پوءِ هن الماريءَ مان فيضان جي ڏنل واچ ڪڍي ۽ وري Painting جي اڳيان اچي بيٺي ۽ پوءِ هن واچ کي چميو. سندس اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا ۽ هن جي ذهن ۾ هيءُ بيت گونجي رهيو هو:
”چني گل گلاب جا، ڪيئي ڏارون ڏار،
اڙي موت، ميار! ايڏو ساڙ سڳند سان؟!“
تڏهن اوچتو ئي هوا جي هڪ زوردار جهُوتي پردن کي لوڏي ڇڏيو ۽ رابيل کي محسوس ٿيو تہ دريءَ مان ايندڙ هر هڪ جهُوتو پاڻ سان گڏ گلابن جي خوشبو کڻي پيو اچي ۽ پوءِ سندس ڪنن ۾ گهنٽيون وڄڻ لڳيون ۽ پکين جا منڙا گيت گونجڻ لڳا ۽ هن Painting ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ واچ کي پنهنجي هٿن ۾ مضبوطيءَ سان پڪڙيندي، ڳوڙها ڳاڙيندي چيو:
”تون... تون... نہ مون وٽ آهين. واقعي تو سچ چيو هو تہ پاڻ الڳ ٿي ئي نتا سگهون. آئون محسوس ڪريان پئي فيضان...! تون اتي ئي آهين، مون وٽ... منهنجي اندر.“



شانَ جي اچڻ کان پوءِ رابيل جي گهر ۾ رونق ۽ نئين زندگي اچي وئي هئي. هو اسڪول وڃڻ لڳو هو ۽ رابيل ڪيس اسڪول ڇڏي يونيورسٽيءَ هلي ويندي هئي ۽ شام جو وري آفيس. هاڻي هوءَ نه فقط شهر جي پر صوبي ۽ ملڪ ۾ به سوشل ورڪر جي طور مشهور شخصيت بڻجي چڪي هئي ۽ فن جي دنيا ۾ پڻ وري اچي چڪي هئي ۽ پنهنجين تصويرن جا نماءَ به ڪرائي چڪي هئي. فيضان جي قائم ڪيل ٽرسٽ تحت ڪجهه پروجيڪٽ تمام سٺي طرح ڪم ڪري رهيا هئا. هاڻي هوءَ هڪ بهتر ۽ مصروف زندگي گذاري رهي هئي.

هڪ شام هوءَ گهر جي ورانڊي ۾ ويهي چانهه پيئڻ سان گڏ شان، شفن ۽ بابا پيرو کي لان ۾ ڪرڪيٽ راند ڪندي ڏسي رهي هئي ۽ گلان سان به ڳالهائي رهي هئي. ان وقت رابيل دل ۾ اهو به سوچي رهي هئي ته هاڻي واقعي هيءُ گهرُ گهرُ ٿي لڳي ٿو. ايتري ۾ پنهنجي ڪمري مان اينڊڙ فون جي رِنگ ٻُڌي پنهنجي ڪمري ۾ اچي فون جو رسيور کڻي ”هليو“ چيو. ٻئي پاسي ڪا ڇوڪري ڳالهائي رهي هئي. هن چيو:

”مون کي ميڊم رابيل سان ڳالهائڻو آهي.“

”جي! آئون ڳالهايان پئي.“ هن چيو.

”ميڊم! منهنجو نالو فائزه حسين آهي. آئون نئين آرٽسٽ آهيان. مون هيستائين ڪجهه گروپ نمائن ۾ حصو ورتو آهي ۽ اڳين هفتي منهنجي ناهيل تصويرن جو سولو نماءُ ٿي رهيو آهي. منهنجي شديد خواهش آهي ته توهان منهنجي تصويرن جي نمائش جو افتتاح ڪريو، ڇو ته توهين منهنجون آئيڊيل

آهيو. آئون توهان جي فن ۽ شخصيت کان تمام گهڻو متاثر آهيان. ڇا منهنجي همٿ افزائي خاطر توهين منهنجي لاءِ ڪجهه ٽائيم ڪڍي سگهندا؟" فائزه چيو.

"توهين ايڏي پيار ۽ خلوص سان سڏينديون ته ڇو نه اينديس! ضرور اينديس." رابيل چيو.

"اوهه ٿئنڪ يو، سچاٽي توهان سان ملڻ به اينديس ۽ پرسنلي ٿئنڪس به ڪنديس. مون کي توهان سان ملڻ جو بيحد شوق آهي، ڇو ته توهان نه فقط پنهنجي تصويرن ۾ آرٽسٽ جي حيثيت سان سماجي اڻبرابرين، برائين ۽ ناانصافين کي Paint ڪيو آهي، پر هڪ عظيم سوشل ورڪر جي حيثيت سان انهن مسئلن جي حل لاءِ پڻ عملي طرح ڪم ڪيو آهي." فائزه هڪ ئي ساهه ۾ چيو ته رابيل کلندي چيو:

"ضرور اڇجو! آئون توهان جو انتظار ڪنديس."

ان ڏينهن فائزه حسين جي تصويرن جي نماءَ جي موقعي تي سڄو هال ماڻهن سان پريل هو ۽ پروگرام جي افتتاحي تقريب جي رسمي ڪارروائين کان پوءِ جڏهن رابيل کي اسٽيج تي اچڻ لاءِ سڏيو ويو ته سڀئي سندس احترام ۾ اٿي بيٺا ۽ سڄو هال تاڙين جي آواز سان ٻُرڻ لڳو. جڏهن هن اسٽيج تي اچي پنهنجي جاءِ سنڀالي ته تقريرن جو سلسلو شروع ٿيو. مختلف شخصيتن اچي نوجوان آرٽسٽ، فائزه حسين جي فن ۽ شخصيت تي ڳالهايو ۽ پوءِ خاص مهمان رابيل کان اڳ ۾ تاڙين جي گونج ۾ فائزه حسين کي مائيڪ تي سڏيو ويو ته هن ڊائيس تي اچي ڳالهائڻ شروع ڪيو:

"آئون توهان جو گهڻو وقت نه وٺنديس، ڇو ته ڪجهه دير اڳ مختلف شخصيتن ڪافي ڪجهه ڳالهايو آهي، مون بابت. آئون فقط اهو ٻڌائڻ چاهينديس ته هيستائين آئون جيترو به ڪم ڪري سگهي آهيان، ان جو ڪريڊٽ فقط مون کي نه ٿو وڃي پر جيڪڏهن منهنجو جيون ساٿي... حُسين...! منهنجو قدم قدم تي

ايڏو ساٿ نہ ڏئي ها. هن منهنجي صلاحيتن کي دبائڻ بدران منهنجي همت افزائي ڪئي. ڪنهن بہ شعبي ۾ ڇوڪريون ڪم ڪرڻ لاءِ گهر کان ٻاهر اينديون آهن تہ انهن جو واسطو سٺن ۽ خراب ماڻهن سان پوندو آهي. مون سان بہ ائين ٿيو ۽ ڪڏهن مون کي نماءُ ڪرائڻ لاءِ شهر کان ٻاهر وڃڻو پوندو هو ۽ بحيثيت ڇوڪريءَ جي مون کي اڪيلي سر ماڻهن سان منهن ڏيڻ ڏکيو هجي ها، جيڪڏهن هر قدم تي حسين مون سان گڏ نہ هجي ها. هڪ شادي شده ڇوڪريءَ، عورت مٿان تہ اڃا بہ وڌيڪ ذميواريون ۽ پابنديون هونديون آهن. مون کان بہ پنهنجي فن جي شوق خاطر ڪي ڪوتاهيون ٿيون هونديون، پر انهن تان بجاءِ ناراض ٿيڻ جي حسين مون سان ڀرپور تعاون ڪيو آهي. جڏهن منهنجا فين، يا ميڊيا جا نمائندا مون سان ملڻ ۽ انٽرويو ڪرڻ چاهيندا آهن تہ حسين ڪڏهن بہ روايتي مردن جيان اعتراض نہ ڪيو، پر مون کي ڀرپور اعتماد ڏيندو رهيو آهي. منهنجو اهو سڀ ڪجهہ ٻڌائڻ جو مقصد اهو ئي آهي تہ جڏهن هن سماج ۾ عورتن کي ذهني سڪون ملندو ۽ پنهنجن ڀائرن ۽ پيئرن ۽ شادي شده عورتن کي پنهنجن گهر وارن طرفان ڀرپور Support ملندي، تڏهن ئي هو پُراعتماد ٿي سگهنديون ۽ پنهنجي صلاحيتن جو ڀرپور استعمال ڪري سگهنديون ۽ سوسائٽيءَ جا هٿ ٺوڪيا ٺيڪيدار بہ اهڙين ڇوڪرين يا عورتن تي آڱر ڪٿي نہ سگهندا آهن بلڪ هر جاءِ تي کين عزت جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو. آئون بہ انسان آهيان، مون ۾ بہ ڪمزوريون ۽ اوڻايون آهن پر انهن تي مون کي طعنا ڏيڻ جي بجاءِ، حُسين هميشہ منهنجي رهنمائي ڪئي آهي. دوستن وانگر مشورا ڏنا آهن. مطلب تہ مون کي ڀرپور ذهني ۽ جذباتي Support ڏني آهي. آئون آخر ۾ حُسين لاءِ لطيف سائينءَ جو هيءُ بيت پڙهنديس:

"ڪانڌ پِيُن ڪيترا، مُون وَرُ وڏِي وَٿُ،
مَٿان ڏئي هَٿُ، جَنهن عَيبَ مُنهنجا ڍَڪيا."

سچو هال تاڙين سان گونجڻ لڳو ۽ پوءِ تقريب جي خاص مهمان رابيل کي ڊائس تي اچڻ جي دعوت ڏني وئي ته ٻيهر هال تاڙين سان گونجي ويو. رابيل ڳالهائڻ شروع ڪيو.

"فائزه هڪ خوبصورت، نوجوان ۽ ايرنڊڙ آرٽسٽ آهي. پاڻ آرٽسٽ هئڻ سان گڏ هڪ سني زال ۽ ماءُ به آهي. ان ننڍيءَ عمر ۾ سندس ڪم جي پختگي ڏسي آئون حيران آهيان. سندس فن ۾ گهرائي ۽ جدت آهي ۽ هن اسان جي سوسائٽيءَ جي اهم موضوعن کي اجاگر ڪيو آهي. غربت هجي يا دهشتگردي، عورتن جو درد هجي يا وري ڳوٺاڻي زندگيءَ جا مختلف منظر يا وري نيچر، هن هر موضوع سان ڀرپور نمونی نڀايو آهي. هيءَ ته هئي سندس فن جي ڳالهه، جنهن تي اڳ ۾ ئي مختلف شخصيتون ڳالهائي چڪيون آهن. سندس ڪم کان هٽي مون کي جنهن ڳالهه متاثر ڪيو آهي اهو آهي' سندس اعتماد ۽ Boldness... ۽ ان جو سبب پاڻ توري دير اڳ ٻڌائي چڪي آهي. مون به حسين سان ڳالهايو آهي. ڪيس هن نماءَ جي تياريءَ جي سلسلي ۾ قدم قدم تي فائزه`جو ساٿ ڏيندي ڏٺو آهي. ڪيس پنهنجي زال جي حوالي سان سچاٽپ تي ڪاوڙ نٿي لڳي پر هو ته ان ڳالهه تي فخر محسوس ڪري ٿو. مون کي فائزه منهنجي پنهنجي ذات جي تڪميل ٿي لڳي. منهنجي خوابن جي تعبير ۽ منهنجي فن جو تسلسل. جڏهن آئون ان شعبي ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ گهر کان ٻاهر نڪتي هئس ۽ هاڻي جڏهن فائزه جو دور آهي، انهن ٻنهي دورن جي ڀيٽ ڪرڻ سان مون کي اندازو ٿيو آهي ته هاڻي اسان جي ماڻهن جي سوچ ۽ روين ۾ سست ئي سهي پر تبديلي اچي پئي ۽ ادب، آرٽ ۽ ٻين شعبن ۾ ڪم ڪندڙ عورتن کي خراب نظرن سان ڏسڻ جي بجاءِ سندن صلاحيتن جو اعتراف ڪيو پيو وڃي. وقت تيزيءَ سان گذري رهيو آهي ۽ سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ ايڏي ترقي ڪئي آهي جو پوري دنيا global village ۾ بدلجي وئي آهي، ان ڪري هاڻي مردن ۽ عورتن کي گڏجي ڪم ڪرڻو آهي.

پنهنجي ذهنيت کي بدلائڻو آهي ۽ ڇوڪرين يا عورتن کي خوفزده ڪري discourage ڪرڻ بجاءِ کين اڳتي آڻڻو آهي ۽ اهو تسليم ڪرڻو آهي ته عورت به انسان آهي. هن جي به پنهنجي ڪا شخصيت آهي، سوچ آهي، خواب آهن ۽ صلاحيتون آهن. بهرحال وقت ۽ حالتن ۾ تبديلي اچي پئي ۽ ايندي رهندي. پوءِ چاهي ڪو ان کي خوشيءَ سان قبول ڪري يا نه... پر قبول ته ڪرڻي ئي پوندي ته پوءِ ڇو نه اسان سڀ ملي هن سماج ۾ هاڪاري ۽ سٺي تبديلي پاڻ ئي پنهنجن هٿن سان آڻيون...! مهرباني."

هڪ ڀيرو وري هال تاڙين سان گونجي ويو. ۽ ڪجهه دير کان پوءِ فائزه جي هڪ پاسي رابيل هئي ۽ ٻئي پاسي حسين، ۽ هوءَ بيحد خوش هئي. رابيل نماءَ جي Opening ڪئي. پروگرام بيحد شاندار رهيو ۽ پوءِ رات جو اها تقريب ختم ٿي ته رابيل به فائزه کان موڪلائڻ آئي. فائزه گيٽ تائين کيس ڇڏڻ آئي. ٻاهر لان ۾ چنڊ جي چانڊوڪي پکڙيل هئي، جنهن گلن، ٻوٽن ۽ وڻن ۽ ساوڪ جي منظر کي هڪ پراسرار خوبصورتيءَ ۾ بدلائي ڇڏيو هو. فائزه کيس چيو:

"مئڊم، آئون توهان جي بيحد ٿورائتي آهيان، توهان منهنجي لاءِ ايڏو وقت ڪڍيو ۽ منهنجي همٿ افزائي ڪئي."

رابيل مرڪي چيو: "مهرباني وري ڇا جي...؟! Wish you best of luck"

"اوهه! مئڊم، توهان پرس کوليو ته هيءَ واچ ان مان ڪري پئي آهي. ڪيڏي نه خوبصورت واچ آهي. ڪرڻ جي ڪري شايد بند ٿي وئي آهي." فائزه ڇپر تان واچ کڻي کيس ڏيندي چيو.

رابيل هن کان واچ وٺي چيو: "نه فائزه، اها بند ڪانهي ٿي پر ان ۾ وقت محفوظ ٿي ويو آهي."

"ڇا مطلب؟" فائزه حيران ٿي پڇيو.

رابيل اداس ٿي چيو: "تون نه سمجهنديءَ فائزه."

اوچتو هوا جو هڪ زوردار جهوٽو لڳو ته رابيل حيران ٿي اوسي پاسي ڏٺو ۽ پوءِ فائزه کان پڇيائين:

”فائزه! توکي هوا جا خوشگوار جهوٽا لڳندي محسوس ٿين پيا؟“
”ها.“ فائزه چيو.
”... ۽ توکي ائين محسوس ٿئي ٿو ته چنڊ جي چاندوڪي اڳي کان به وڌيڪ چٽي ٿي وئي آهي؟“ رابيل خوابناڪ لهجي ۾ چيو.
”شايد.“ فائزه گُمُ سُمُ ٿي چيو.
”... ۽ رات جي راڻيءَ جي خوشبوءِ معمول کان وڌيڪ تيز ٿي وئي آهي... ۽... ۽... فضا ۾ گلابن جو هڳاءُ آهي، ڪنن ۾ سُريليون ٽليون پيون وڄن... پکين جا منٺڙا گيت... ٻڌين پئي...؟“
... ۽ پوءِ فائزه کي پريشان ڏسي هن واڇ کي مضبوطيءَ سان پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيندي ڪلندي چيو:
”مون کي خبر آهي ته تون اهو سڀ ڪجهه محسوس نٿي ڪري سگهين. فقط آئون ئي محسوس ڪري سگهان ٿي. چڱو فائزه اهو ٻڌاءِ ته تنهنجي زندگيءَ ۾ ڪو اهڙو ماڻهو آيو آهي جنهن سان ملڻ کان پوءِ توکي زندگيءَ سان پيار ٿي ويو هجي؟“
فائزه مُرڪي چيو: ”جي ها مئڊم! اهو شخص حُسين آهي ۽ جيڪڏهن توهان مائينڊ نه ڪريو ته ساڳيو سوال آئون توهان کان پڇان؟ اهڙو ڪو شخص توهان جي زندگيءَ ۾ آيو؟“
”ها.“
”ڪير آهي؟ ڪٿي آهي؟“
”هو هتي ئي ته آهي...“
”ڪٿي آهي؟“ فائزه اوسي پاسي ڏسندي چيو.
رابيل خوابناڪ لهجي ۾ چيو: ”تون نه سمجهي سگهندينءَ... اهي روح جا رشتا آهن جن کي هر ڪو سمجهي ۽ محسوس نٿو ڪري سگهي... چڱو آئون هلان پئي... سدائين گڏُ!“
رابيل فائزه کي اتي حيران ۽ پريشان ڇڏي هوريان هوريان وِڪون کڻي اڳتي وڌي وئي.

●

جڏهن ٽڙندا ڳاڙها گل

شگفته شاهه

NTF Graphics: 0300-3094527

NTF



شگفته شاهه ليکڪا به آهي ته چترڪار به. هوءَ پنهنجي قلم توڙي برش جي حرمت جي قائل آهي. پنهنجي هن ئي ناول ۾ شگفته لکيو آهي ته:

**”اسان ڪي برش ۽ قلم جي حرمت رکڻي آهي.“**

شگفته شاهه لڪيرن کان لفظن تائين هڪ ڊگهو فني سفر طئي ڪيو آهي. اسڪول جي زماني کان تصويرون ٺاهيندي ٿي نائين ڪلاس ۾ پڙهندي، هوم ورڪ مان وقت بچائي هڪ ڪهاڻي به لکي ورتي هئائين جتان کان سندس ليکڪا وارو سفر شروع ٿيو هو هيل تائين سندس ٽيهارو ڪهاڻيون مختلف رسالن ۾ ڇپجي چڪيون آهن. ساڳئي وقت هن ريڊيو لاءِ ٽي ڊراما، ست گيتن پريون ڪهاڻيون ۽ ڪجهه فيچر پڻ لکيا آهن. اليڪٽرانڪ ميڊيا جي تقاضائن مطابق، پنهنجي ڳالهه چوڻ جو ونس خوبصورت ڍنگ ڏانءُ آهي. هن ڪجهه وقت ريڊيو تي ڪمپيئرنگ به ڪئي هئي ۽ صحافت پڻ. سنڌي ادب ۾ ناول جي سدائين ڪوٽ رهي آهي. شگفته شاهه هڪ ڪميٽيڊ ليکڪا جي حيثيت سان هڪ نه پر ٻه ناول لکي، پنهنجي ذهني سجاڳيءَ جو ثبوت ڏنو آهي. هي سندس پهريون ناول آهي. هن ناول جي ڪهاڻيءَ ۾ هن سنڌي ورڪنگ وومن جي مسئلن کي فوڪس ڪيو آهي. سنڌي عورت جنهن کي ٻئي درجي جي جنس به تسليم نٿو ڪيو وڃي، پر هڪ وکر يا پراپرٽي سمجهيو وڃي ٿو. شگفته، سنڌي ورڪنگ وومن جي مسئلن کي انڪري به چڱي طرح سمجهي ٿي جو سندس تعلق به عورتن جي انهيءَ ڪلاس سان آهي.

**زيب سنڌي**

حيدرآباد
13 سيپٽمبر 2008ع

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ يلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽائي ڪي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)